# پَلئہ پايو سَچُ

## تحقيق ۽ تنقيد



ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ



# پلئه پايو سچ



ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ






سنڌ راڻي پبليڪيشن

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | پلئہ پايو سچ |
| موضوع: | تحقيق ۽ تنقيد |
| ليکڪ: | ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ |
| ڇاپو پهريون: | ڊسمبر 2016ع |
| ڪمپوزنگ/ٽائٽل: | حاڪم علي لغاري/ غلام علي پٽي |
| تعداد: | هڪ هزار |
| ڇپيندڙ: | سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد |
| ڇپائيندڙ: | محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي |
| قيمت: | 350= |

**Palae Paayo Sach**

(Research & Criticize)

By:Parveen Mosa Memon

Sindh Rani Publication Hyderabad

Cell: 0301-3492704


**ڪتاب ملڻ جا هنڌ:**

پنهنجي ڪتاب گهر حيدرآباد، فڪشن هائوس حيدرآباد
ادبي بورڊ بڪ اسٽال تلڪ چاڙهي حيدرآباد
قليچ ڪتاب گهر سنڌي لينگويج اٿارٽي حيدرآباد
ڪنگ پن بڪ هائوس پريس ڪلب حيدرآباد
ڪامريڊ بڪ اسٽال ڄامشورو. رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو
مهراڻ ڪتاب گهر لاڙڪاڻو. وسيم ڪتاب گهر شڪارپور
سنڌيڪا ڪتاب گهر سکر. تهذيب بڪ اسٽور خيرپور ميرس
ٿر ڪتاب گهر مٺي. الفتح نيوز ايجنسي سکر.

بسم الله الرحمان الرحيم

اَگِهيو ڪائو ڪَڄُ، مَاڻِڪَن موٽَ ٿِيِ،
پَلَئَہ پايو سَڄُ، آڇِيندي لَڄَ مَران

(سر سريراڳ 4_14)

# ارپنا



پنهنجي پياري موپي ڀاءُ

**آفتاب ميمڻ**

جي نانءُ

جيڪو حياتيءَ جي هر موڙ تي مون کي

همٿائيندو رهيو آهي

رب پاڪ ڪيس خوش وخرم ۽ آباد رکي. (آمين)

# سنَاءُ



## تحقيقي مضمون:

## چند مضمون، تاثر ۽ تبصرا

# اداري پاران

تحقيق ۽ تنقيد ٻئي محنت طلب ڪم آهن ۽ اهو ڪم ڪرڻ لاءِ محقق يا نقاد جو وسيع مطالعو هجڻ لازمي آهي. محقق کي ڄاڻ هوندي ۽ نقاد شين کان واقف هوندو. تڏهن ئي شين جي سٺي نموني ڇنڊ ڇاڻ ڪري سگهندو. ڪنهن به موضوع تي تحقيق ڪجي ته ان سان ڀرپور انصاف ڪري سگهجي يا ڪنهن ليکڪ جي ڪتاب توڙي سندس لکڻين تي تنقيد ڪجي ته دليل ايترا مضبوط هجن جو ليکڪ خود اعتراف ڪري ته جن شين جي نشاندهي ڪري تنقيد ڪئي وئي آهي. اها جائز آهي ۽ ان مان ليکڪ کي اصلاح به ملي سگهي. اسان وٽ سنڌي ادب ۾ تنقيد نه ٿيڻ برابر ٿئي ٿي ۽ جيڪا تنقيد ڪئي وڃي ٿي اها ذاتي بنيادن تي ڪئي وڃي ٿي ۽ اها تنقيد براءِ اصلاح نه پر تنقيد براءِ تنقيد هجي ٿي. جنهن جو مقصد صرف ان جي اوڻاين کي ظاهر ڪري ان جي دل شڪني ڪرڻ آهي. تنقيد براءِ اصلاح جو مقصد ليکڪ کي سندس اوڻاين جي نشاندهي ڪرڻ آهي ۽ ان کي صحيح راهه ڏسڻ به آهي ۽ تنقيد براءِ اصلاح جو اصول به اهو آهي ته شروع ۾ ان ليکڪ جي شين ۽ مثبت ڳالهين تي ڳالهائي سندس سٺي لکڻي جي ساراهه به ڪجي ۽ پوءِ ان جي اوڻاين تي ڳالهايو وڃي. ان سان اهو ٿيندو ته ليکڪ پاڻ تي ٿيل تنقيد کي به برداشت ڪري ويندو ۽ ان ڳالهه کي به سامهون رکندو ته نقاد سندس سٺي شيءَ کي ساراهيو به آهي پر جي ان جي لکڻيءَ جي صرف اوڻاين تي ڳالهايو ويندو ۽ شروعات ئي تنقيد کان ڪبي ۽ ختم به تنقيد تي ڪبو ته هو دل شڪسته ٿيندو ۽ اهو محسوس ڪندو ته نقاد سندس ذاتي مخالف آهي ۽ هن تنقيد ڪري پنهنجي دل جي ڀڙاس ڪڍي آهي. ان ڪري محقق توڙي نقاد کي تحقيق ۽ تنقيد جي اصولن کي سامهون رکي نيوٽرل ٿي ڪري لکڻ گهرجي. جنهن سان اسان جي سنڌي ادب ۾ تنقيد اُسري سگهي ٿي.

ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ به لکڻ جي حوالي سان الاهي تيزي سان لکي رهي آهي ۽ سندس ڪتاب به ڪارائتا ليکيا وڃن ٿا. هي ڪتاب"پلئہ پايو سچ" به تحقيق ۽ تنقيد تي مشتمل آهي ۽ هن جن موضوعن تي تحقيق ڪري لکيو آهي يا جن موضوعن تي تنقيد ڪئي آهي. مان سمجهان ٿو ته هن انصاف کان ڪم ورتو هوندو. ڇاڪاڻ ته هوءَ هڪ پازيٽو ليکڪ آهي ۽ هن جي لکڻ جو مقصد صرف علم ۽ ادب جي خدمت ڪرڻ آهي. اسان سندس هي ڪارائتو ڪتاب ڇپائي سرهائي محسوس ڪيون ٿا. اميد ته پڙهندڙن کي به هن ڪتاب مان لاڀ ضرور حاصل ٿيندو.

**غلام مصطفيٰ سولنگي**

سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد

# انمول ادبي هيرو

ٿرپارڪر جي ننڍڙي ڳوٺ ڏيپلي شهر جا سيٺ سڪيلڌي سيٺ احمد علي قاسماڻي، خان صاحب محمد سومار، خان صاحب محمد موسيٰ، آفتاب احمد ميمڻ ۽ ڪموڊور اقبال ميمڻ جنهن لڙيءَ جا موتي رهيا آهن، تنهن لڙيءَ جو هڪ انمول هيرو ڪموڊور اقبال ميمڻ ۽ آفتاب احمد ميمڻ جي ننڍي ڀيڻ ڊاڪٽر پروين موسيٰ آهي. ڏيپلي جي موتين ۾ سنڌي ادب سان زيادتي ٿيندي جي ڊاڪٽر پروين موسي جو ذڪر نہ ڪبو ۽ سندس ادبي تخليق ۾ صلاحيت کي نہ ساراهبو. ڊاڪٽر پروين موسيٰ ٿر جي وارياسي علائقي ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ اهڙو انمول ادبي هيرو آهي جنهن پنهنجي بزرگ محمد عثمان ڏيپلائي ۽ پنهنجي خاندان جي روايتن کي روشن رکيو آهي.

ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ ضلعي ٿرپارڪر جي ڏيپلي شهر ۾ محمد موسيٰ ميمڻ جي گهر ۾ 1958ع ۾ جنم ورتو. سندس پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ڏيپلي ۽ ميرپورخاص ۾ ٿي. انگريزي ادب ۾ 1983ع ۾ ايم اي ڪيائين ۽ 1988ع ۾ ايم اي سنڌيءَ ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪري گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان امتيازي نمبرن سان پاس ڪري 1991ع کان ليڪچر طور ايجوڪيشن اينڊ لٽريسي ڊپارٽمينٽ ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين. ابنِ رشد گرلز ڪاليج ميرپورخاص، ايم بي اينڊ جي ايف گرلز ڪاليج حيدرآباد کان پوءِ موجوده وقت نذرت گرلز ڪاليج حيدرآباد ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور درس وتدريس جا فرض سرانجام ڏيئي رهي آهي. سندسَ تحقيق جو موضوع "سنڌي نثر جي ترقيءَ ۾ عورتن جو حصو: تحقيقي ابياسَ" آهي. جا هن 2012ع ۾ مڪمل ڪري ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جي ليکڪائن جي نثري ڪم جي چنڊ ڇاڻ ڪئي اٿس. ادبي زندگيءَ ۾ سندن پهريون افسانو"چري" جي عنوان سان ۽ بيو"ماءُ جو

دلاسو"(خليل جبران جي ڪھاڻيءَ جو ترجمو) 1980ع ۾ شايع ٿيا ۽ پوءِ مضمون پڻ لکيائين. اهي چند مضمون ۽ ڪھاڻيون لکڻ کان پوءِ ترت ئي سندس لاڙو تحقيق جي ميدان ڏي مڙي ويو. سندن لکيل ادب باقائدي ڇپجڻ شروع ٿيو. 2004ع کان سندس مڪمل ڪتاب ڇپجڻ شروع ٿيا آهن. جن ۾ (1) سنڌي ادب جو ادبي جائزو ۽ لطيفيات" روشني پبليڪيشن 2004ع. (2) "سنڌي نثر جي ڪن صنفن جو اڀياس". هائر ايجوڪيشن ڪميشن اسلام آباد 2008ع. ٻيو ڇاپو روشني پبليڪيشن 2015ع(3) "اٿي رائو ريل". 2008ع. (4) "آديسين ادب آهي اڪڙين ۾".(لطيفيات). 2007ع ۽ ٻيو ڇاپو 2009ع. (5) "سون ورنيون سوڊيون"(ڪھاڻيون). ترتيب ۽ تحقيق. 2009ع. (6) "اخلاقي قدر".(ٻاراڻو ادب). 2010ع. ٻيو ڇاپو 2016ع. (7) "وکر سو وِهاءِ".(مضمون نويسي). هائير ايجوڪيشن ڪميشن. اسلام آباد. 2011ع ۾ شايع ڪيا آهن.

سندس هڪ ٻيو ڪتاب"سنڌي ادب تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو" (ادبي تاريخ) لاهور جي هڪ وڏي اداري ائڊوانسڊ پبلشرز 2015ع ۾ شايع ڪيو آهي جيڪو موجوده وقت 2016ع جي سي ايس ايس جي نصاب مطابق آهي ۽ هر هنڌ پڙهايو وڃي پيو.

سندن ايندڙ ڪتابن ۾ "محمد عثمان ڏيپلائيءَ جون نثري ادب ۾ خدمتون. "جي پارکو پارس جا" (لطيفيات) "ماڻڪ موتي لعل" (مضمون ۽ مقالا). "مفتي منجھ ويھار"(آتم ڪھاڻي) ۽ ٻيا ڪتاب شامل آهن. ليڪڪا جا سوين مضمون ۽ مقالا روزاني اخبارن. ماهوار مخزنن ۽ ريسرچ جرنلس ۾ ڇپيا آهن. جيئن روزاني عبرت. سوڀ. سنڌ ايڪسپريس. عوامي آواز. لوڪ. سنگت. سروپا. نئين زندگي. سوجھرو. ادبي تحقيق. سنڌي ٻولي. تہ ماهي مهراڻ. سرتيون. تخيل. سنڌ راڻي. سنڌي ادب. ڪچ ڪوڏيون. ريڪائون ۽ ٻيا مخزن آهن. سندن ٻن ڪتابن کي ايچ اي سي تعريفي سرٽيفڪيٽ ۽ ڪيش ايوارڊ ڏنا آهن تہ سنگت طرفان"اٿي رائو ريل" ڪتاب کي بهترين تحقيق ۽ تنقيد جي ڪتاب جو ايوارڊ ڏنو ويو آهي. ۽ اخلاقي قدر" ڪتاب کي نيشنل بڪ فائونڊيشن پاران ٻاراڻي ادب جي ڪتاب طور ميرٽ سرٽيفڪيٽ مليل آهي. ڪين. بهترين ڪمپيئر ۽

مضمون نگار جا ايوارڊ مليا آهن جن ۾ ڪينيڊين ايسوسيئيشن "جَسِ" جي اشتراڪ سان ٿيل مضمون نويسيءَ جي مقابلي ۾ انعام مليو.

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ۽ ناري سنگت جي طرفان "راهه بينظير ڀٽو" ايوارڊ شيلڊ عورتن جي ڪم جي باري ۾ ڊاڪٽريٽ جي مقالي تي مڃتا طور 2013ع ۾ ڏني وئي. ان کان سواءِ کين ڪيترا ئي ايوارڊ ۽ اعزاز مليا آهن.

ڊاڪٽر پروين موسيٰ مختلف تنظيمن جي ميمبر پڻ آهي، جن ۾ 1. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن. 2. سنڌي، اردو ادبي فائونڊيشن. 3 ناري سنگت. 4 سنڌي ادبي سنگت شامل آهن. هوءَ اڄ به پنهنجي گهريلو ۽ تدريسي جوابدارين جي باوجود مختلف سيمينارن ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪندڙ ۽ تحقيقي پيپرز پيش ڪندڙ آهي.

ڊاڪٽر پروين جا 250 کان مٿي تحقيقي ۽ ادبي مضمون ۽ مقالا مختلف اخبارن ۾ ڇپجي چڪا آهن. ڊاڪٽر پروين موسيٰ هڪ اهڙي خاندان سان تعلق رکي ٿي جنهن ۾ گوٺ جو سڀ کان پهريون ڊپٽي ڪمشنر سندس چاچو خان صاحب محمد سومار هو ته وري سڀ کان پهريون ڊي ايم جي آفيسر سندس ڀاءُ آفتاب ميمڻ، سندس گهر ۾ به فرد يعني ڪموڊور اقبال ميمڻ ۽ سندس ڀاڻيجو ذوالفقار نظير تمغه امتياز ملٽري جا حامل آهن. سندس گهر وارو اليڪٽريڪل انجنيئر آهي. سندس وڏو فرزند ياسر رضا ڏندن جو ماهر ۽ ايف سي پي ايس ڊاڪٽر آهي. سندس نياڻي ڊاڪٽر ثمر رفيق الرحمان به ڊاڪٽر آهي ۽ ڊاڪٽر ثمر جو گهر وارو روينيو ڊويزن حڪومت پاڪستان جو سينئر آفيسر آهي. سنڌ ۾ اهڙيون عورتون تمام گهٽ آهن جن پنهنجي مصروف گهريلو زندگي هئڻ جي باوجود علم وادب جي ميدان ۾ پنهنجو پاڻ ڪي مڃرائيو آهي.

آفتاب ميمڻ
Aftab467@yahoo.com

سنڌي زبان جو مکيہ سرمايو

# ڊاڪٽر پروين موسيٰ جا ڪتاب

ڏيپلي شهر جديد دور ۾ سنڌ جي حوالي سان وڏي شهرت ماڻي آهي. تعليم، صحت، نوڪر شاهي توڙي علم ۽ ادب ۾ ڏيپلي جو خاص ڪردار آهي. هن شهر جتي سنڌ کي نامور عالم ۽ اديب ڏنا اتي طب ۽ ڪامورا شاهيءَ ۾ بہ ان جو وڏو حصو آهي. ڏيپلي جي ميمڻ برادري اج سنڌ جي نقشي ۾ خاص رتبو رکي ٿي.

ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ جو نالو بہ ان ڏس ۾ نشانبر آهي. ڊاڪٽر پروين جو تعلق پڙهڻ ۽ پڙهائڻ سان آهي. پاڻ هن وقت ڪاليج ۾ پروفيسر(سنڌي) آهن. پروين هڪ وڏيڪ وک وڌائيندي، پنهنجي مضمون ۾ ڊاڪٽريٽ پي ايچ ڊي جي ڊگري بہ حاصل ڪري ورتي پڪ سان هي هڪ ٿو اعزاز آهي. جنهن کي حاصل ڪرڻ هر هڪ جي وس ۾ نہ آهي. ...ن جي ملڪ ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري مالي فائدي ۽ ملازمت ۾ ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ ورتي ويندي آهي. پر ڪي ٿورا سنديافتہ عالم آهن. جي ڊگري وٺڻ کان پوءِ بہ لکڻ پڙهڻ ۽ تحقيق جي ڪم ۾ پاڻ کي مشغول رکندا آهن. ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ بہ انهن عالمن ۾ ڳڻجي ٿي جن ڊگريءَ جو مان مٿانهون رکندي لڳاتار تحقيق ۽ تصنيف ۾ پاڻ کي مشغول رکيو آهي. اميد آهي تہ سندس هي ذوق ۽ جستجو جاري رهندي.

ڊاڪٽر پروين، منهنجي ڄاڻ موجب، جيڪي ڪتاب لکيا آهن، انهن جو تعداد ٻارنهن آهي. انهن مان 9 ڪتاب ڇپجي چڪا آهن ۽ 3 اڃان اڻ ڇپيل آهن. ڇپيل ڪتابن جا نالا هن ريت آهن. 1. "سنڌي ادب جو ادبي جائزو ۽ لطيفيات"، 2. "سنڌي نثر جي صنفن جو اڀياس"، 3. "اٽي رائو ريل"، 4. "سون ورنيون سوڊيون"، 5. "آديسين ادب آهي اڪرين ۾" 6. "اخلاقي قدر"7. وڪرسو وهاءِ 8. "سنڌي ادب تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو" 9. "عالم سڀ آباد ڪرين"(لطيف شناسي) 10. "سنڌي نثر ۾ عورتن جو حصو"(تحقيقي مقالو ڇپائيءَ هيٺ) ڪتابن جا نالا ۽ عنوان ڏسي اندازو

ڪري سگهجي ٿو تہ پروفيسر پروين جي مطالعي جا خاص موضوع ڪهڙا آهن. سنڌ ۾ شاعرن جي ڪوٽ ڪونهي. منهنجو اندازو آهي تہ ڊاڪٽر پروين ڀاڻ شاعر، ڪونهي. البتہ تحقيق، تنقيد، لطيفيات ۽ مضمون نگاري هن جي لکڻ ۽ پڙهڻ جا خاص محور آهن. اميد آهي تہ مستقبل ۾ بہ ڊاڪٽر پروين نثر ۾ وڌيڪ گهرائيءَ ۾ وڃي، ماڻڪ موتي ميڙي، سنڌي ادب جي خدمت جاري ڪندي.

اسان پڙهيل لکيل سنڌي جيڪي شهرن ڏي لڏي آيا آهيون، اهي اردو زبان جي اثر هيٺ تيزيءَ سان درست سنڌي لکڻ ۽ ڳالهائڻ کان پري ٿي رهيا آهيون. ان پس منظر ۾ جيڪڏهن اسان جي هن ڀيڻ ڊاڪٽر پروين جي سنڌي لکت ڏسجي ٿي تہ اها نهايت صاف سٿري ۽ شهري گدلاڻ کان پاڪ ڏسڻ ۾ ايندي، ان لاءِ لائق ليکڪا مبارڪباد جي حقدار آهي.

ڊاڪٽر پروين موسيٰ جا لکيل ۽ ڇپيل ڪتاب سنڌي زبان جو مکيہ سرمايو آهن. انهن ڪتابن مان عام پڙهندڙن کان وٺي، وڏن اديبن ۽ عالمن جي ڄاڻ لاءِ، وڏي جاکوڙ سان ڳچ معلومات هڪ جاءِ تي گڏ ڪري ڏني وئي آهي. اميد آهي تہ هن اديبہ جا اڻ ڇپيل ڪتاب بہ ڇپجي ايندا ۽ سنڌي ادب ۾ خاص جاءِ والاريندا.

**ڊاڪٽر غلام محمد لاکو**
13 اپريل 2016ع.
ڄامشورو

# ڊاڪٽر پروين موسيٰ صاحبہ کي جَسُ هُجي...

تحقيق ڇو ٿي ڪئي وڃي؟ ان جو سبب ڪهڙو آهي؟ جڏهن غور ڪنداسين تہ ان جو جواب اهو ملندو تہ تحقيق ڪنهن مسئلي جي حل ڪرڻ يا ڪنهن سوال جي جواب ڳولهڻ لاءِ ڪئي وڃي ٿي. ڳولها ۽ جستجو انسان جي فطرت ۾ شامل آهي. هر ماڻهو پنهنجي طور تي ڳولها ڪندڙ يا محقق آهي. هو گهٽي ياگهي پنهنجي ذات لاءِ حقيقي ۽ وسيلن جي ڳولها ۾ هوندو آهي. انفرادي ڳولها ۽ اجتماعي ڳولها ۾ وڏو فرق آهي. اجتماعي مسئلن جي حل ڪيڻ وارا محقق عالم ۽ ڏاها هوندا آهن. هو پنهنجي پنهنجي شعبي جا ماهر ٿين ٿا. تحقيق ڪو سولو ڪم ناهي. ڪنهن ڳالهہ کي عقلي دليلن ۽ حوالن سان ثابت ڪرڻ انتهائي اوکو ڪم آهي. اهوئي سبب آهي تہ علم ادب هجي يا ٻيو ڪو شعبو هجي، ان ۾ محققن جو تعداد تمام گهٽ هوندو آهي. سنڌي ادب جو ئي مثال وٺجي تہ اسان کي ليکڪ ۽ شاعر تہ تمام گهڻا ڏسڻ ۾ ايندا پر انهن ۾ محققن جو انگ تمام ٿورو آهي. ساڳيءَ ريت محققن ۾ وري عورتن جو تمام گهٽ تعداد آهي. ان گهٽ ڳاڻيٽي ۾ پروفيسر ڊاڪٽر پروين موسيٰ بہ شامل آهي.

ڪنهن سوال جي جواب حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ محقق کي جيترين تڪليفن مان گذرڻو پئي ٿو. ان جو اندازو ڪنهن محقق کان سواءِ ٻيو ڪونہ ڪري سگهندو. لائبريرين مان ڪتاب ڳولڻ تہ ڪجهہ سولو آهي پر مختلف اديبن، شاعرن ۽ عام ماڻهن کان معلومات وٺڻ ۽ فيلڊ ۾ وڃڻ ڏاڍو اٽانگو ڪم آهي. ٽيليفون، فيڪس، اي ميل، واٽس ايپ ۽ ٻين سهوليتن جي باوجود پئسن سان گڏ وقت ڪيڻ ۽ سفر ڪرڻ ڪو سولو ڪم ناهي. انهن حالتن هوندي بہ جيڪڏهن ڪو تحقيقي ڪم ڪري ٿو تہ جَس لائق آهي. ڊاڪٽر پروين صاحبہ بہ انهن اٽانگن مرحلن مان گذري پنهنجو ڪم جاري رکندي پئي اچي، کيس شابس هُجي، ڊاڪٽر صاحبہ جي جڏهن ادبي پورهيي تي نظر وجهجي ٿي تہ هوءَ مسلسل ڪم ۾ جُنبيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي، پي ايڇ ڊي ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي سندس مختلف ڪتاب ملن ٿا. مون کي تہ حيرت آهي تہ هڪ عورت، جيڪا پنهنجو گهر ۽ ٻار سنڀالڻ سان گڏ نوڪري بہ ڪري ۽ ان جي باوجود تحقيق بہ ڪري تہ حقيقت ۾ اهو هڪ وڏو جهاد آهي. ڊاڪٽر صاحبہ پنهنجو آرام قُربائي، تڪليفون سهي سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ لاءِ ڪم ڪري سچ تہ وڏو احسان ڪيو آهي.

**ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو**

ڪراچي – 12_10_2016

# ويٺي وڙولي

جهڙي سونهن، سچائيءَ ۽ سادگيءَ ۾ هوندي آهي اهڙي سونهن دنيا ۾ ٻيو ڪٿي بہ موجود ناهي. مون کي بہ اهڙن ماڻهن سان ملي دلي خوشي ٿيندي آهي جن جو وجود سچائي ۽ سادگي جو اهڃاڻ هجي. ادي پروين موسيٰ ميمڻ پڻ اهڙي شخصيت جي مالڪ آهي. جنهن جو حُسن سندس سادگيءَ مان جلوه گر ٿيندو آهي. نياز نوڙت سان ڀرپور سندس پرخلوص وجود سچ پچ ان جهڪيل وڻ مثل محسوس ٿيندو آهي جنهن جو جهڪاءُ ڦلدائڪ هجڻ جي نشاني هوندو آهي. بلڪل ساڳيءَ طرح سندس لکڻي بہ پاڻ وانگر، سادي، سولي سباجهي ۽ سپاويڪ آهي. جنهن کي سولائيءَ سان پڙهي سمجهي ان مان لاڀ پرائي سگهجي ٿو. پاڻ سالن کان سنڌي ادب لاءِ خاموشيءَ سان جاکوڙيندي رهي آهي. سندس ڪيئي تحقيقي ڪتاب سنڌي ادب جي شاگردن لاءِ وڏو سهارو آهن. تنهن ڪري ئي پروين موسيٰ ميمڻ جا ڪيئي ڪتاب شاگرد هٿوهٿ ونن ٿا تہ عالمن، اديبن ۽ محققن وٽ پڻ سندس ڪتابن کي وڏي پذيرائي ملي آهي. موجوده وقت 2016ع جي سي ايس ايس جي نئين نصاب مطابق لکيل سندس ڪتاب سنڌي ادب تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو(ادبي تاريخ) ڪامپيٽيٽو امتحان جي شاگردن لاءِ لکندي جي مضمون ۾ ڪاميابيءَ جي سندَ تي ڇپيو آهي. سندس ڪيترائي مضمون ۽ مقالا روزاني جي اخبارن جنهن ۾ عبرت، سنڌ ايڪسپريس، سوڀ ۽ ٻين اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي رهيا آهن.

سندس هي ڪتاب"پلئہ پايو سچ" سون برابر آهي. ڇاڪاڻ تہ سوانحي مضمونن تي مشتمل هي ڪتاب پروين موسيٰ جي صرف تحقيق نہ آهي پر سندس سنڌي ادب سان محبت ۽ محنت جو نتيجو آهي. جيڪا هوءَ ورهين کان ڪري رهي آهي.

هن ڪتاب ۾ سنڌي ادبي تاريخ جي مثالي ڪردارن جن ۾ هوتچند مولچند گربخشاڻي، منگها رام ملڪاڻي، دادا هولا رام هنس، مخدوم امين فهيم، شمشيرالحيدري جهڙين شخصيتن جا خاڪا ۽ سندن ادبي خدمتن جو جائزو ورتل آهي ۽ گڏوگڏ ڪجهہ نئين ٿهيءَ جي ليکڪن کي

شامل ڪري اتساهيو ويو آهي. انهيءَ صنف ۾ مون کي پڻ بيهاري سچ پچ تہ ادي پروين مون کي مان بخشيو آهي.

”پلئہ پايو سچ“ پڙهندي محسوس ٿئي ٿو تہ ليکڪا هڪ ذميوار محقق طور پنهنجي ڀرپور سچائيءَ سان ڪتاب ۾ موجود ڪردارن کي تفصيلي پڙهيو ۽ سمجهيو آهي. انهن جي ادبي تخليقن، ڪتابن، مضمونن ۽ انٽرويوز جو مطالعو ڪري پوءِ ئي قلم هٿ ۾ کنيو آهي. سندس لکڻي ۾ بہ رس چس آهي. توڻي جو هوءَ مسلسل لکاري آهي پر جڏهن سندس لکڻيءَ تي غور ڪريون ٿا تہ هوءَ تخليقي روپ ۾ پڻ معياري ليکڪ نظر اچي ٿي. سندس ٻولي ايڏي تہ عام ۽ منڙي آهي جو پڙهندڙ هڪ ئي ويهڪ ۾ ڪتاب پڙهي پنهنجي سيني ۾ سمائي ڇڏي ٿو.

توڙي جو ادي پروين موسيٰ ميمڻ پنهنجي هن ادبي پورهئي کي غير معمولي ڪم نٿي ڳڻائي پر واقعي وقت جي تارازيءَ ۾ ڪاڻ نٿي ٿي سگهي. تنهن ڪري سندس هن پورهئي جي ڪٿ بہ وقت جو منصف ضرور ڪندو.

ڪنهن بہ قوم لاءِ ان فلسفيءَ کان وڌيڪ عزت لائق اهو استاد، **شاگرد ۽ پورهيت** هوندو آهي جيڪو ڪيس مليل ڪم چاهہ ۽ ايمانداريءَ **سان مڪمل** ڪري ٿو. سنڌي ادب بہ اهڙن محنتي ۽ ايماندار ليکڪن جو گهر جائو آهي. اسان وٽ بہ چند ئي سهي پر پروين موسيٰ جهڙا خاموش طبع ليکڪ/ڪردار موجود آهن. جيڪي پنهنجي ذات کان متيرا ٿي پنهنجي حصي جو علمي، ادبي تحقيقي ۽ تاريخي ڪم ڪري پنهنجي ٻولي کي مالا مال ڪري رهيا آهن. جيڪو ايندڙ نسلن لاءِ وڏي وٿ ثابت ٿيندو.

**ماهين هيسباڻي**

ڪراچي

# اڳيون ڪائو ڪچ

هن ڪتاب"پلئہ پايو سَچ"جو تعارف لکندي آئون اڄ انتهائي خوشي پئي محسوس ڪريان. جو الحمدالله هيءُ منهنجو يارهون ڪتاب شايع ٿي رهيو آهي. الله تعاليٰ جا لک احسان آهن جنهن هن قلمي سفر ۾، هر وقت ۽ هر هنڌ منهنجي رهنمائي ڪئي آهي. ڊاڪٽر غلام علي الانا چواڻي تہ "منهنجي هن نياڻيءَ کي سنڌي ٻولي ۽ ادب سان جنون جي حد تائين عشق آهي. جنهن جي ڪري ئي هوءَ مسلسل تخليقي، تحقيقي ۽ تنقيدي ادبي ڪم ۾ رڌل نظر اچي ٿي ۽ مستقل ڪم ڪري رهي آهي". سو بلڪل حقيقت آهي. آئون واقعي پي ايچ ڊي ڪرڻ ڪان پوءِ بہ پنهنجي لکڻ پڙهڻ ۾ ائين ئي مشغول آهيان جيئن اڳ هيس. اهو تحقيقي ڪم مون انتهائي شوق سان ڪيو اهو پنجن سَوَن صفحن جو تحقيقي مقالو انشاءَالله جلدي شايع ٿيندو. ڏٺيءَ در دعا اٿم تہ هو مون کي کوڙسارا ڪارائتا ڪتاب سنڌي ٻولي ۽ ادب جي لاءِ لکڻ جي توفيق عطا فرمائي.

در حقيقت ڪتاب لکڻ ۽ ڇپرائڻ هڪ وڏو پراجيڪٽ آهي. جنهن تي ڪم ڪندڙ انهيءَ ۾ سچو پيهي وڃي ٿو ۽ انهيءَ مشڪل ۽ محنت طلب مرحلي ۾ هو محنت ۽ ٿڪ جي باوجود بہ خوش هجي ٿو. جو اهو سندس ذوق ۽ شوق آهي. جنهن جو مڪمل ٿيڻ ليکڪ لاءِ ائين آهي جڻ، "هفتِ اقليم" جي دولت ملڻ. منهنجي نظر ۾ ڪنهن ليکڪ جي لاءِ وڏي ۾ وڏي خوشي سندس ڪتاب جو مڪمل ٿيڻ/ڇپجڻ، عام تائين پهچڻ ۽ پڙهندڙن ۾ مقبول ٿيڻ آهي. ڪتاب فقط لفظن ۽ پنن جو ميڙ نہ آهي. پر اهو لکندڙ جي دلي جذبن، اُمنگن ۽ دماغي قوت جو سرمايو آهي. جو هو پنهنجي دل جي سچائيءَ سان پڙهندڙن کي آڇي ٿو. پنهنجي جان ۽ روح جو سرمايو دان ڪري ٿو. ليکڪ کي رب پاڪ طرفان لکڻ جي جيڪا الهامي قوت ۽ فيض مليل آهي. انهيءَ کي ٻين تائين پهچائڻ لاءِ لکندڙ ڪيترو بيتاب هوندو آهي.؟ اها خبر انهن کي هوندي جيڪي ادب ۾ لکندڙ آهن. سندس آسائتيون اڪيون انهيءَ لکيل تحرير کي ڇپيل صورت ۾ ڏسڻ لاءِ آتيون هونديون آهن. پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچڻ ڪان پوءِ سندس محنتون. تڪليفون ۽ اوجاڳا انهيءَ مليل خوشي جي اڳيان تڇ هوندا آهن جڏهن هو پنهنجو پورهيو صاب پوندي ڏسندو آهي. منهنجو تہ پنهنجي هر ڪتاب جي ڇپجڻ تي اهو ويساهہ پختو ٿيندو رهيو آهي تہ لکيل لفظ معتبر ۽ ڪتاب

جاندار تخليق ۽ زبردست طاقت آهن. جن سان قومن جي تقديرن کي تبديل ڪري سگهجي ٿو. اڄ سڄيءَ سنڌ ۾ سي ايس ايس جي اڪيڊمين ۾ سنڌيءَ جي مضمون لاءِ منهنجو ڪتاب"سنڌي ادب تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو"(ادبي تاريخ. ڇپيندڙ ائڊوانسڊ پبلشرز لاهور) پڙهايو وڃي ٿو ۽ آئون پاڻ بہ ڪجھ سي ايس ايس اڪيڊمين ۾ ڪلاس رتي چُڪي آهيان مون کي شاگردن جي اُتساهہ مجبور ڪيو آهي تہ آئون هن ڏس ۾ وڌيڪ محنت ڪريان. جيڪڏهن منهنجي محنت سان ڏنل سٺي مواد کي پڙهڻ بعد سنڌيءَ جي مضمون ۾ ڪي شاگرد گهڻا نمبر کڻي، ڪامپيٽيٽو امتحان پاس ڪري اڳيان اچن ٿا تہ آئون سمجهان ٿي، هن ڌرتيءَ جو قرض چڪائڻ ۾ مون ڪجھ حصو ضرور ادا ڪيو آهي.

هلندڙ وقت ۾ سنڌ ۾ انيڪ سنڌي ڪتاب ڇپجي رهيا آهن. جڏهن تہ عام طور اهو ٻڌو وڃي ٿو تہ هن انٽرنيٽ جي دور ۾ ڪير ٿو ڪتاب پڙهي.؟ ۽ هن مهانگائي جي دور ۾ ڪير ٿو خريد ڪري؟ پر دراصل ائين نہ آهي. آئون نہ فقط ڪتاب لکندڙ آهيان پر بُڪ اسٽالن تي ويندڙ ۽ ڪتاب خريد ڪندڙ پڻ آهيان. مون کي هيترا سارا سنڌي ٻوليءَ جا نوان ڪتاب ڇپيل ڏسي ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي. لڳي ٿو تہ جڻ سنڌ جو هر ماڻهو صاحبِ ڪتاب ٿيڻ جو شرف حاصل ڪري رهيو آهي. اها خوش آئند تبديلي سنڌي قوم جي زنده هئڻ جو ثبوت آهي.

"ٻلئہ پايو سَچ" ڪتاب تحقيقي ۽ تنقيدي مضمونن جو مجموعو آهي. جنهن ۾ خبرداريءَ سان ۽ مستنَد حوالن ذريعي موضوع جي وضاحت ڪئي اٿم. پي ايچ ڊي ڪرڻ کان پوءِ منهنجو لاڙو تحقيق جي ڪم ڏي وڌندو رهيو آهي. هيءُ مقالا هر عام خاص جي معلومات ۾ اضافو ڪندا. جن ۾ ٻولي عام ۽ سولي استعمال ڪئي ويئي آهي. اميد تہ پڙهندڙن ۾ منهنجو هيءُ ڪائو ڪچ اگهامبو. آئون سندن موٽ جي منتظر آهيان.

**ڊاڪٽر پروين موسي ميمڻ**

20_10_ 2016

parweenmoosa2018@gmail.com

Cell: 0333_2766564

# سنڌي ادب ۾ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو لطيفيات ۾ حصو

سنڌي ادب جي نثر ۽ نظم جي پاڙن ۾ ٻن اهم ترين شخصيتن کي مڃتا ڏيڻ کان سواءِ سنڌي ادب جو هر خانو خالي ۽ ٻسو نظر ايندو ۽ اهي ٻيئي شخصيتون آهن: سنڌي شاعريءَ جو سرموڙ شاعر **حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي** (1690-1752ع) ۽ سنڌي نثر جو تاجدار **شمس العلماء مرزا قليچ بيگ** (1853-1929ع).

مرزا قليچ بيگ کي **"سنڌ جو شيڪسپيئر"**، **"سنڌي نثر جو ابو"** ۽ **"شمس العلماء"** جهڙن لقبن سان نوازيو ويو، پر هُن پنهنجو پاڻ کي **"خادم العلماء"** جو لقب ڏيڻ پسند ڪيو. سنڌي ادب ۾ سندن خدمتون بي حساب آهن. نثر ۽ نظم جي تقريباً هر صنف ۾ سندن شموليت رهي آهي، بلڪ نثر جي ته ڪيترين صنفن جو هو باني ڪار آهي ۽ خاص طور لطيفيات جي حصي ۾ پڻ سندن ڪم بنيادي حيثيت رکي ٿو.

"ڪنهن نئين تحريڪ جي بانيءَ کي دنيا جنهن وقعت جي نظر سان ڏسي سگهي ٿي، "قليچ" به ان جو پورو پورو مستحق آهي. قليچ ئي هر فن تي ڪتاب لکي، دنيا کي ثابت ڪري ڏيکاريو ته سنڌي زبان ۾ اها صلاحيت موجود آهي، جو هوءَ دنيا جي ٻين زبانن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي بيهي سگهي". (بيگ مرزا اجمل: 1956ع، ص- 128)

مرزا قليچ بيگ سنڌي نثر جي هر صنف ۾ لکيو، پر هو فقط مهان نثر نويس نه هو، بلڪ پاڻ هڪ مڃيل "قادر الڪلام" شاعر پڻ هو.

”ڪيس قدرت وٽان هڪ نڪتہ رس دماغ ۽ قلب جي گهراين تائين پهچندڙ نظر مليل هئي. سندس ديوان جي هر صفحي ۾ حڪمت ۽ فلسفي، تصوف ۽ معرفت جا تخم پکڙيل نظر ايندا، جنهن ڪري قليچ جو ڪلام فڪر ۽ اعتبار جي لحاظ کان، بلنديءَ جي خاص معيار تي واقع آهي.“ [2] (بيگ، مرزا اجمل: 1956ع، ص-50)

مرزا صاحب غزل، قطعہ، بيت، ڪافيون مطلب تہ وڏي پئماني تي شاعري ڪئي، جنهن جو نہ فقط مقدار جهجهو آهي، پر معيار پڻ اوچو آهي. پاڻ پنهنجي چيل نظمي ذخيري جي باري ۾ لکن ٿا تہ،

”سنڌي شعر کان سواءِ فارسي ۽ اردو ۽ ترڪي شعر چيم ۽ ڪي سنڌي ڪافيون بہ چيم ۽ ناٽڪن جي ڪتابن ۾ ڪي سنڌي راڳ بہ چيم. منهنجي شعر جو تعداد تخميني روءِ ٻاويهہ هزار بيت آهي“. [3] (بيگ مرزا قليچ: 1965ع، ص-80)

هتي مرزا صاحب جي شاعريءَ جو ذڪر ڪرڻ سان آئون سامعين کي اهو ڄاڻائڻ چاهيان ٿي تہ جيئن تہ مرزا صاحب پاڻ اعليٰ پايي جو شاعر هو ۽ کيس شاعريءَ جي اصولن جي مڪمل ڄاڻ هئي، انهيءَ ڪري ئي هن شاهہ عبداللطيف جي شاعريءَ جي روح کي سمجهيو ۽ ڪائنس گهڻو متاثر پڻ هو، سو عقيدت ۽ احترام مان اهو چيائين تہ،

شاعرن جو سنڌ ۾ سردار شاهہ عبداللطيف،
اوليائن ۾ ٿر نروار شاهہ عبداللطيف،
معتقد، مداح ان جو اصل کان آهي ”قليچ“،
جنهن کي عالم جو تسليم اسرار شاهہ عبداللطيف.

[4] (بيگ، مرزا قليچ: 1956ع، ص-114)

"اصل ۾ لطيف شناسي ڪو سولو ڪم نہ آهي. اهو مڙيئي رسمي تحقيق وارن جي سطح ۽ وَسَ کان مٿي جو ڪم آهي. لطيف تي تحقيق ۽ سندس پرک اهو ماڻهو ئي ڪري سگهندو، جنهن جا علم جي سڀني سمونڊن جا پاڻي پيتل هوندا. جيڪو ادب، شاعريءَ ۽ ٻوليءَ سان گڏ فلسفي ۽ انساني فڪر جي تاريخ کان چڱيءَ طرح نہ رڳو واقف هوندو، پر ان جو ڄاڻو ۽ پارکو هوندو". [5] (چانديو جامي: 2008ع، ص-4)

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سنڌ جي سرزمين جو هڪ انمول شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جي فن ۽ ذاتي خوبين تي تمام گهڻو لکيو ويو آهي. هو فقط شاعر نہ هو، پر هُو هن ڌرتيءَ جو هڪ عظيم مفڪر، فلسفي، سماج سڌارڪ، ٻوليدان، تخليق ڪار ۽ هڪ يگانو دانشور هو، جنهن جو فن سندس "رسالي" جي صورت ۾ سنڌ واسين لاءِ هڪ اهم پيغام آهي. هن رسالي جي شاعريءَ ۾ شاعر جي شخصي خوبين جو مڪمل عڪس موجود آهي.

هونئن بہ اها هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ ڪو بہ فن ۽ فنڪار هڪٻئي کان جدا ناهن هوندا. سو شاهہ سائينءَ جي "سدا حيات" شاعريءَ کي سندن ذات جي ذڪر کان جدا ڪري پرکڻ مشڪل آهي. اڄ تائين شاهہ صاحب جي شخصيت جي مختلف رخن تي روشني وڌي ويئي آهي تہ ڪيترن ئي شارحن سندس ڪلام جون شرحون لکيون آهن. ڪئين ظاهري ۽ باطني معنائون بيان ڪيون ويون آهن، جنهن ۾ ڪيترن ئي محققن ۽ شارحن جو پورهيو شامل آهي، جن ۾ انيڪ نالا ڳڻائي سگهجن ٿا، پر خاص طور ڊاڪٽر ٽرمپ، مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر ايڇ ٽي سارلي، ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ ٻين جو ڪم اهم آهي. لطيفيات ۾ اڄ تائين ٿيل ڪم جو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ، "شاهہ

عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعري ۽ شخصيت تي ڳڏريل ٻه سؤ سالن ۾ ايترو ته ڪجهه لکجي چڪو آهي، جو ان جو مثال نٿو ملي. جيڪڏهن اسين انهن لکيل مضمونن، مقالن ۽ ڪتابن مان جيڪي پوئين صديءَ ۾ شايع ٿيا آهن، صرف هڪ فقرو به حوالي طور ڏيون ته هڪ ضخيم ۽ مضبوط ڪتاب جي ضرورت درپيش ايندي".

(6) (سيد مظهر جميل: 2007ع، ص-342)

هاڻي ڏنو وڃي ته ايتري وڏي تعداد ۾ ٿيل ڪم ۾ اهميت انهيءَ ڪم جي انفراديت قائم هئڻ جي آهي. انهيءَ ڪري اچو ته جائزو وٺون ته مرزا صاحب جي لطيفيات واري ڪم جي خاصيت ۽ افاديت ڇا آهي؟

هن مقالي جي معرفت آئون سامعين جي توجهه هڪ اهم نڪتي طرف مبذول ڪرائڻ چاهيان ٿي. اهو هيءُ آهي ته جيئن مرزا صاحب سنڌي نثر جي اهم صنفن جو باني ليکڪ آهي، تيئن منهنجي نظر ۾ سنڌس لطيفيات ۾ ڪيل ڪم پڻ بنيادي ۽ اوائلي حيثيت رکي ٿو. موضوع جي دليلن سان اها وضاحت ئي منهنجي اجوڪي مقالي جو مقصد آهي.

"اهو قليچ ئي هو، جنهن پهريائين سنڌ جي عوام کي شاهه جي صحيح ڪلام کان روشناس ڪرايو ۽ وڏيءَ جاکوڙ کان پوءِ صحيح نموني "شاهه جو رسالو" لکي تيار ڪيو".

(7) (بيگ مرزا اجمل: 1956ع، ص-128)

مرزا اجمل جو مٿيون بيان فقط هڪ پٽ جي پيءُ کي ڏنل ميڃنا ڪانهي، بلڪ شاهه جي رسالي جي پارکو ۽ لطيف شناسيءَ جي ماهر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ کي ڏسنداسين ته مرزا اجمل جا جملا سؤ سيڪڙو سچ لڳندا. ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو ته،

"جدا جدا ڇاپي ۽ قلمي رسالن مان سڀ بيت ڪيدي ۽ يڪجاءِ ڪرڻ جي ڪم جي شروعات مرزا قليچ بيگ ڪئي. هو

پهريون صاحب هو، جنهن محسوس ڪيو تہ سڀ رسالا هڪ جهڙا ناهن، پر سينيءَ ۾ ٿورو گهڻو فرق آهي. ڪن ۾ ڪي بيت آهن تہ ڪن ۾ اهي ناهن. انهيءَ ڪري جدا جدا رسالن تان جدا جدا بيت ڪڍي يڪجاءِ ڪجن ۽ مرزا صاحب ائين ڪيو. گهٽي ۾ گهٽا بيت گڏ ڪري، رسالو ڇاپيو. مرزا صاحب جي ٻي خدمت اها هئي جو رسالي ۾ لفظن جي معنيٰ ڏانهن توجهہ ڪيائين ۽ **"لغاتِ لطيفي"** جي عنوان سان ڪتاب ڇاپايائين".

[8] (بلوچ نبي بخش ڊاڪٽر: 2000ع، ص-99)

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو لطيفيات ۾ ڪم تمام اهم آهي. هن ڏس ۾ سندن تصنيف ۽ ترتيب ڏنل ڪتابن جا نالا هن ريت آهن:

(1) "شاهہ جو رسالو" (ترتيب) نومبر 1913ع

(2) "لغاتِ لطيفي" متئين رسالي جي مشڪل لفظن جي لغت (1913ع)

(3) "شاهہ جي رسالي جي ڪنجي"، رسالي جي معني بابت سمجهاڻيون

(4) "Life of Shah Abdul Latif" شاهہ صاحب جي سوانح جو احوال ۽ تصوف جي حوالي سان چوندڊ بيتن جو اڀياس (1887ع)

(5) "احوال شاهہ عبداللطيف" ساڳئي متئين ڪتاب جو سنڌي ترجمو (1897ع)

(6) "لطيفي لات" رسالي جا اهي بيت، جيڪي مثالن، پهاڪن ۽ ضرب المثل طور ڪم اچن ٿا، سي چونڊي ترتيب ڏنل آهن. (1912ع)

(7) "سر سريراڳ"، "ديسي"، "آبري"، ۽ "سر سهڻي" جو متن ۽ معني (1915ع ۽ 1916ع)

انهن ڄاڻايل ڪتابن مان چند تي ٿي هڪ نظر وجهڻ سان هن ڪم جي اهميت ۽ افاديت پڌري ٿيندي.

**شاهہ جو رسالو:** شمس العلماء مرزا صاحب 1913ع ۾ ترتيب ڏنو،

جنهن جو پهريون ڇاپو شڪارپور جي پوڪرداس، هنسراج پرنٽنگ پريس سکر مان شايع ڪرايو. مرزا صاحب جي جوڙيل هن رسالي کان اڳ ڊاڪٽر ٽرمپ، قاضي ابراهيم ۽ سنڌ سرڪار جا ڇپايل رسالا موجود هئا، پر تہ بہ هن رسالي جي انفراديت الڳ آهي. چند اهم خاصيتون هن ريت آهن:

1- هيءُ ضخيم رسالو 922 صفحن، 4163 بيتن، 240 واين ۽ 37 سرن تي مشتمل آهي.
2- 846 بيت ۽ 15 وايون ٻين رسالن جي پيٽ ۾ وڌيڪ ڏنل آهن.
3- سرڪاري ڇاپي جي ترتيب مطابق هوندي بہ اضافن سبب مختلف آهي.
4- ڊاڪٽر ٽرمپ وارين پڙهٽين کي غلط قرار ڏيندي بہ مرزا صاحب انهن کي رد نہ ڪيو آهي، بلڪ مقابلي ۾ ڇڏي ڏنو آهي.
5- مرزا صاحب بمبئي ڇاپي واريون پڙهيٽيون برقرار رکندي، ڪيترن بيتن جون اختلافي پڙهٽيون پڻ ڏنيون آهن.
6- هيءَ رسالو هلنڊڙ صورتخطي ۾ آهي.
7- ڪيترن لفظن جون مروج جدا جدا معنائون ڏنل آهن تہ جيئن پڙهندڙ پنهنجي سمجهہ مطابق اهي لاڳو ڪري ڏسن.
8- رسالي ۾ ڏنل ڏارئي ڪلام جي وضاحت مرزا صاحب ديباچي ۾ ڪئي آهي.
9- جي ايم سيد صاحب جي ترتيب ڏنل ڪتاب "شاهہ جون وايون ۽ ڪافيون" ۾ مرزا صاحب جي ترتيب ڏنل رسالي کي بنياد بنايو ويو آهي، ڇوجو هن رسالي ۾ وايون واين جو جهجهو مقدار موجود آهي.
10- هن رسالي جي اهم ترين خاصي اها آهي تہ هن ۾ قلمي نسخن ۽ ڇاپي رسالن جو مڪمل مواد موجود آهي.

**لغات لطيفي:** مرزا صاحب جي هڪ اهم قلمي ڪاوش آهي. 382

صفحن جي هن لطيفي لغت کان اڳ هن مَدَ ۾ ڪابہ مڪمل لغت لکيل ڪانہ هئي.

1907ع ۾ پيرومل مهرچند آڏواڻي صاحب "غريب اللغات" لکي، جنهن ۾ فقط ٽن سرن "ڪلياڻ"، "يمن ڪلياڻ" ۽ "ڪنيات" جون معنائون ڏنل آهن. جڏهن تہ "لغاتِ لطيفي" ۾ مرزا صاحب جي جوڙيل شاهہ جي رسالي جي ستٽيهن سُرن جي مشڪل لفظن جي معنيٰ الف-ب وار ڏنل آهي. هن لغت جي لکڻ جي سبب کي ڄاڻائيندي مرزا صاحب جن لکن ٿا تہ،

"رسالي ۾ بيشمار مشڪل لفظ آهن، تن جي معنيٰ هيستائين سنڌيءَ ۾ ڏنل ڪانہ ڏسڻ ۾ آئي، اگرچہ ڪن ٿورن سُرن جا لفظ ۽ معنائون ڏار ڇپايل آهن. تنهنڪري مون ڪوشش ڪري ساري رسالي جا مشڪل لفظ ۽ قرآن جون آيتون ۽ حديثون وغيره گڏ ڪري هرهڪ سُر جا لفظ الف-ب وار ترتيب سان لکيا آهن، انهيءَ لاءِ تہ رسالي جي پڙهڻ وارن کي آساني ٿئي". (بيگ مرزا قليچ: 1967ع- ديباچو)

مرزا صاحب رسالي ۾ مشڪل لفظن جون معنائون ڏنيون آهن، پر تہ بہ شاهہ جي شاعريءَ جي شائقين جي سهولت لاءِ لغت جو هڪ مڪمل الڳ ڪتاب تيار ڪرڻ کي ترجيح ڏنائون. حقيقت ۾ ڪانئن پوءِ ئي هن ڪم تي توجهہ ڏني ويئي. محمد بخش واصف، مولوي درمحمد خاڪ، رسول بخش ڏيرو، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو ۽ خاص طور ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جن لغت جي جلد "روشني" جي حوالي سان اهم ڪم ڪيو آهي. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو راءِ ڏيندي چوي ٿو تہ،

"حقيقت ۾ شاهہ جو رسالو لغت جو ڀنڊار آهي، ان جي نمائندگي هن مڪمل لغات ۾ بہ نہ ٿي سگهي".

(جوڻيجو، عبدالجبار ڊاڪٽر: 2005ع، ص-19)

عبدالجبار صاحب جي راءِ وزنائتي هئڻ جي باوجود بہ

ڏسجي ٿہ مرزا صاحب جو "لغاتِ لطيفي" جو ڪم اوائلي حيثيت جي ڪري اهميت وارو آهي.

"Life of Shah Abdul Latif Bhitai" جي عنوان سان سوانح ۽ چونڊ بيتن جي سمجهاڻيءَ سان انگريزي ٻوليءَ ۾ ڪتاب مرزا صاحب 1887ع جي سيپٽمبر ۾ لکي پورو ڪيو. هن ڪتاب جي ڏهن بابن ۾ شروع جا باب سوانح ۽ ڪردارنگاريءَ تي مشتمل آهن ته ستون ۽ اٺون باب تصوف جي موضوع جي وضاحت سان لاڳاپيل آهن ۽ نائين ۽ ڏهين باب ۾ چونڊ بيتن جي سمجهاڻي ڏنل آهي، جنهن ۾ حوالي طور قرآن پاڪ جون آيتون، حديثون، عربي ۽ فارسي ٻوليءَ جا قول ۽ شعر ڏيئي مرزا صاحب تصوف جي حوالي سان شاهه صاحب جي شاعري سمجهائي آهي.

هن ڪتاب جي لکڻ سان لطيفيات جي مَدَ ۾ مڪمل ڪتاب لکڻ جو رواج عمل ۾ آيو ۽ شاهه جي سوانحي احوال ۽ شاعريءَ جي تشريح طرف پڻ ڌيان وڌيو. انگريز عالمن جي دلچسپي شاهه جي رسالي ۾ وڌيڪ وڌي ۽ ڊاڪٽر سارلي پڻ پنهنجي تحقيق ۾ مرزا صاحب جي ڪتاب کي فوقيت ڏني. انهيءَ ڪتاب کان اڳ انگريزي ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ شاهه صاحب جي باري ۾ مختصر احوال موجود هئا، جيڪي مير علي شير قانع ٺٽوي، نظر علي بلوچ، سر رچرڊ برٽن، ڊبليو سائودي ۽ ڏيارام گدومل جا لکيل هئا. مير عبدالحسين خان سانگيءَ وٽ ڪجهه محقق احوال فارسيءَ ۾ جمع ٿيل هو، جنهن مان مرزا صاحب پڻ ڪجهه مدد ورتي هئي ۽ اهو فارسيءَ ۾ لکيل احوال چڱو وقت قلمي نسخي جي صورت ۾ پيل رهيو، جنهن کي سانگي صاحب مرزا صاحب جي ڪتاب جي منظر عام تي اچڻ کان پوءِ 1888ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ "لطائفِ لطيفي" جو عنوان ڏنو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ مرزا صاحب واحد ليکڪ آهي، جنهن **"احوال شاهه عبداللطيف"** جي عنوان سان ڪتاب ميدان ۾ آندو، جو مٿئين انگريزي ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي. شروع جا ٽي ڇاپا

منشي پوڪرداس تانورداس 1897ع، 1905ع ۽ 1910ع ۾ شايع ڪيا ۽ اڄ تائين پنهنجي افاديت ۽ اهميت سبب هيءُ ڪتاب ڇَپجندو رهيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مرزا صاحب جي محنت کي مڃتا ڏيندي لکن ٿا ته،

”هن کان اڳ جن پنهنجن مصنفن شاهه جي حياتيءَ جو احوال ڏنو آهي، اهو مختصر آهي ۽ تفصيلي احوال سوانح حيات مرزا صاحب جي هن تاليف سان چيچجي پڌري ٿي آهي.“ (11) (بلوچ نبي بخش ڊاڪٽر: ”احوال شاهه عبداللطيف“، 1976ع- مهاڳ)

ڊاڪٽر فهميده حسين هن ڪتاب جي افاديت ۽ اهميت تي لکي ٿي ته،

”احوال شاهه عبداللطيف“ ۾ پهريون ڀيرو باقاعدي تنقيدي مواد ملي ٿو ۽ اهڙيءَ ريت چئي سگهجي ٿو ته سنڌيءَ ۾ نثر جي بين صنفن وانگر عملي تنقيد جي ابتدا به باقاعدي مرزا قليچ بيگ ڪئي“. (12) (ميمڻ فهميده حسين ڊاڪٽر: 1997ع، ص 104)

مٿئين وضاحتن جي روشنيءَ ۾ نتيجو اهو ٿو نڪري ته شمس العلماء مرزا قليچ بيگ صاحب نواڻ جو قائل هو. هُو فطرتاً جدت پسند هو. علم ادب ڏانهن سندس رويو ۽ پهچ جديد سائنٽيفڪ نموني جي ۽ منفرد هئي، جنهن سبب هن هر نئين ڪم لاءِ محنت ڪان ڪڏهن به نه ڪيٻايو. سو لطيفيات ۾ سندن هر ڪتاب مختلف حوالي سان نئين حيثيت رکي ٿو. آئون پنهنجي مؤقف جي وڌيڪ چٽائي سندن ئي لفظن ۾ ڪنديس ته، ”شاهه صاحب جو مفصل احوال لکي اجان ڪنهن ڪين پڌرو ڪيو آهي، تنهنڪري پنهنجي خاص ونڊر لاءِ ۽ عام فائدي ۽ خوشيءَ لاءِ اها محنت پاڻ تي هموار ڪري سندس احوال لکڻ ۾ هٿ وڌو اٿم. انهيءَ مطلب پوري ڪرڻ لاءِ مون کي لاچار ٿيو ته شاهه عبداللطيف جي حياتيءَ جي ڏينهن ۾ سندس هلت چلت ۽ طبيعت ۽ هوشياريءَ بابت جدا جدا جاين تان خبرون گڏ ڪريان. اهي خبرون سندس مريدن، فقيرن ۽ واسطيدار

ماڻهن کان هٿ لڳي سگهيون. آئون جناب مير عبدالحسين خان ٽالپر ساڪن حيدرآباد جو گهڻو ممنون ۽ شڪرگذار آهيان، جو انهن کان هن ڪتاب جي مضمون گڏ ڪرڻ ۾ مون کي مدد ملي". (13) (بيگ، مرزا قليچ: 1976ع، ص- 3-4)

"احوال شاهه عبداللطيف" ۽ "لطائفِ لطيفي" شاهه صاحب جي سوانح جي باري ۾ بنيادي ڪتاب شمار ٿين ٿا، جن تي ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر هن ريت اظهار ڪيو آهي، "ٻنهي ڪتابن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته مواد ۾ ڪو خاص فرق نه آهي". (14) (سوڍر، شاهنواز ڊاڪٽر: 1991ع، ص-21)

ڊاڪٽر شاهنواز جي مٿئين بيان سان متفق نه هوندي به آئون فقط ايترو عرض ڪنديس ته جيڪڏهن ٻنهي ڪتابن کي سامهون رکي مڪمل تجزيو ڪجي ته حتمي نتيجو مختلف نڪرندو. مرزا صاحب جو ڪتاب بلڪل الڳ حيثيت جو آهي. مير سانگيءَ ته فقط سوانح ۽ حڪايتون درج ڪيون آهن. جڏهن ته قليچ پهريون شخص هو، جنهن 95 صفحن جي مفصل احوال سان گڏ 105 صفحن تي شاعريءَ جي باري ۾ سُرن جا مضمون ۽ تصوف جا نڪتا بيان ڪيا آهن ۽ ڪلاسيڪل داستانن کي وڏي ذوق ۽ شوق سان پيش ڪيو آهي، جنهن کان پوءِ ئي شاهه جي سورمن ۽ سورمين تي لکڻ جي ريت پيئي. چند غيرحقيقي واقعا ۽ ڪرامتون بيشڪ بيان ڪيل آهن، پر ته به هن ڪتاب جي افاديت اڳري آهي. حاصل مطلب ته مرزا صاحب گهڻو پر معياري لکندڙ ليکڪ هو. سندن گهڻا ڪتاب آسان ۽ عام فهم نثر، منفرد ۽ مختلف احوالن سبب پڙهندڙن ۾ مقبول ٿيا، سو سندن لطيفيات ۾ ڪيل ڪمن کي پڻ پذيرائي ملي، جا اڄ تائين قائم آهي.

سنڌي ادب جي لطيفيات واري حصي ۾ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جون ڪاوشون هڪ اهم حيثيت رکن ٿيون.

# حوالا


(1) بيگ، مرزا اجمل: "ديوانِ قليچ"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1956ع، ص-128

(2) ايضًا: ص-50

(3) بيگ ، مرزا قليچ، "سائو پن يا ڪارو پنو"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1965ع، ص-80

(4) بيگ، مرزا قليچ: "ديوانِ قليچ"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1956ع، ص-114

(5) چانڊيو جامي: "لطيف شناسي ۽ سنڌي سماج جي اڏاوت"، روزانه "عبرت" جمع 29 آگسٽ 2009ع

(6) سيد، مظهر جميل" "جديد سنڌي ادب"، اڪادمي بازيافت ڪراچي، 2007ع، ص-349

(7) بيگ، مرزا اجمل: "ديوانِ قليچ" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1956ع، ص-128

(8) بلوچ نبي بخش ڊاڪٽر: "شاهه عبداللطيف رح"، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور، 2000ع، ص-99

(9) بيگ، مرزا قليچ: "لغاتِ لطيفي"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1967ع (ديباچو)

(10) جوڻيجو، عبدالجبار ڊاڪٽر: "شاهه جي رسالي جو مطالعو"، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور، 2005ع، ص-19

(11) بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر: (مقدمو) "احوال شاهه عبداللطيف" ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 1976ع

(12) ميمڻ فهميده حسين ڊاڪٽر: "ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ، سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي 1997ع ص 104 (قليچ انٽرنيشنل ڪانفرنس 3-4 آڪٽوبر 2009ع تي شيخ اياز آڊيٽوريم سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيل مقالو)

(13) بيگ، مرزا قليچ: "احوال شاهه عبداللطيف"، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 1976ع، ص-3-4

(14) سوڍر، شاهنواز ڊاڪٽر: "سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف"، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 1991ع، ص-21

### صفِ اول جو محقق ۽ نقاد

# ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي

ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جو نالو سنڌ ڌرتيءَ جي هڪ نامياري محقق، شاهہ لطيف جي پارکو ۽ لائق نقاد طور سڃاتو وڃي ٿو. بلڪ ڪين سنڌي تنقيد نگاريءَ جو ابو پڻ سڏيو وڃي ٿو. هُن حيدرآباد سنڌ ۾ 8 مارچ 1884ع تي جنم ورتو. سندن ڏاڏو ديوان ٽئنگداس زميندار هو. پاڻ واڌواڻي گهٽيءَ ۾ رهندا هئا. گربخشاڻي صاحب ابتدائي تعليم مڪاني پرائمري اسڪول ۽ سيڪنڊري تعليم اين ايچ اڪيڊمي حيدرآباد مان ورتي. 1899 ۾ ميٽرڪ 1905ع ۾ بي اي جي ڊگري امتيازي نمبرن سان پاس ڪيائين. ايم اي جي واسطي بمبئيءَ جي ولسن ڪاليج ويو جتان 1907ع ۾ انگريزي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. واپس اچي ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ فارسيءَ جو اسسٽنٽ پروفيسر ٿيو ۽ انهيءَ ڪاليج ۾ وائيس پرنسپال بہ رهيو ۽ 1936ع ۾ پرنسپال جي عهدي تي پهتو ۽ انهيءَ ملازمت جي دوران هو 1928ع ۾ لنڊن روانو ٿيو ۽ اتي لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ هڪ مقالو ”انگريزي شاعريءَ ۾ تصوف“ لکيائين جنهن تي کين ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ملي. پاڻ انتهائي محنتي شاگرد ۽ ڄاڻو استاد هو. سندس ڪم جو معيار بلند شمار ٿئي ٿو. جسماني طور ڪمزور هوندي بہ سندن ذوق ۽ شوق ۽ محنت جو جذبو اعليٰ درجي جا هئا. 11 فيبروري 1947ع تي اوچتو دل جي دوري پوڻ سبب سنڌي ادب جي هن محسن چوهٺ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

ڊاڪٽر هوتچند صاحب جي ڪتابن جو مقدار گهٽ پر معيار سٺو آهي. منگهارام ملڪاڻي لکي ٿو تہ ”آخر اهو استاد اچي ويو جنهن جي هٿن ۾ سنڌي تنقيد ڪماليت تي پهتي، پروفيسر هوتچند انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر

هو فارسيءَ جو معلم هو عربي، سنسڪرت ۽ هنديءَ جو عالم هو ۽ سنڌيءَ جو مصنف هو. ايترين زبانن ۾ مهارت هئڻ ڪري هو صاحب علم لُغت جو گهرو ڄاڻو هو ۽ سنڌ جو اهم اديب هو. جنهن تي سنڌين کي ناز آهي“.(1)

ادبي تاريخ ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو وڏو ڪارنامو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جي چند چاڻ ڪري مقدمي، معنيٰ ۽ شرح سان چئن جلدن ۾ تيار ڪرڻ آهي. جنهن جا پهريان ٽي جلد بالترتيب 1923ع کان 1931ع تائين شايع ٿيا ۽ چوٿون جلد تيار هئڻ جي باوجود شايع ٿي نہ سگهيو. هي جلد سندن قابليت جو وڏو ثبوت آهن. اهم قلمي نسخا اڳيان رکي وڏيءَ محنت سان ڌاريون ڪلام جدا ڪري ڪلام جي صحيح متن ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين. ان سان گڏ لفظن جي بنياد جي بہ نشاندهي ڪيائين. رسالي جي منڍ ۾ مقدمو لکيائين جنهن ۾ شاهہ لطيف جي سوانح عمري، سيرت، مذهب، ويدانيت ۽ تصوف سان تعلق ۽ سندن شعر وشاعريءَ تي بحث ڪيو اٿن. ان ۾ شاهہ صاحب جي شعر جي مضمون ۽ عبارت، نظم، ان جي ٻولي، لغوي بناوٽن جو بہ پوريءَ طرح ذڪر ڪيو اٿن. انهيءَ مقدمي وڏي مقبوليت ماڻي جو پوءِ ”مقدمہ لطيفي“ جي عنوان سان الڳ 1936ع ۾ شايع ٿيو. ان کان سواءِ شاهہ جي سورمين جي باري ۾ هڪ ڪتاب، ”روح رهاڻ“ 1933ع ۾ شايع ڪيائين. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري شاهہ جي رسالي جي ٽن جلدن کان اڳ رسالي جو اهڙو مستند نسخو ڪوبہ نہ هو. هن وڏيءَ جاکوڙ سان شاهہ صاحب جو نج نبار ڪلام ڏنو ۽ مناسب پڙهڻيون اختيار ڪيائين ۽ لهجو لاڙي مقرر ڪيائين. سر ڪيڏارو جي داخلا ڪرڻ تي مٿس تنقيد پڻ ٿي. هن رسالي ڇپجڻ شرط 1924ع ۽ 23 جي پارت واسي اخبار جي پرچن ۾ جيٺمل پرسرام ڪيترا تنقيدي مضمون لکيا جنهن سان مرزا قليچ بيگ ۽ ديوان ليلا رام سنگهہ بہ راءِ خيال ٿيا تہ لعل چند امر ڏنو مل، ڀيرومل مهرچند ۽ مينگهراج گربخشاڻيءَ جي حمايت ۾ ليک ڏنا. سيني تنقيدن جا اهم نڪتا هئا تہ هن هڪ هزار بيت رسالي مان خارج ڪيا آهن ۽ ڪيترن هنڌن تي عربي ۽ فارسي ٻولين جا ڏکيا لفظ ڪتب آندا آهن ۽ ڪجهہ بيتن جون تمثيلون ۽ معنائون بہ غلط ڏنل آهن. مطلب تہ انهيءَ ڏگهي بحث سان رسالي جي وڪري تي بہ شروع ۾ اثر پيو

جنهن جو احوال ڀيرومل مهرچند پنهنجي ڪتاب”گربخشاڻي وارو رسالو منهنجي نظر ۾“ ڏنو آهي. اخبارن ۾ جيڪا تنقيد ٿي ان سان ڊاڪٽر گربخشاڻي، دلبرداشتہ ٿي ويو. ڪاڪو ڀيرومل لکي ٿو تہ”هن رسالي جي مضمون ۽ بيهڪ ۽ بناوت کي ڏسي چئبو تہ سنڌي ساهت ۾ هيءَ ڪتاب هر طرح لاثاني آهي. ڪيس همٿائڻ گهرجي، گربخشاڻيءَ کي همٿائڻ گويا شاهہ صاحب کي عزت ڏيڻي آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو ڀلو چاهڻو آهي.“(2)

در حقيقت گربخشاڻي صاحب جو. وڏو سرمايو هن رسالي جي ڇپائيءَ تي لڳو ۽ هڪدم جهجهيءَ تنقيد ڪان پوءِ چوٿون جلد شايع ڪري نہ سگهيو جنهن جو سنڌي ادب کي وڏو نقصان ٿيو. حالانڪہ انهيءَ ٽئين جلد ڪان پوءِ گربخشاڻي صاحب 16 سال حيات هو. پر چوٿون جلد شايع ٿي نہ سگهيو.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي تصوف سان گهڻي دلچسپي هئي، سندن ڊاڪٽريٽ جي ڊگري بہ انهيءَ موضوع تي آڌاريل آهي. هن جا وڏا شاهہ عنايت صوفي جهوڪ جي درگاهہ جا معتقد هئا. هو اڪثر گفتگو ۾ پڻ شاهہ **لطيف، مولانا** رومي ۽ ٻين صوفي شاعرن جا بيت حوالي طور ڪم آڻيندو هو. ڪيس **راڳ ۽ سنگيت** بابت پڻ ڄاڻ هئي. خاص ڪري سندس لکيل لطيفي **مقدمي مان** پڻ اها خبر ملي ٿي. هن شاهہ لطيف جي شاعريءَ کي سندس زندگيءَ جي واقعن سان وابستہ ڪري سوانحي تنقيد جو بنياد وڌو. اهو سڌريل طريقو يورپ جي ملڪن ۾ رائج ڏسي ان تي عمل ڪيائين ۽ اهڙيءَ تہ سهڻائيءَ سان لکيائين جو اڄ تقريبن هن ڪم کي هڪ صدي ٿيڻ تي آئي آهي پر انهيءَ رسالي جي افاديت ۽ اهميت اڄ بہ قائم آهي. مقدمي ۾ شاهہ لطيف جي باري ۾ لکي ٿو تہ:

”شاهہ عبداللطيف پنهنجي زماني ۾ هڪ يگانو فاضل ۽ عالم شخص هو. سندس ڪن قدرت جي ڪلام ڏي مائل هو ۽ سندس آڱر هڪ حاذق حڪيم جيئن، نوع انسان جي طبع جي نبض شناس، سندس روح جون رڳون، قدرت جي رتيءَ جيتري رهاڻ سان بہ تنبورن جي تارن جيئن واڄي اڄي ويندڙيون هيون“. (3)

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ترتيب ڏنل شاهہ جو رسالو نامڪمل هوندي بہ اڄ تائين اهم خوبين سبب پسند ڪيو وڃي ٿو. سندن ٻين علمي ۽ ادبي ڪمن ۾ "نور جهان" "روح رهاڻ" ۽ "لنواريءَ جا لال" آهن. "لنواريءَ جا لال" ۾ چئن بزرگن جون سوانح عمريون ڏنل آهن. جي هن لنواري شريف جي ڪتب خاني مان مليل قلمي ڪتابن جي بنياد تي لکيون. جن بزرگن جو احوال آهي انهن ۾ سلطان الاولياءَ خواجہ محمد زمان، خواجہ گل محمد، محمد زمان ثاني ۽ خواجہ محمد حسن آهن.

ڊاڪٽر گربخشاڻي بنيادي طور تي هڪ صوفي منش انسان هو سندس ٿيسز

Mysticisim in the early ninteenth century poetry of England

پڻ تصوف جي موضوع تي آڌاريل آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ناول "نورجهان" بامحاوره ۽ سليس نثر ۾ لکيل آهي جنهن ۾ اثرانگيزيءَ جا سڀ گڻ موجود آهن. اهو هڪ سچو تاريخي واقعو آهي. جنهن ۾ ناول نگار ڪردار نگاريءَ جا ڪمال، ٻوليءَ جي حُسن جا جلوه، وڻندڙ نمونا پيش ڪيا آهن. جو اڄ پڻ پڙهندڙن جي دلچسپي هن ناول ۾ قائم آهي. هن ناول جي ٻوليءَ جا مثال هن ريت آهن "تحقيق محبت هڪ عجيب چيز آهي. محبت جي ڪيميا ٽامي کي زرين ۽ تلخيءَ کي شيرين، ڦاهيءَ کي تخت ۽ آهيءَ کي بخت، نار کي نور ۽ وير کي حور، بيماريءَ کي صحت ۽ قهر کي رحمت، مردي کي زنده ۽ شاهہ کي بندو بنايو ڇڏي".(4)

مهرالنساءَ شهزادي سليم کي، سمجهائيندي چوي ٿي تہ "تون شاهي فرمان مجي اديپور اُسهي، راجپوتن تي فتح حاصل ڪري، وطن ڏي واڳون ورائي تہ شڪ نہ آهي تہ بادشاهہ جي دل پڄي پوي".(5)

هن ناول جي منظر نگاري، ڪردار نگاري ۽ ٻوليءَ جي سونهن، ٻهاڪا ۽ چوڻيون تجنيس حرفيءَ سان سينگاريل جملا، نهايت دلڪش ۽ وڻندڙ نمونا لکيل آهن.

هن تاريخي ناول ۾ مغلن جي شان ۽ شوڪت جو احوال تہ اڪبر بادشاهہ ۽ سندس اڙٻنگ شهزادي سليم عرف نورالدين جهانگير جو منهن مقابل ٿيڻ لاءِ سنيرڻ ۽ وري اڪبر جي حڪمت عمليءَ سان فساد کي ٽارڻ،

مهرالنسا يعني راڻيءَ نور جهان جي ذهانت ۽ جهانگير جا انصاف مطلب ته ليڪ اڪبر جو جلال، جهانگيري انصاف، نور جهان جي سمجهه ۽ سياڻپ، علي قلي بيگ جي خودداري ۽ غياث بيگ جي دور انديشيءَ کي اثرائتو ڪري پيش ڪيو. جو هي تاريخي ناول سنڌي ادب ۾ امر ٿي ويو.

ان کان سواءِ سندس ڪتاب"روح رهاڻ"، شاهه لطيف جي سورمين بابت آهي جن جو ذڪر رسالي ۾ ڪيل آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي سنڌي نثر تي ملڪو حاصل هو. هن بهترين نثر نگار کي حياتيءَ مهلت نه ڏني جيڪڏهن وڌيڪ وقت زنده رهي ها ته ٻيون لاڀائتيون تصنيفات سنڌي ادب جو حصو هجن ها. سندن ڪتاب هائر ڪلاسن جي نصاب ۾ مقرر آهن. خاص طور "مقدمه لطيفي" ۽ "نور جهان" ايم اي، پي سي ايس ۽ سي ايس ايس جي ڪورس ۾ مقرر آهن. سندن اهي محققانه ڪاوشون هميشه ياد رهنديون.

**حوالا:**


1 - ملڪاڻي منگها رام،"سنڌي نثر جي تاريخ"، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1993ع، ص

2 -"پيرومل مهرچند، گربخشاڻيءَ وارو رسالو منهنجي نظر ۾،" روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1995ع، ص 47

3 - گربخشاڻي ڊاڪٽر، (ترتيب)"شاهه جو رسالو" جلد پهريون ڪمشنر ڇاپو ڪراچي، 1923ع. ص.16.

4 - گربخشاڻي، هوتچند مولچند، ڊاڪٽر، "نورجهان"، ورسٽي پبليڪيشن. سنڌي شعبو ڪراچي، 1971ع، ص-45-

5 - ساڳيو حوالو ص.66

# منگھا رام ملڪاڻيءَ جي ”نثر جي تاريخ“ ۾ تحقيقي جائزو

منگھا رام ملڪاڻيءَ جو نالو سنڌي علم وادب ۾ عزت ۽ احترام سان ورتو وڃي ٿو. هن عالم جو سنڌي ادب تي وڏو احسان آهي جو هن ”سنڌي نثر جي تاريخ“ جوڙي ورهاڱي کان اڳ جي نثري احوال کي هميشه لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيو. منگھا رام ملڪاڻيءَ جو جنم 14 ڊسمبر 1896ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. سندس والد اُڌارام شيوڪرام ملڪاڻي عامل خاندان جو هڪ مشهور زميندار هو. سندن آکھ روشن خيال هئڻ سبب هن خاندان جي نياڻين ان دور ۾ تعليم حاصل ڪئي، جڏهن عورتن جو لکڻ پڙهڻ اجان عام نه هو. مشهور ليکڪا ريتا شهاڻي سندن ڀائيٽي آهي. ملڪاڻي صاحب ناٽڪ نويس، مترجم، مضمون نگار، نقاد ۽ ادبي مورخ طور پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ علمي طور محنتي شاگرد هو ته ڊي جي ڪاليج ۾ استاد ٿيڻ بعد ته سنڌي ٻولي ۽ ادب مضمون طور پڙهائڻ سان سندن وڏي دلچسپيءَ جو باعث بڻيا ۽ پوءِ حياتي انهيءَ کي ارپي ڇڏيائين. 84 سالن جي عمر ۾ 1 ڊسمبر 1980ع ۾ وفات ڪيائين. سندن ڇپيل ڪتابن جو تعداد 25 ٽائين آهي. جن ۾ ناٽڪن جو ڳاٽيتو وڏيڪ آهي. هن سنڌي ناٽڪ کي جديد حقيقت نگاريءَ سان روشناس ڪرايو نظماڻو نثر پڻ لکيائين ته يادگيرين تي مشتمل ڪتاب ۽ سفرنامو پڻ لکيائين ڪين نثر سان گهڻي دلچسپي هئي. انهي ڪري گهڻو نثر جي باري ۾ ڏار ڏار صنفن تي ڪيترائي تنقيدي ليک لکيائين جيڪي مختلف اهم اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيا. سندن ڇپيل ڪتابن ۾ ”گم ٿيل صندوقڙي“ 1924) ”قسمت“ (1926) ”ايڪتا جو آلاپ“(ناٽڪ 1929) ”ڪن جي خطا“(1930) ”انار ڪلي“(ناٽڪ 1930)”پنج ننڍڙا ناٽڪ“(1937) ”پنگتي پردا“(ناٽڪ 1938) ”پريت جا گيت“ (ترجمو 1940) ”گيتانجلي“(ترجمو 1942) ”ادبي اصول“(1950) ”جيون ڇهڇنا“(ناٽڪ 1962) ”پاپ ڪين پڄ“(ناٽڪ 1957) ”پڇمي ياترا“(سفرنامو آمريڪا جو) (1963) ”ڪٿ ڪٻيتا پيا تمڪن“.(ناٽڪ 1967) ”سنڌي نثر جي تاريخ“(1968) ”جوانيءَ جا جذبا، پيري جون يادون“(نظماڻو نثر 1975) ”آخري پيت“(ناٽڪ.

1975) "سمنڊ جي گجگوڙ"(ناٽڪ. 1975) "ساهتڪارن جون سمرتيون"(يادگيريون. 1979) "ڀارت ۾ سنڌي ساهت جو مختصر جائزو"(1980) "ڀارت ۾ ساهت جي سمالوچنا"(1982) ۽ ٻيا آهن.

ملڪاڻي صاحب جي ڪتابن ۾ گهڻي ڀاڱي جي ناٽڪ آهن. سي اسٽيج تي پڻ پيش ٿيا آهن. سنڌن چيپيل ناٽڪن مان سنڌ ۾ موجودگهٽ آهن ۽ موجوده وقت ڇپيل ناٽڪن جو لاڙو بہ گهٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيڪو يقينن ناٽڪ جي اوسر لاءِ هاڃيڪار آهي. ملڪاڻي صاحب جو ڪتاب"ادبي اصول" جو تنقيد نگاريءَ تي آهي، ڪافي مقبول ٿيو. هن ڪتاب ۾ نثر، نظم، ناول، ناٽڪ، مضمون ۽ تنقيد جي باري ۾ فني اصول حاٺايا ويا آهن. تہ نثر ۽ نظم جي سڀني صنفن جو مختصر تاريخي جائزو پڻ ڏنل آهي. هي ڪتاب ادبي ۽ علمي حلقن ڪان سواءِ شاگردن ۽ استادن لاءِ پڻ مفيد رهيو ۽ نصاب جو حصو رهيو آهي.

منگها رام ملڪاڻي صاحب"سنڌي نثر جي تاريخ" ڪتاب 28 مئي 1961ع تي لکي پورو ڪيو پر ڪجھ سببن جي ڪري اهو ڇپجي نہ سگهيو ۽ 1968ع ۾ شايع ٿيو. ستن فصلن ۽ 346 صفحن تي مبني هن ڪتاب ۾ سنڌي نثر جي باري ۾ ڪارائتو احوال آهي. هن تاريخ جي ارپنا هُن پنهنجي استاد لعل چند امر ڏنو مل جي نالي ڪئي آهي. ڪتاب جي پهرين فصل ۾ سنڌي ٻولي ۽ آئيوينا، اوائلي نثر، سنڌي نثر جو پهريون ڪتاب، نئين عربي آئيوينا جا موضوع آهن. ٻئي فصل ۾ ڪهاڻي نويسيءَ جي اوسر، وندرڻ سکيا واربن آکاڻين جو دور، تاريخي ۽ سماجي آکاڻين جو دور، ديسي آکاڻين جا ترجما، ماهوار رسالن جو دور، جديد حقيقت نگاريءَ وارين ڪهاڻين جو دور، فصل ٽيون، ناول نويسيءَ جي اوسر، اوائلي ترجمو ڪيل ناول، اوائلي خود ساختہ ناول، ازغيبي ۽ ڪرامتي قصا، هندوستاني شاهڪارن جا ترجما، ماهوار رسالن جو دور، ترجمو ڪيل ناول، سنڌ ۾ آخري خود ساختہ ناول فصل چوٿون، ناٽڪ نويسيءَ جي اوسر، اوائلي سنڌي ناٽڪ، پهرين سنڌ ڪاليج منڊلي، سنسڪرت کان ڏرمي ناٽڪ، شيڪسپيئر کان رومانوي ناٽڪ، سيرت جو فلسفو ٻيون جهونيون ناٽڪ منڊليون، لوڪ ڪهاڻين تي ٻڌل ناٽڪ ۽ ٻيا موضوع ڏنل آهن. فصل پنجون، نئي ناٽڪي اوسر ۽ حقيقت نگاريءَ واري دور جو بيان آهي. فصل ڇهون مضمون نويسي جي اوسر، ڏرمي، اخلاقي ۽ پنگتي مضمونن جا

ڪتاب، داخلي ۽ شخصي مضمونن جا ڪتاب، خارجي يا شخصي مضمونن جا ڪتاب ۽ ٻيا موضوع آهن. فصل ستون، تنقيد جي اوسر، سنڌي تنقيد جي ڪماليت، دائود پوٽي جي شاھ ڪريم جي رسالي تي مباحثو سندس ابياتِ سنڌي تي مباحثو سنڌي نثر ۽ نظم تي تنقيدي ڪتاب، ادبي تاريخ تي مضمون ۽ ڪتابن جو جائزو ڏنل آهي.

ملڪاڻي صاحب جي هيءَ نثر جي تاريخ فقط ۽ فقط 1947ع کان اڳ جي احوال، تي آڌاريل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ 346 صفحي تي لکيو اٿن تہ:"اتي ورهاڱي تائين سنڌي نثر جي تاريخ ختم ٿي ٿيئي". 1966ع ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا جي "نثر جي تاريخ " شايع ٿي هئي. ٻنهي تاريخن ۾ سنڌي نثر جي باري ۾ ڪارائتو احوال ڏنل آهي. ملڪاڻي صاحب موجب تہ ڪانئن اڳ 1937ع ۾"سنڌ جي ادبي تاريخ" خان بهادر محمد صديق ميمڻ جي شايع ٿيل هئي تہ لطف الله بدويءَ جو "تذڪره لطفي" بہ 1943ع ۾ نڪري چڪو هو جنهن ۾ سنڌي شاعريءَ جو جهجهو احوال آهي. ڪين خيال ٿيو تہ ڇو نہ فقط سنڌي نثر جي تاريخ جوڙيان اهو سوچي هن ڪم جي شروعات ڪيائون. اڳيان اهو بہ لکيو اٿن تہ:

"هاڻي هي ڪتاب سربستو ختم نہ پر اڻ پورو سمجهڻ گهرجي ڇو جو مان ڄاڻان ٿو تہ منجهس ڪيترا خال هوندا جي اڻ پريل رهجي ويا آهن. آخر هڪڙي ماڻهوءَ لاءِ ههڙي اٿاھ موضوع سان پورو انصاف ڪرڻ ناممڪن آهي. وري بہ شڪر جو ايترو ذخيرو ڪٺو ٿي پيو آهي جو فخر پيو ٿيئي تہ سنڌي نثر هرو ڀرو اهڙو مسڪين ڪونهي جهڙو سمجهندا هئاسون." (1)

تجزيي ڪرڻ سان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب ۽ ملڪاڻي منگها رام صاحب جن جون نثر جون تاريخون تقريبن هڪ ئي ڏهاڪي ۾ لکيون ويون يعني 1961ع کان 68ع تائين انهيءَ کان اڳ ڪابہ تاريخ خاص نثر جي احوال تي آڌاريل نہ هئي. گهڻو پوءِ يعني 35 سالن کان پوءِ 2006ع ۾ منهنجو ڪتاب، "سنڌي نثر جي صنفن جو اڀياس" آيو. جنهن کي ڊاڪٽر الانا صاحب، سنڌي نثر جي تاريخ جو تسلسل شمار ڪيو. (ڏسو سنڌي نثر جي صنفن جو اڀياس: مهاڳ، ڊاڪٽر غلام علي الانا)

ملڪاڻي صاحب جي هن تاريخ ۾ آيل احوال، سلسليوار هوندي بہ سمجهڻ ۾ ڪافي مشڪلات پڻ درپيش اچي ٿي. نثر جي احوال ۾ لوڪ

قصن ۽ ڪهاڻين جو ذڪر ڪانهي. ڪيترن ڪتابن کي مضمون نويسيءَ جو شمار ڪيو ويو آهي جڏهن تہ اهي مختلف موضوعن تي آهن. جيئن سير ۽ سفر جا ڪتاب يا تاريخي ڪتاب آهن. هن تاريخ ۾ مواد گهاٽو ۽ جهجهو آهي. جملن جو گهاڙيٽو لاڳاپي وارو پر ڊگهو جملو هئڻ سبب سمجهڻ ۾ ڪي قدر مشڪل بہ اچي ٿي. ڊاڪٽر فهميده حسين هن نثر جي تاريخ تي رايو ڏيندي لکيو آهي تہ:

”ملڪاڻي صاحب جن نثر جي مختلف صنفن جي نہ فقط تاريخ جوڙي آهي بلڪ انهن جي حوالي سان پنهنجي پنهنجي دور جي اهم ليکڪن ۽ انهن جي لکڻين تي باقاعده تنقيدي رايا ڏنا آهن. نہ صرف ايترو پر مختلف فني گهرجن تي بہ ٿوري گهڻي روشني وڌي آهي تہ جيئن تنقيد ڪرڻ وارن لاءِ اڳيان بنيادي نڪتا هجن“.(2)

مجموعي طور ملڪاڻي صاحب جي، سنڌي نثر جي تاريخ، هڪ اهم ڪتاب آهي. اوائيلي دور جي هندو لوڪن جي تصنيفات جو جائزو جيترو ملڪاڻي صاحب سنو پيش ڪيو آهي. ايترو اڄ تائين ڪنهن نہ ڪيو. ممڪن آهي جيڪڏهن هي صاحب تڪليف وٺي اوائلي معلومات نہ ڏئي ها تہ اڄ شايد ادبي تاريخن ۾ اڳيان هلي اها ڪمي هميشہ لاءِ رهجي وڃي ها. انهيءَ لحاظ کان سندن هيءَ محنت جس لهڻي. هيءُ ڪتاب تحقيق ڪندڙن ۽ عالمن ڏي گهڻو ڪارائتو آهي. شاگردن لاءِ ڪجهہ قدر دقيق بہ شمار ڪري سگهجي ٿو. نثر جي هن تاريخ جي ترتيب وڻندڙ آهي. نثر جي اهم صنفن کي جيڪي 1947ع تائين عروج ماڻي چڪيون هيون تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي. موجود احوال ورهاڱي تائين آهي. هن ڪتاب تي کين آڪادمي ايوارڊ مليو. منگهارام ملڪاڻي صاحب کي مغربي ۽ مشرقي ادب ۽ ادبي لاڙن جي پروڙ هئي. سندس تنقيدي معيار اوچو هو. هن سنڌي ادب ۾ تنقيد جو حق ادا ڪيو.

**حوالا:**


1. ملڪاڻي منگهارام، ”سنڌي نثر جي تاريخ“، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1993ع. ص-16
2. فهميدہ حسين، ڊاڪٽر، ”ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ“، سنڌ ادبي اڪيڊمي، 1997ع، ص-153

# مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ

مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جو نالو جديد شاعريءَ ۾ اهم آهي. بزم طالب المولىٰ جو بنياد وجهندڙ مشهور و معروف عوامي شخصيت. قومي، ادبي، تعليمي، ثقافتي، سماجي ۽ سياسي خدمتن جي سرواڻ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ نوح سروري سلسلي جي سجاده نشين جو جنم 4 آڪٽوبر 1919ع تي هالا نوان ۾ مخدوم محمد صديقيءَ جي گهر ۾ ٿيو.
سنڌ جي هيءَ شهرت آفاق شخصيت ادبي ميدان ۾ اعلىٰ پايي جي شاعر جي حيثيت سان سڃاتي وڃي ٿي. سندن چند ڪتاب سنڌي نثر ۾ آهن جيڪي پڻ اهميت جا حامل آهن. ڪل تصنيفات تقريباً ٻاويهہ کن آهن جن ۾ شاعريءَ جي ڪتابن جو انگ زياده آهي ڪين سندن سماجي، ادبي ۽ ملڪي خدمت جي مڃتا طور ڪيترن ئي اعزازن سان نوازيو ويو آهي جن ۾ "تمغئہ پاڪستان" "لطيف ايوارڊ" ۽ "هلال امتياز" اهم آهن پاڻ ٻہ دفعا سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ ٽي دفعا قومي اسيمبليءَ جو ميمبر مقرر ٿيو سندن خاندان سياسي طور سنڌ ۾ سرگرم عمل آهي. طالب المولىٰ صاحب سنڌ جي علم و ادب جي ترقيءَ لاءِ ڪيتريون ئي ڪوششون عمل ۾ آنديون هالا ۾ پريس قائم ڪيائون جنهن مان اشاعتي ڪم عمل ۾ آيو پاڻ سنڌي ادبي بورڊ جو پهرين ميمبر پوءِ چيئرمين چونڊيو ويو انهيءَ حيثيت سان خاص سنڌي ادب جي خدمت ڪيائين مشاعرا منعقد ڪرائڻ شاعرن ۽ اديبن جي مدد ڪرڻ سندن ادبي خدمتن ۾ اهميت رکي ٿو. ڪين سنڌي شاعري ۽ راڳ سان گهڻي دلچسپي هئي. پنهنجو شاعريءَ ۾ تخلص-"طالب" اختيار ڪيائين.
طالب المولىٰ جي ڪتابن ۾ "مصريءَ جون تڙون"، "ڪافي"، "سماع العاشقين في سرور الطالبين"، "يا درفتگان"، "مثنوي عقل و عشق"، "خود شناسي"، "بهار طالب"، "رباعيات طالب"، "امام غزاليءَ جا خط"، "ڪچڪول"، "سنڌ جو شڪار"، "ڇپر ۾ ڇڙيون"، "آءُ ڪانگا ڪر ڳالهہ" "اسلامي تصوف"، "مضامين طالب المولىٰ"، "ڪوڙ ۽ سچ"، "تنڪرات"،

“اشارات شاهہ”, “عجيب لغت سنڌي”, “سنڌ جو سانوڻ”, “بي پير اکيون”, ۽ بيا ڪتاب شامل آهن.

طالب المولىٰ جي گهڻي شاعري ناصحانہ ۽ نيڪيءَ ڏي سڏيندڙ آهي, هن بيت جي صنف ۾ ٻن سٽن کان 16 سٽن تائين جا ڊگها بيت بہ چيا آهن جن جا موضوع رب ڏي راغب ڪندڙ آهن هن الاهي محبت ۾ سرشار شاعريءَ ۾ قرآني آيتون ۽ حديثون پڻ شامل آهن, فرمائين ٿا تہ,

**ٿو چمان پنهنجا پير, جو وني تو وٽ آيا,**
**طالب مولا تي ڪيئون, پلائيءَ جا پير,**
**اوير ۽ سوير قدمن تان قربان ٿيان.**

شاعريءَ ۾ ڪافيءَ جي صنف ڪي هن گهڻو اڳيان آندو بلڪ ويهين صديءَ جو وڏو ڪافي گو شاعر شمار ٿيئي ٿو.

شاعريءَ جي نج صنف ڪي هن ٻيهر جياريو مخدوم صاحب جون لکيل ڪافيون ٻولي, گهاڙيٽي ۽ عام فهم هئڻ سبب گهڻيون مقبول ٿيون. مخدوم صاحب جي ڪافين ۾ سوزوگداز جو اڻ کٽ خزانو آهي, سندس ڪلام محبت ۽ مجاز جو هڪ جيرو جاڳندو مثال آهي, غزل ۾ محبت جي مام کي پنهنجي مخصوص انداز ۽ نرم لب ولهجي ۾ لکائين ٿا اهڙيءَ طرح سندن رباعين ۽ ٻين صنفن ۾ بہ فڪري گهرائي ملي ٿي”.(1)

سندس لکيل رباعين مان هڪ نمونو هن ريت آهي,

**گرگن کي زماني ۾ نگهبان ٿا چون,**
**چورن کي ڏسي واسي مهمان ٿا چون,**
**ڪم جن جو شب وروز ٿيو آدم خوري,**
**هن دور ۾ سڀ تن کي ئي انسان ٿا چون.**

هن دور جي ڏيکاءُ ۽ مطلب واري سياست کان هيءُ دور انديش سياستدان شاعر هن ريت پَلي ٿو.

**اڄ ڪنهن ۾ نہ ڪائي فراست آهي,**
**ذهنن ۾ نزاڪت نہ نفاست آهي,**

هن دور جي بيڪار سياست آهي،
طاقت جي مقدر ۾ حراست آهي.

مخدوم صاحب اهلِ علم، اهلِ ادب، موسيقيءَ جو پارکو ۽ اعليٰ درجي جو شاعر هو. هن لوڪ ادب کي سنوارڻ ۽ سينگارڻ ۾ اهم ڪم ڪيو. ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيائين نثر جي ميدان ۾ سندن تحريرون وڏي ڄاڻ مهيا ڪن ٿيون موسيقيءَ ۽ راڳ کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ لاءِ "راڳ ڪانفرنس" ۽ "سنڌ سگهڙ ڪانفرنس" منعقد ڪرايائين. خادم حسين چانڊيو سندن علمي، ادبي، سياسي، سماجي ۽ مذهبي خدمتن جي حوالي سان لکي ٿو ته.
"ادبي دنيا ۾ مخدوم صاحب علم ۽ ادب جا واهڙ وهائي ڇڏيا هو عوامي شاعر هو. پنهنجي وسيع ذات ۾ هڪ ادارو هو سندن سياسي، سماجي ۽ ثقافتي ميدان ۾ سرانجام ڏنل خدمتن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي، لاکيٽي لطيف جي ميلي جي موقعي تي ٿيندڙ ادبي ۽ ثقافتي محفلون هجن، يا ون يونٽ تحريڪ هجي، سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ لاءِ هلايل مهم يا ايم آر ڊي تحريڪ هجي، مخدوم صاحب جن جي هڙان توڙي وڙان هر سطح تي هر هنڌ ڀرپور شرڪت رهي آهي، هو پاڻ هڪ شعر ۾ چوي ٿو ته.

**اگر خدمت ڪرڻ جي ناهه طاقت طالب الموليٰ،**
**ته پوءِ مخدومي دنيا ۾ وڏو منصب ته ڪونهي.**

مخدوم صاحب جي محفلن مان ڪيترن ئي شاعرن، اديبن ۽ فن ڪارن ڀنفن حاصل ڪيو سندس ادب پروري ۽ ادب نوازي جو ڪو مثال نٿو ملي".
(2)
ڪين سنڌي ادب جي قادر الڪلام شاعر هئڻ جو اعزاز حاصل آهي، شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿن.
"مخدوم صاحب جا غزل منفرد ته ڪافيون ۽ بيت جدت آميز آهن، سندس شاعريءَ ۾ جمال جلوو پوري آب تاب سان نظر اچي ٿو سندس شاعريءَ جي خاص خوبي هيءَ آهي ته ان ۾ داخليت جو عنصر وڌيڪ آهي". (3)

مخدوم صاحب جو لکيل نثر روان، علمي ۽ ادبي آهي جن ۾ "درناياب عرف يادرفتگان" ڪتاب جي خاص اهميت آهي ان کان سواءِ لغات سنڌي مخففات، پڻ تمام ڪمائتو ڪتاب آهي لسانيات ۽ گرامر جي لحاظ کان هن جي نثر توڙي نظم ۾ انيڪ خوبيون آهن سندس ڪتاب سنڌي ادب جو اهم اثاثو آهن. 11 جنوري 1993ع تي سندن وفات دل جي تڪليف سبب ٿي. ڪين هالن ۾ پنهنجي مرشد مخدوم نوح فقير جي پير ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. طالب المولىٰ هڪ نرم خو وضعدار مهربان ۽ سٻاجهي شخصيت جو مالڪ هو اهو ئي سبب آهي جو هن جو ڪلام هن جي خيالن ۽ سوچن جي ترجماني آهي.

**رُڳو ڪعبي جي اڳيان، جي سڪٽا سِرَ جُهڪن،**
**۽ هلي احرام اُجرا، ٻيٽا ڪٽي ٻڌجن،**
**نيت نيڪ نہ آهي جي، ۽ نمازون پڙهجن،**
**چمجي چانئٽ رسول جي، روزا پڻ رکجن،**
**تہ بہ مولا محبوب ٿئي، دائم دليون ڏسن،**
**قلب جڏهن ٿو قلب ٿئي، تہ دهرا دان ملن،**
**طالب مولا طلب سان، محبت رکبي من،**
**حَجَ هزار ڪجن، تہ بہ در جا آهن دلين تي.**

**حوالا:**


(1) جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، 1994ع، ص- 227.
(2) چانڊيو خادم حسين، "مارو جي ملير جا"، گنج بخش ڪتاب گهر، 2001ع، ص- 351.
(3) مير چانڊيو "سنڌي ادب ۽ ان جي صنفن تي هڪ نظر"، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2007ع، ص- 72.

# مخدوم محمد امين فهيم "پيغام" هڪ جائزو

محمد امين مخدوم آگسٽ 1939ع جي 4 تاريخ بمطابق 17 جمادالثاني 1358هه بروز جمعته المبارڪ تي مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ جي گهر ۾ جنم ورتو. سندن نالو "محمد امين" رکيو ويو. ڪانئن اڳ سندس همنام سروري خاندان ۾ ٽي سجاده نشين ٿي گذريا آهن. خاندان جي اهم بزرگن جي نالن جي سبب کين "ڏاڏا سائين" به چوندا هئا. سندن والد محترم هڪ اعليٰ پايي جي شخصيت طور سڃاتا وڃن ٿا. جن کي، "تمغه پاڪستان، "هلال امتياز"، لطيف ايوارڊ ۽ ٻيا ڪئين ايوارڊ مليل هئا ته سنڌ جي هڪ اعليٰ پايي جي شاعر، سياستدان ۽ نوح سروري سلسلي جي (16) سجاده نشين طور مشهور هيا. سنڌي ادب ۾ سائين طالب الموليٰ جون وڏيون خدمتون آهن. سندن 22 ڪتاب ڇپيل موجود آهن جن ۾ شاعريءَ جي ڪتابن جو انگ وڏو آهي. طالب الموليٰ جي گهڻي شاعري ناصحانه ۽ نيڪيءَ ڏي سڏيندڙ آهي ۽ پنهنجي گهر جو ماحول پڻ نيڪيءَ جي پرچاريءَ جو رکيائون. هر هڪ جي ڪم ايندڙ ۽ هڏ ڏوکي، لالچ کان پري رهندڙ هئا. تڏهن ته چيائون ته:

**اگر خدمت ڪرڻ جي ناهِ طاقت طالب الموليٰ،**
**ته پوءِ مخدومي دنيا ۾ وڏو منصب ته ڪونهي.**

سو پنهنجي آُل و عيال کي پڻ عام جي خدمت جي تلقين ڪيائين. مخدوم طالب الموليٰ پنهنجي هن موييءَ پٽ کي گهڻو پائيندو هو ۽ هن جي تربيت ۽ تعليم تي سندن خاص نظر رهي. مخدوم امين کي شاعريءَ جو شوق پڻ پنهنجي والد جي شوق ۽ ماحول کي ڏسي ٿيو. سندس ڀين ڀائرن مخدوم خليق الزمان خليق، مخدوم ڊاڪٽر رفيق الزمان، مخدوم شفيق الزمان، مخدوم سعيدالزمان ۽ مخدوم نويدالزمان مان مخدوم خليق ۽ مخدوم سعيدالزمان شاعر آهن. خود امين فهيم جي ستن پٽن ۾ مخدوم جميل الزمان، "جميل"، مخدوم شڪيل الزمان، مخدوم عقيل الزمان، مخدوم نجيب

الزمان، مخدوم فضل الزمان، مخدوم خليل الزمان، مخدوم ابو محمد سنڌ يار ۽ مخدوم جميل الزمان پنهنجي ڏاڏي طالب المولىٰ جيان پختو شاعر ۽ صاحبِ ديوان شاعر آهي. مخدوم جميل جا ٽي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن جن ۾ "ملاقات" "اتر لڳاءُ آءُ پرين" "محبت پائي من ۾" (ديوانِ جميل) پوين ٻن ڪتابن جا عنوان شاهه لطيف جي شاعريءَ مان سرجيل آهن.

مخدوم امين فهيم جو نالو سنڌ جي سياسي ۽ ادبي ميدان ۾ اهميت جوڳو آهي. 14 اپريل 2016ع جي روزاني عبرت، ۾ محمد حيات بلوچ لکيو آهي ته:

"مخدوم خاندان پ پ ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ مسلم ليگ سان واڳيل هو. جڏهن شهيد ذوالفقار علي ڀٽو نئين پيپلز پارٽيءَ جو بنياد وڌو ته خاص ڪري نوجوان طبقو سندن مقناطيسي شخصيت کان متاثر ٿي وڏ ۾ وڏ پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لڳو. سروري جماعت جو ولي عهد مخدوم امين فهيم ان وقت ڦوهه جوانيءَ ۾ هو. سندس لاڙو به نئين پارٽيءَ ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ ائين پنهنجي موڀي پٽ جي راءِ جو احترام ڪندي مخدوم طالب المولىٰ پ پ ۾ شموليت اختيار ڪئي".

۽ اڳيان هلي پوءِ مخدوم خاندان پيپلز پارٽيءَ سان هر وقت نڀايو توڙي جي کين ڪي شڪايتون به رهيون پر هو خانداني طور وضعدار، بااصول، سنجيده ۽ باوقار رهيا آهن. امين فهيم جو شمار پاڪستان جي هردلعزيز سياستدانن ۾ ٿئي ٿو. 1989ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجڻ کان پوءِ مختلف کاتن جو مرڪزي وزير ٿي رهيو. سندن سياسي ڪردار بي لوث ۽ بي داغ رهيو. سندس فهم ۽ فراست اعلىٰ درجي جي هئي. هو ڏکين حالتن ۾ پڻ پنهنجي پارٽيءَ سان سچو رهيو. کيس پوري پاڪستان ۾ پنهنجي خلوص، نيڪ نيتي ۽ هردلعزيزيءَ باعث مقبوليت رهي. سنڌ جي ادبي وايو منڊل ۾ سندن سڃاڻپ هڪ سٺي شاعر طور آهي. 1953ع کان شاعري ڪرڻ جي شروعات ڪيائين. جيئن ته سندن والد هڪ اعلىٰ پايي جو شاعر هو ۽ هالا شهر ۾ علمي ۽ ادبي محفلون ۽ مشاعرا ٿيندا هئا جن ۾ هو حصو وٺندو رهيو هو. سروري اسلاميه ڪاليج هالا جنهن مان مخدوم امين فهيم گريجوئيشن ڪئي هئي. مان سروري مئگزين

باقاعدگيءَ سان نڪرندو هو ۽ ٻيا بہ ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون هيون جيڪي هالا ۽ حيدرآباد مان نڪرنديون هيون جن جو هن جي شاعريءَ تي اثر رهيو ۽ ان کان سواءِ پڻ انجمن علم وادب هالا، بزم طالب المولىٰ، بزم سروري، بزم رفيق، بزم فردوس، جي طرفان مشاعرا ۽ محفلون ٿينديون هيون. جن ۾ سنڌ جا چوٽيءَ جا شاعر پنهنجو ڪلام ٻڌائيندا هئا. انهيءَ ئي دور ۾ امين فهيم شاعري شروع ڪئي. پاڻ محبوب سروريءَ کي اصلاح لاءِ پنهنجو ڪلام ڏيکاريندو هو ۽ پوءِ پنهنجي والد کان اصلاح ورتائين شروع ۾ "امين" تخلص اختيار ڪيائين ۽ پوءِ مخدوم طالب المولىٰ جن کين "فهيم" تخلص عطا ڪيو.

مخدوم امين فهيم جي شاعريءَ جو هڪ مجموعو"پيغام" جي عنوان سان شايع ٿيل آهي جو سنڌي ادبي بورڊ، پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرز جي ساٿ سان 1990ع ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب جي شروع ۾ نعت ۽ پوءِ غزلون، قطعات، نظم، ڪافيون ۽ بيت آهن ۽ آخر ۾ متفرقات ۽ مناجات، مثنوي، نظم ۽ غزل ڏنل آهن. ڪتاب جو انڊيڪس ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو ترتيب ڏنل آهي. تحرير خاص ۾ مخدوم طالب المولىٰ لکيو آهي تہ "سروري خاندان ۾ ڪيترائي شاعر ٿي گذريا آهن پر امين فهيم پنهنجي هڪ جيڏن شاعرن ۾ سٺو شاعر آهي.سندس ڪلام ۾ جديد ۽ قديم شاعريءَ جو رنگ موجود آهي جو پڙهندڙن کي نهايت محفوظ ڪندو. پاڻ اڪثر غزل ئي لکيو اٿس ۽ بهترين لکيو اٿس.(ص_18)

هن ڪتاب ۾ محبوب سروريءَ مخدوم امين جي شاعريءَ جو تفصيلي فني جائزو ڏنو آهي. سندس موجب تہ هڪ باڪمال شاعر جي شاعريءَ ۾ جيڪي خوبيون هجڻ گهرجن، سي امين فهيم جي ڪلام ۾ موجود آهن. جن ۾ تشبيهہ، استعارہ، ڪنايہ، مجاز مرسل، تجنيس تام، تجنيس لاحق، تجنيس حرفي، صنعت موقوف، صنعت ايهام، صنعت تضاد، مراعات النظير، مبالغہ، صنعت تعجب، تجاهل عارفانہ ۽ ٻين خوبين مطابق سندس شاعري سِر جي آهي. پيغام ڪتاب ۾ ڪل 101 غزل، 25 قطعات، 5 نظم، 34 ڪافيون ۽ متفرقہ شاعري آهي. 23 نومبر 1954ع تي چيل نعت ۾

مخدوم امين صاحب هن ريت غمن ۾ ڏکن مان نڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي.

**"امين" مشڪل اچي ڪوئي تہ پڙهہ صلوات سيد تي،**
**غم واوندهہ مان تي ويندا بيڙا پار بسم الله .**
(ص_3)

اڳيان امت محمدي کي يقين جي قوت لاءِ چون ٿا تہ:

**مدد منهنجي"امين" آهي محمد ڄام سونهارو**
**نہ جنهن جو ڪو آهي همسر، انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي**
(ص.5)

مخدوم امين پنهنجي طبع ۾ حُسنِ خلق، انڪساري، رواداري ۽ خير خواهي جا جذبا رکندڙ هو. جنهن جو اثر سندن شاعريءَ تي آهي. جيئن هن ڪافيءَ ۾ چوي ٿو تہ.

**مان هيٺي، هو حاڪم، ڪا حجت ناهي،**
**سگهان ڪيئن ٿي ساجن اڳيان سينو ساهي،**
**ڪري قرب پنهنجو اچن اوشل طاري،**
**سڄڻ ساڻ هردم هٿن جوڙ آهي،**
**محبت مٺي محب لئي ڪوڙ آهي.**
**سندس وس ٿيس مان جياري جي ماري،**
(ص.214)

سندس شاعريءَ ۾ نيازمندي آهي تہ رنگيني ۽ دلڪشي پڻ. ڪٿي پاڻ زماني جي بي قدريءَ کان شڪوه ڪنان آهي تہ ساڳئي وقت قرب وارن وٽ سر قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

**بي قدر انسان کان پاسو ڪرڻ آهي چڱو**
**قرب وارن جي اڳيان سرڙو سٽڻ آهي چڱو**
**دل ڏيڻ توڙي وٺڻ مان ڇا ٿو حاصل ٿئي."امين"**
**هن جهان فاني جو لاڳاپو ڇنڻ آهي چڱو.**
(ص. 168)

”پيغام“ ڪتاب ۾ غزلن جو ڳاٽيتو جهجهو آهي جن مان ڳچ سندن شروع دور جي شاعريءَ جون آهن.

21 ڊسمبر 1957ع تي لکيل هڪ غزل جو مطلع ۽ مقطع هن ريت آهن

**يا مون کي علمبردار نہ ڪر، يا منهنجو ڪو خالي وار نہ ڪر**
**هي عرض آ توکي منهنجا خدا، ڪنهن غير اڳيان لاچار نہ ڪر.**
**هت چاجو فهيم اڄ فڪر ڪبو لاڳاپا ڇڏي تون ڪاهي پو**
**هن عشق جي دريا منجهہ گهڙي، ڪو عار نہ ڪر انڪار نہ ڪر.**
(ص.141)

مٿي شاعريءَ جا چند مثال ڏنا ويا آهن جن مان پڙهندڙن کي اها خبر ضرور پئي هوندي تہ مخدوم امين صاحب جي شاعريءَ ۾ ٻوليءَ جي پختگيءَ سان گڏ، موضوع ۽ مواد جي وسعت ۽ جذبن جي ڪيتري نہ بي ساختگي آهي. سادگي ۽ خيال جي اوچائي پڻ شامل آهي. هن ڪتاب جو مواد سندن ملازم مهر علي، تابع سروري مختلف اخبارن ۽ رسالنَ تان گڏ ڪري محفوظ ڪيو ۽ وڏي فرزند مخدوم جميل الزمان، شوق ۽ جذبي سان ترتيب ڏيئي شايع ڪرايو. اردو شاعري بہ ڪئي اٿن جيڪا سندن موجب جدا شايع ڪبي. هن همدرد ۽ پرخلوص شاعر علالت باعث وفات ڪئي. سندن علمي، ادبي، سياسي، سماجي ۽ ثقافتي خدمتون سنڌ واسين لاءِ وسارڻ جوڳيون نہ آهن.

# اڌ صديءَ کان مسلسل لکندڙ هڪ تاريخ ساز شخصيت
# ڊاڪٽر غلام علي الانا جون مقالاتي ادب ۾ خدمتون

سنڌي علم و ادب جو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌي ادب ۾ ڪجهہ اديب، شاعر، عالم ۽ محقق اهڙا رهيا آهن، جن پنهنجون سڄيون سڄيون حياتيون سنڌي ٻوليءَ ۽ علم و ادب جي خدمت ۾ صرف ڪيون آهن. سنڌن فن صدين جي عرصي تي محيط رهيو آهي. اهڙا ئي قلم جا سرواڻ سپاهي، قومن جو شان ۽ مان هوندا آهن. قومون پنهنجن عالمن، اديبن، شاعرن، مشاهيرن، محققن ۽ ڏاهن جي هنر ۽ حڪمت، علم ۽ فن سان **سجاتيون** ويندي آهن، جن جي علمي و ادبي، ديني، سماجي، سياسي ۽ فني **شعور سان** ايندڙ نسلن جا ذهن واسبا آهن.

**اهڙن** ئي عالمن ۽ سڄاڻن ۾ هڪ اهم نالو سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ "سنڌي ٻوليءَ جي فدائي" ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جو آهي. 15 مارچ 1930ع تي ڳوٺ ٽنڊ خواجہ تعلقي جاتيءَ ۽ ضلعي ٺٽي ۾ جنم وٺندڙ هي ٻار بظاهر هڪ عام ٻار هو پر پنهنجين خداداد صلاحيتن ۽ علمي ذوق و شوق سببان ڏيهہ ۽ پرڏيهہ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ علم و ادب جي حوالي سان هڪ وڏي وٿ قرار ڏنو ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۽ قديم توڙي جديد سنڌي ادب تي ٿيل سندن تحقيق وڏي ميڃتا ماڻي آهي. ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب ڪيترائي ڪتاب سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ علم و ادب، تهذيب ۽ تاريخ، ثقافت ۽ لسانيات جي موضوعن تي لکيا آهن. سندن لکڻ جو سفر مئٽرڪ ڪلاس ۾ لکيل ناول 'لاش' کان ٻہ جيڪڏهن ڪٿجي تہ ٻہ اهو سفر اڄ اڌ صديءَ کان مٿي عرصي تي محيط نظر ايندو جنهنجو تفصيل پڻ هن محدود مضمون ۾ انتهائي مشڪل آهي.

الانا! صاحب شروع واري دور ۾ ڪجهه شاعري بہ ڪئي ۽ افسانہ نگاري ۽ ناول نگاري کي بہ قلم جي گرفت ۾ آندو پر بنيادي طور سندن لاڙو نثر ڏانهن هو جيڪو بہ ترت ئي تحقيقي ميدان ڏانهن مُڙي ويو. سندن تحرير جو فن خاص طور تحقيق ۽ تنقيد، تاريخ ۽ تهذيب، ثقافت ۽ تعليم جي چاڻ جي گرد گهمي ٿو. الانا صاحب جي لکيل ۽ ڇپيل ڪتابن کان علاوه جيڪڏهن سندن تحريرن ۾ مضمونن، مقالن، مقدمن، مهاڳن ۽ تقريرن کي يڪجا ڪري ڇپايو وڃي تہ جيڪر ڪيترائي ڪتاب الاناصاحب جي تحريري فن جا مرقعا ٿي مرتب ٿي وڃن. پاڻ ڪيترن ئي ڪتابن جا تفصيلي مقدما ۽ مهاڳ بہ لکيا اٿن، انيڪ ادبي محفلن، ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ اعليٰ پايي جون، موضوعن کي چٽائيءَ ۽ سهڻائيءَ سان بيان ڪندڙ ادبي تقريرون ۽ مقالا پڻ پيش ڪيا اٿن، جن کي جمع ڪري ڇپائڻ سان هڪ وڏو املهہ علمي وادبي خزانو ميسر ٿي پوندو.

ڊاڪٽر صاحب جي لکيل مقالن ۽ ادب جي خدمتن جو تفصيل تمام ڊگهو آهي. سندس لکيل مضمونن ۽ مقالن مان سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختلف پهلوئن جي ڪارائتي ڄاڻ ملي ٿي. اهي علمي ليک، مشهور اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن، جن ۾ 'نئين زندگي'، سه ماهي مهراڻ'، 'سورٺ'، 'پرک'، 'سهڻي'، 'روح رهاڻ'، 'ڪلاچي'، 'سنڌي ادب'، 'ڪينجهر'، 'روزانہ هلال پاڪستان'، 'عبرت'، 'ڪاوش' ۽ ٻيون اخبارون ۽ رسالا شامل آهن. الانا صاحب جي شروعاتي دور جي چند مضمونن ۽ مقالن کي يڪجا ڪري گلشن پبليڪيشن جي مالڪ، گل شير بلوچ، الانا صاحب کان اجازت وٺي، پنهنجي ذاتي شوق سان شايع ڪيا آهن ۽ ڪتاب جو عنوان 'ڊاڪٽر غلام علي الانا جا چونڊ مضمون ۽ مقالا' رکيو اٿس. هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن هن وقت ختم ٿي ويل آهي ۽ عام دستياب نہ آهي. هيٺ الانا صاحب جي چند اهم مقالن ۽ مضمونن جو ذڪر ڪجي ٿو:

'سومرن جي دور ۾ سنڌي شاعري' (سہ ماهي مهراڻ، 1960ع)، 'سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جو اڀياس' (سوکڙي، 1964ع)، 'سنڌي آوازن جي تقسيم' (سنڌي ادبي سوسائٽي، ڪراچي يونيورسٽي، 1967ع)، 'سنڌي ٻوليءَ جو بڻ

بنياد' (سه ماهي مهراڻ، 1967ع) 'اسلام جي آمد کان اڳ سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت' (نئين زندگي، 1968ع)، 'لسانيات جو مقصد، مفهوم ۽ اهميت' (نئين زندگي، جولاءِ 1969ع)، 'سنڌي' (نئين زندگي، 1970ع)، 'پاڪستان ۾ قومي زبان جو مسئلو' (ماهوار سهڻي، 1971ع)، 'سنڌي افساني جي اوسر' (چونڊ سنڌي افسانا ڪتاب، 1974ع)، 'ڪڇ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ' (پرک، 1976ع)، 'سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد (سه ماهي مهراڻ، 1976ع)، 'ڀنڀور جا آثار'، 'سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جو مطالعو' (سه ماهي مهراڻ، 1983ع)، 'سنڌي صوتيات، لسانيات، گرامر ۽ لغت تي ٿيل تحقيق' (مهراڻ، اپريل، 1986ع)، 'انسان، زبان ۽ ثقافت' (نئين زندگي، فيبروري، 1988ع)، 'ٻولي ان جي ابتدا ۽ اوسر' (مهراڻ 1 ـ 1986ع)، 'سنڌي لوڪ ادب: سنڌي عوام جي سماجيات ۽ نفسيات جو مطالعو آهي' (مهراڻ، لوڪ ادب نمبر، 1991ع)، 'سنڌي ادب جا مسئلا ۽ ان جا حل' (مهراڻ، 1992ع)، 'سنڌي دوني وگيان جو اڀياس' (ڪينجهر 8ـ2002ع)، 'سر بلاول ۾ ڪم آندل ٻوليءَ جو اڀياس' (ڪينجهر 3، 2003ع)، 'جمال ابڙو: سنڌي سماج جو نمائنده ڪهاڻيڪار' (ڪينجهر، 2005ع)، 'امداد حسيني هڪ قدآور اديب' (ڪينجهر 10، 2004ع)، انهيءَ کان علاوه سندس ٻيا انيڪ مضمون ۽ مقالا جن ۾ خاص طور سوانحي احوال جيئن: 'شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ: سنڌي نثر جو باني' (مهراڻ نمبر)، 'نسيم کرل، هڪ ڪهاڻيڪار' (نسيم کرل وڏو ڪهاڻيڪار، مرتب تاج جويو) ۽ ٻيا بہ ڪيترائي مقالا ۽ مضمون آهن. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ ٻين ڪيترن عالمن، اديبن ۽ شاعرن جي ورسين تي سندس پڙهيل مقالا ۽ تقريرون ذڪر جوڳيون آهن.

ڊاڪٽر صاحب جي مقالن مان ڪجهہ حوالا پيش ڪجن ٿا. جيئن 'ٻوليءَ جي ابتدا ۽ اوسر' ۾ ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ ترويج لاءِ ڄاڻائين ٿا تہ: 'ٻولي انسان جو فطري ۽ قدرتي ورثو آهي، جيڪو انسانذات کي ابتدا کان عطا ٿيو آهي، ۽ جو بتدريج انسانذات سان گڏ آهستي آهستي ترقي ڪندو رهيو آهي'. (1)

’سُر بلاول ۾ ڪم آندل ٻوليءَ جو اڀياس‘ مقالو خاص طور لسانيات جي موضوع سان لاڳاپيل آهي ۽ شاهه جي ڪلام ۾ سُر بلاول جي ٻوليءَ جون لسانياتي خوبيون اپٽار ڪيون ويون آهن. الانا صاحب موجب: ”شاهه جي ڪلام جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ پٽائي، سنڌي صوتيات جي اڀياس ۾ وڏي سمجهہ ۽ سگهہ رکندو هو. شاهه جي رسالي ۾ ڪم آندل ٻوليءَ جي اڀياس مان حاصل ڪيل نتيجن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو تہ شاهہ صاحب پنهنجي دور جي مروج ٻوليءَ جي ويا ڪرڻ، اصولن، صوتي ، صوتيات، صرفي، نحوي، ساخت ۽ سٽاءُ کان سواءِ لفظي ۽ معنوي خوبين کان چڱيءَ طرح واقف هو. شاهه صاحب، علمِ صرف جي بہ ڄاڻ رکندو هو. هن ڪيترين ئي اڳياڙين ۽ پڇاڙين ملائڻ سان هزارين نوان مرتب لفظ ٺاهيا ۽ اهڙيءَ طرح لفظن مان مرڪب لفظ جوڙيا.“ (2)

هن مقالي ۾ شاهه صاحب جي ڪلام مان سُر بلاول ۾ استعمال ٿيل، مرڪب لفظ، مرتب لفظ، اسم فاعل، حالت جري، حالت اضافت، ضمير متصل جو استعمال، فعل جي حالت، زمان مضارع، ضميرن جو اڀياس، صوتياتي مطالعو سُر کي حذف ڪرڻ، ظرف جو استعمال، ڪڇي لهجي ۽ هندي ٻوليءَ جا ڪي لفظ اصطلاح، متضاد لفظن جو استعمال، عدد واحد ۽ عدد جمع جي صورتن جا مثال، ويا ڪرڻ جون انوکيون صورتون، ڪيڪار، يليڪار ۽ آجيان جا لفظ، لفظن تي تڪرار يعني دهرائڻ ۽ ٻتا لفظ ماضيءَ جي صورتن جا نوان مثال، مخفف صورتون ۽ متروڪ لفظن جو جائزو ڏنل آهن. الانا صاحب موجب: ”شاهه جي رسالي ۾ ويا ڪرڻ جا دلچسپ ۽ انوکا مثال موجود آهن. جن جي گهري مطالعي جي ضرورت آهي“. (3)

مقالي، ”انسان، زبان ۽ ثقافت“ ۾ ڊاڪٽر صاحب، موضوع کي واضح ڪندي لکن ٿا تہ :”سنڌي ثقافت جو مطالعو صرف آثار قديمہ جو مطالعو نہ آهي، يا صرف فن تعميرات، ڪئليگرافي، اجرڪ سازي، چُر، ڪاشيءَ ۽ جنڊيءَ جي ڪم جو اڀياس نہ آهي، پر سنڌي ثقافت جو مطالعو سنڌي زبان جو مطالعو آهي. سنڌ جي ثقافت سنڌي زبان جي مرهونِ منت آهي. سنڌي ثقافت جو مطالعو شاهه لطيف، سچل سرمست، سامي، شاهه عنايت، سانگي،

قليچ بيگ ۽ جديد علم ادب جو مطالعو آهي.“ (4)

”سنڌي لوڪ ادب، سنڌي عوام جي سماجيات ۽ نفسيات جو مطالعو آهي“، جي عنوان سان مقالي ۾ ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا تہ:”لوڪ ادب جو شاعر ۽ سُگهڙ پنهنجي سر زمين جي هر حصي، هر خطي، ۽ هر ماحول جو ترجمان هوندو آهي. هو عام فهم زبان ۽ ان زبان جي اصطلاحن ۽ پهاڪن کان سواءِ، پنهنجي ٺَر جي محاوري ۽ لغت ۾ مهارت رکندو آهي سنڌي لوڪ ادب، سنڌي عوام جي تهذيب، تمدن، ريتن رسمن ۽ ثقافت جو دفتر آهي. هن ۾ عوام الناس کي خطاب ڪيل هوندو آهي. عوامي زندگي، عام ماڻهن سان روزانہ واسطو رکندڙ جاندارن ۽ شين سان گڏ عوام جي زندگيءَ جا ذريعا ڏنڏا، هنر، رسمون ۽ رواج هن ادب جا ئي عنوان آهن“. (5)

سنڌي افساني جي اوسر، مقالي ۾ سنڌي افسانوي ادب کي مختلف دورن ۾ ورهائي، افسانوي ادب جو تجزيو ڪيو ويو آهي ۽ مشهور افسانہ نگارن: شيخ اياز جمال ابڙي، اياز قادريءَ، غلام رباني آگري، امر جليل، نسيم کرل ۽ آغا سليم جي فن جو جائزو ڏنل آهي. 1974ع جي هن مقالي ۾ سنڌي افساني جي اهميت ۽ ان ۾ ايندڙ تبديلين کي الانا صاحب هن ريت بيان ڪيو آهي:”ماحول ۽ سماج جي تبديلين جو اثر، سنڌي ادب جي ٻين صنفن سان گڏ سنڌي افساني تي بہ ٿيندو رهيو آهي. سنڌ جي جديد افساني ۾ زندگيءَ جي ٻين مسئلن سان گڏ بين الاقوامي مسئلن تي بہ لکيو ويو آهي انهي ڪري اڄ سنڌي افسانو انگريزي، جرمن، روسي ۽ ٻين ترقي يافتہ ٻولين جي افسانن سان ٽڪر کائي سگهجي ٿو. سنڌ جي جديد افساني جي ڪاميابيءَ جو وڏي ۾ وڏو ثبوت هي آهي تہ انهيءَ مان ڪي چونڊ افسانا انگريزي، جرمن ۽ روسيءَ ۾ ترجمو ٿيا آهن.“ (6)

”سنڌي ادب جا مسئلا ۽ ان جو حل“، ڊاڪٽرصاحب جو سنڌ ثقافت ڊپارٽمينٽ طرفان سڏايل ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالو آهي. ويهن صفحن جو هيءُ طويل مقالو تمام وڏي پيماني تي سنڌي ادب ۽ اديبن جي مسئلن کي بيان ڪري ٿو ڊاڪٽر صاحب موجب : ”سنڌي ٻوليءَ جا مسئلا، سنڌي اديبن جا مسئلا، سنڌي سماج جا مسئلا ۽ سنڌي ادب جا مسئلا چاراهم نڪتا

آهن. ڪنهن بہ ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ ترويج لاءِ ٻوليءَ جي رٿابنديءَ وارو قدم دنيا جي هر ملڪ ۾ اهم سمجهيو ويندو آهي." هن مقالي ۾ سنڌي ٻولي ۽ اديبن جي مسئلن کي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي ۽ ڪارائيتيون صلاحون ڏنيون ويون آهن.ادب جي فروغ لاءِ اديبن,اشاعتي ادارن,عوام ۽حڪومت جي باهمي تعاون جي اهميت کي زور وٺائڻ جون صلاحون پيش ڪيل آهن.لکن ٿا تہ: "سنڌ,سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي سڃاڻپ انهيءَ ۾ آهي تہ اديب ۽ ادبي ادارا استحصال، خودغرضي، منافقت ۽ گروهہ بنديءَ واري پاليسيءَ کان پاسو ڪن." (7)

"سنڌي ڏوني وگيان جو اڀياس" مقالي ۾ الانا صاحب, ڊاڪٽر مُرليڌر جيٽلي جي ڪتاب" سنڌي ڌُوني وگيان جي اڀياس" جو تنقيدي جائزو پيش ڪيو آهي هن ڪتاب جي هر هڪ باب جو تفصيلي جائزو هن مقالي ۾ ڏنل آهي. الانا صاحب لسانيات جي موضوع تي لکيل سندن ذاتي ڪتابن, "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس" ۽ 'سنڌي صوتيات' سان گڏ پروفيسر علي نواز جتوئي جي ڪتاب "علم لسان ۽ سنڌي زبان" ۽ ٻين حوالن سان هن ڪتاب تي اصلاحي تنقيدي تعريف ڪئي آهي. باوجود ڪجھ علمي اختلافن جي (جن جا الانا صاحب وزنائتا دليل ڏنل آهي) هن ڪتاب کي گهڻو ساراهيو پڻ آهي. لکن ٿا تہ: "ڊاڪٽر جيٽلي صاحب جو هيءَ ڪتاب گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ سنڌي زبان جي ڌار ڌار پهلوئن جي گهري مطالعي ۽ ڀاشا وگيان جي اصولن کي آڏو رکي لکيو ويو آهي. منهنجي ايماندارانہ راءِ آهي تہ جيٽلي صاحب هي ڪتاب لکي، سنڌي ڀاشا وگيانن جي وڏي خدمت ڪئي آهي.هن ڪتاب ۾ ڪيل محنت تي آءٌ ڊاڪٽر جيٽلي صاحب کي دل جي گهراين سان مبارڪباد ڏيان ٿو." (8)

"نسيم کرل هڪ ڪهاڻيڪار"، مقالي ۾, الانا صاحب نسيم کرل جي افسانوي فن کي مڃتا ڏيندي لکيو آهي تہ:" هو سنڌي عوامي زندگيءَ جو عڪاس آهي" ڊاڪٽر صاحب, نسيم کرل جي ڪهاڻي "ڀهرين مراد" جي ڪردار ماڻڪ کي سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت جي اوٽ ۾ تجزيو ڪيو آهي. سندن موجب تہ:"ڪوپن هيگن جي ڊاڪٽر پرپولا کي موهن جي دڙي مان

لڏل هڪ مهر مطابق ماڻڪ"سورهيہ" يا "بهادر" آهي، يعني قديم سنڌي روايتن جو پاسبان آهي ۽ نسيم کرل جي هيءَ ڪهاڻي سنڌ جي قديم اقدارن جو اهڃاڻ آهي." (9)

'امداد حسيني هڪ قدآور اديب'، چوويهين صفحن جو هڪ طويل مقالو آهي جيڪو امداد صاحب جي شاعريءَ جي مختلف رخن سان گڏ، خاص طور لسانياتي خوبين جي جاڻ ڏئي ٿو. ڊاڪٽر صاحب جن لکن ٿا تہ: "امداد حسيني نہ فقط سنڌي شاعريءَ ۾ نہ فقط سنڌي ادب جي تاريخ ۾ پر سنڌي لسانيات جي تاريخ ۾ هڪ وڏو نالو آهي ۽ هڪ قدآور نالو آهي. امداد جو ذهن، حسن بيانيءَ، ٻوليءَ جي رنگينيءَ، صنعتن ۽ خاص ڪري تشبيهن، استعارن ۽ تجنيسن جي استعمال جي لحاظ کان هڪ بي پايان بحر آهي هن وٽ ٻوليءَ جو اڻ ميو خزانو آهي هو نون لفظن، نون اصطلاحن، فقرن ۽ ترڪيبن گهڙڻ ۽ انهيءَ خزاني کي تخليق ڪرڻ جي وڏي مهارت رکي ٿو. اها تخليقي قوت ئي آهي جنهن جي ڏات سان شاعري ڪندي هن جي ذهن تي ڪئين ٽُڙ سنڌي لفظ ۽ سهڻيون سِٽون لاشعوري طور تريو اچن." (10)

"جمال صاحب جي فن کي هن ريت مڃتا ڏني اٿن: "جمال ابڙي سنڌي زندگيءَ جي ڌار ڌار پهلوئن ۽ ڌار ڌار واقعن تي لکيو آهي. هن سنڌي زندگيءَ جي گوناگون مسئلن ۽ داخلي ڳالهين تي قلم کنيو آهي. هن جي ڪهاڻي سنڌي جيوت جو ڀرپور اپياس آهي." (11)

مٿي ڏنل حوالا صرف چند مقالن مان ڏنا ويا آهن. ڊاڪٽر صاحب جن تہ بي حساب مضمون ۽ مقالا لکيا آهن. پر شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ جن موجب تہ :

مثال ان سندا ڪيترا ڏئي قليچ
نموني جي مٺ مان پروڙيو خرار.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو تہ :" مقالاتي ادب ۾ ڊاڪٽر الانا جو لکيل مقالو 'سومرن جي دور جي سنڌي شاعري'، شاعريءَ جي تاريخ جي سلسلي ۾ هڪ ماخذ جو ڪم ڏيندڙ ۽ هڪ لاياڻتو مقالو آهي اڳيان

لکن ٿا تہ :"سندن پي ايچ ڊي جو مقالو: لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ جيڪو ڪتابي صورت ۾ ڇپيو تمام عمدو ۽ تحقيقي عرق ريزيءَ سان تيار ڪيل مقالو آهي." (12)

ڊاڪٽر الانا صاحب جي مقالن "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ۽ "سنڌي ۾ عربيءَ جو عنصر"(The Arabic Elemental in Sindhi) مان موضوع مطابق وڏي ڄاڻ ۽ رهنمائي ملي ٿي. انهيءَ کان علاوه ڀاڻ ڪيترن ئي علم جي پانڌيئڙن سان سندن محققانہ ڪم ۽ ڪوشش ۾ سرگرم عمل رهيا آهن. نگران جي حيثيت سان ڊاڪٽر صاحب جن جيڪي ٿيسز مڪمل ڪرايون آهن انهن جا عنوان هن ريت آهن: "سنڌي زبان جي پاڪستان جي مختلف زبانن ۾ تعليمي ۽ ادبي حيثيت: ڊاڪٽر غلام حيدرپرڙو "حيدرآباد جي ٽالپرن جو علمي، ادبي، سماجي ۽ سياسي تاريخ ۾ حصو" ڊاڪٽر قمر جهان مرزا، سنڌ مدرسي جو سنڌي ادب ۾ حصو:ڊاڪٽر ممتاز حسين شاهہ "ڪراچي ضلعي جو سنڌي ادب ۾ حصو"، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، "خيرپور ميرس جي ٽالپرن جو سنڌ جي سياسي، عملي ۽ ادبي تاريخ ۾ حصو"، ڊاڪٽر عطا محمد حامي ۽ "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو. (13)

مٿي بيان ڪيل پي ايچ ڊي ٿيسز کان علاوه بہ ڪيترا مقالا الانا صاحب جي زير نگراني تياريءَ هيٺ آهن. انهن مان گهڻن جا عنوان، زبان، ادب، تاريخ ۽ ثقافت جي گرد گهمن ٿا، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ الانا صاحب کي علم و ادب جي هن ڏس ۾ عبور حاصل آهي.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، ڊاڪٽر الانا جي تاريخ، تهذيب و ثقافت جي حفاظت لاءِ ورتل دلچسپين ۽ عملي ڪوشش کي هن ريت ساراهيو آهي. لکن ٿا تہ: "ادب ۽ لسانيات ۾ اهم ڪتاب لکڻ سان گڏ الانا صاحب ثقافت سان خاص دلچسپي رکي ٿو ۽ ان سلسلي ۾ ڪيس ماهرانہ قابليت آهي." (14)

ڊاڪٽر الانا صاحب سنڌ پرڳڻي ۽ ان جي رهواسين ۽ ٻوليءَ ۽ ثقافت جو اونهو اڀياس ڪري پنهنجيءَ قوم کي ذهن نشين ڪرايو آهي. تہ ٻوليءَ

جي اهميت ۽ ڄاڻ قومن جو مان ۽ شان آهي. پنهنجيءَ تاريخ، تهذيب و ثقافت جي حفاظت ئي اسان جو املهه سرمايو آهي. سندن ئي لفظن موجب ته:" ڪنهن به قوم جي ٻوليءَ جو مطالعو ان قوم ان ملڪ جي ماڻهن معاشري، تهذيب و تمدن ۽ ثقافت جو مطالعو آهي."(15)

الانا صاحب مٿين سٽن ۾ اها صرف دعويٰ نه ڪئي آهي بلڪ پاڻ عملي طور تي پڻ اهو ثابت ڪيو اٿن، خاص طور تي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۽ سنڌي لئنگيج اٿارٽي جي اعليٰ عهدن تي هن ڏس ۾ پاڻ پتوڙيو اٿن. پاڻ جيڪي خدمتون سرانجام ڏنيو اٿن سي هميشه انهن ادارن جي تاريخ ۾ امر رهنديون.

خادم حسين چانديو انهيءَ جي باري ۾ ڄاڻائي ٿو ته:"الانا صاحب رات ڏينهن هڪ ڪري، وڏيءَ محنت سان سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري کي عروج بخشيو. سندن ذاتي ڪوشش سان سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ اداري طرفان ڪيترائي اهم علمي قدم کنيا ويا آهن، جهڙوڪ: "هڪ جلدي سنڌي لغت جي اشاعت" ۽ "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" وغيره. مختلف مضمونن تي وقت به وقت سيمينار ڪرائڻ، روينيو ۽ دفتري ٻولين جون لغتون ۽ ڪتاب تيار ڪرائڻ ۽ ٻيا ڪم شامل آهن."(16)

عنايت بلوچ کين هن ريت مڃتا ڏني آهي، لکن ٿا ته:"جَس هجي سائين ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جن کي جن هن انسٽيٽيوٽ کي پنهنجي اڻ ٿڪ محنت، چاهه ۽ محبت سان مظبوط بنياد تي بيهاريو ۽ ڊڪ ڊوڙ ڪري سنڌي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ وکريل قلمي ڪتابن توڙي اسان جي ثقافت جي اهم اهڃاڻن کي هٿ ڪري اچي، هن انسٽيٽيوٽ جي حوالي ڪيائين. جنهن ذخيري سان اڄ سوين ماڻهو لاڀ پرائي رهيا آهن."(17)

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي لکيو آهي ته: "خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ جي قديم آثارن ۽ اهڃاڻن جي حفاظت جي ڏس ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي. محترم ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب قديم ناياب قلمي ڪتابن سان گڏ، آثار قديمه جون شيون، هُتان گڏ ڪندو سنڌالاجي ۾ محفوظ ڪندو ويندو هو. نه فقط ايترو پر سنڌ جي تاريخي ۽ ثقافتي اهڃاڻن،

آثارن، ماڳن، مڪانن جي مناظر جا فلم ۾ فوٽا بہ ڪيرائي رکيا اٿن.“(18)

مٿئين تفصيل ڏيڻ جو مطلب آهي تہ الانا صاحب جن هڪ علمي ۽ عملي انسان آهن. پاڻ جيڪي ڪجهہ پنهنجي تحريرن ۾ آڻين ٿا هو نہ فقط پنهنجي موضوع سان مڪمل لاڳاپيل هجي ٿو پر لڳي ٿو تہ جڻ موضوع جي اندر پيهي، ان جو حصو ٿي، وڏيءَ جاکوڙ ۾ تحقيق کان پوءِ قلم کي بيضہءِ قرطاس تي آڻين ٿا. سندن محققانہ علمي و عملي ڪوششون، سنڌ ۾ سنڌي ادب جي تاريخ ۾ هميشہ هڪ لازوال حيثيت ماڻايل رهنديون.

## مددي ۽ حوالي ورتل ڪتابن جي ببليو گرافي


1. الانا غلام علي، ڊاڪٽر:1986ع، ٻولي جي ابتدا ۽ اوسر، ٽہ ماهي مهراڻ-1،ص 85
2. الانا غلام علي، ڊآڪٽر:2003ع، سُر بلاول ۾ ڪم آندل ٻوليءَ جو اڀياس، ڪينجهر، 9 ص-17.
3. ايضاً.
4. الانا غلام علي، ڊاڪٽر: 1988ع، انسان، زبان ۽ ثقافت، مقالا فيبروري-ص-64.
5. الانا غلام علي، ڊاڪٽر:سنڌي لوڪ ادب سنڌي عوام جي سماجيات ۽ نفسيات جو مطالعو آهي، ٽہ ماهي مهراڻ، لوڪ ادب نمبر،ص-72-70.
6. الانا غلام علي، ڊاڪٽر:چونڊ سنڌي افسانا“ 1974ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو ص-11.
7. الانا غلام علي، ڊاڪٽر:1992ع ”سنڌي ادب ان جا مسئلا ۽ حل،“ ٽہ ماهي مهراڻ 2-1،ص- 98.
8. الانا غلام علي، ڊاڪٽر:2002ع، ”سنڌي ڏوني و گيان جو اڀياس ،“ ڪينجهر،8- ص-249.
9. جويو تاج، (مرتب)2004ع،“ نسيم کرل قدآور ڪهاڻيڪار وڏو انسان“، ص- 162.
10. الانا غلام علي ، ڊاڪٽر:2004ع، ”امداد حسيني هڪ قدآور اديب“

ڪينجهر_10,ص_ 4.
11. الانا غلام علي, ڊاڪٽر:2005ع, جمال ابڙو سنڌي سماج جو نمائيندو ڪهاڻيڪار, ڪينجهر,ص_6.
12. ميمڻ, عبدالحميد سنڌي:ڊاڪٽر ,2002ع , "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو", روشني پبليڪيشن, ڪنڊيارو ڇاپو ٻيو,ص_185.
13. ڪينجهر_3,سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي , ڄام شورو ص ص_ 163,165,166
14. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر:1994 ع. "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ", روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو ٽيون ڇاپو ص_ 254.
15. الانا غلام علي, ڊاڪٽر:1988ع, انسان زبان ۽ ثقافت "مقالا", ص_4.
16. چانڊيو خادم حسين:2001ع , "مارو جي ملير جا", گنج بخش ڪتاب گهر ڇاپو پهريون ص_ 471.
17. بلوچ, عنايت:1988ع, سنڌي ثقافت جي حفاظت ۾ سنڌالاجيءَ جو ڪردار (مقالو), نئين زندگي سلور جوبلي نمبر, 2, 64 .
18. ميمڻ, عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽر:1988ع, سنڌ جي تاريخ جا قديم آثار ۽ اهڃاڻ, نئين زندگي, جنوري 2, 30.

# ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي 17 آڪٽوبر 1931ع تي ڳوٺ ماڙي ضلع شڪارپور ۾ جنم ورتو. سندس شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان تي 1952ع ۾ ميٽرڪ لاڙڪاڻي مان ڪيائين ۽ اڳيان ايل ايل بي ۽ ايم اي ڪرڻ بعد اسلاميہ ڪاليج سکر ۾ جڏهن ليڪچرر مقرر ٿيو تڏهن شيخ عبدالرزاق"راز" سان گڏ علمي ۽ ادبي ڪم ۾ وڌيڪ سرگرم ٿيو. 1972ع کان پوءِ مختلف ڪاليجن ۾ پرنسپال رهيو. 1974ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس مقالي جو موضوع "بيان العارفين سنڌي جي ترتيب ۽ اڀٿار" آهي. ميمڻ صاحب جي لکڻ جي شروعات 1953ع کان ٿي. شروع ۾ شاعري بہ ڪيائين پر ڪيس نثر ۾ ۽ خاص طور تحقيق ۾ وڌيڪ دلچسپي هئي. سندن تحقيقي ڪم جهجهو آهي. اٽڪل 80 ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيائين جن ۾ ويهہ اڻ ڇپيل آهن. سندن لکڻين جا موضوع ادبي تاريخ، سوانح، ٻولي، شاعري ۽ تصوف رهيا آهن. ڪتابن جا موضوع هن ريت آهن. ڏور(لوڪ ادب) ۽ "ماڻڪ موتي لال"(ٻہ ڀاڱا) ، "شاهہ ڪريم جو ڪلام"، "ديس ديس جون ڪهاڻيون"، "ڏوهاري ڪير"، "رتيءَ جي رهاڻ"، "سکر جي سوکڙي" (ترتيب) "پرک ۽ پروڙ" (تحقيق)، "فڪر بيدل" (تحقيق) "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" (تحقيق) "سنڌي ادب جي تاريخ، "سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس"، "لاڙڪاڻو ساهہ سيباڻو"، "سنڌي ثقافت تي اسلامي اثرات"، "سچل جو پيغام"، "سر ڪلياڻ"، "لطيف جو پيغام"، "سر سارنگ"، "لطيفي لاٽ" ۽ "فڪر لطيف" کان سواءِ اردو ٻولي ۾"حضرت قلندر شهباز" "سنڌي ادب کي مختصر تاريخ"، "لسانيات پاڪستان"، "نگار شات سنڌ"، "پاڪستان ۾ صوفيانہ تحريڪين" ۽ ٻيا ڪتاب آهن. سندن انيڪ مضمون ۽ مقالا مختلف اخبارن ۽ تحقيقي مخزنن ۾ شايع ٿيل آهن. ڊاڪٽر ميمڻ جي ڪم جي پرک جاڻائي ٿي تہ سندن تحرير مدلل، شستہ ۽ آسان ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. جنهن جي ڪري سندن ڪم گهڻو مقبول ٿيو آهي تذڪره نويسي ۽ تاريخي جاڻ ڏيڻ ۾ پڻ ڊاڪٽر ميمڻ جا ڪتاب اهم شمار ٿين ٿا.

”سنڌي ادب جو تاريخي جائزو“. روشني پبليڪيشن، 2002ع ۾ شايع ڪيو جنهن ۾ ڪل ست باب آهن. جيڪي مختلف فصلن ۾ ورهايل آهن ۽ سڀ باب سنڌ جي مختلف تاريخي دورن جي علمي ۽ ادبي معلومات تي مشتمل آهن. باب پهريون عرب دور جنهن ۾ سياسي پس منظر کان قرآن پاڪ جي پهرين سنڌي ترجمي جو ذڪر آهي جنهن جو ٻيون فصل سومرن جو دور ۽ ان دور جون مذهبي تحريڪون ۽ واقعاتي بيت ۽ ڳنان بيان ڪيل آهن. ٻيو سمہ دور آهي جنهن ۾ سياسي پس منظر کان پوءِ چند اهم شاعرن جو ذڪر آهي ٽيون دور ارغون، ترخان ۽ مغل دور آهي جنهن ۾ پڻ هن دور جي سياسي ۽ علمي حالتون ذڪر ڪيل آهن شاهہ ڪريم، شاهہ عنايت ۽ لطف الله قادري جي باري ۾ احوال ڏنل آهي. باب چوٿون ڪلهوڙا دور، مخدوم ابوالحسن کان شاهہ ڀٽائي، خواجہ زمان ۽ ٻين شاعرن سان گڏ اهم صنفن وائي، ڪافي، مناجات، معجزو ۽ مدح جو بيان آهن. باب پنجون ٽالپر دور سياسي، علمي، معاشرتي ۽ ادبي حالتن سان گڏ اهم شاعرن سچل سرمست، حمل لغاري، سامي، سيد ثابت علي شاهہ ۽ ٻين جو بيان ڏنل آهي. ڇهون باب انگريز دور جو آهي جنهن ۾ شاعريءَ سان گڏ نثر نويسيءَ جي اهم صنفن ڪهاڻي، ناول، ڊرامي، مضمون، تحقيقن ۽ تنقيد سان گڏ مکيہ نثر نويسن ۽ شاعرن کي ذڪر هيٺ آندو ويو آهي جنهن ۾ 36 نثر نويس ۽ ڏهہ شاعر ڏنل آهن. ستون باب موجوده دور جي بيان تي آڌاريل آهي. جنهن ۾ ادبي رجحانات سان گڏ پير حسام الدين راشديءَ کان پروفيسر عبدالرحمان جتوئيءَ تائين 26 نقادن ۽ محققن جي فن تي تبصرو ڏنل آهي. ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار 38 آندا ويا آهن ۽ شاعرن ۾ 80 شاعرن جو مختصر تعارف ۽ سندن شعر جو نمونو ڏنل آهي. 278 صفحن جو هيءُ ڪتاب پنهنجي موضوع تي مختصر پر ضروري احوال ڏئي ٿو. ڊاڪٽر صاحب پاڻ لکيو آهي تہ ”هن ٻيهري هن ڪتاب کي گهٽو وڌيڪ سڌاريو ۽ وڌايو ويو آهي ۽ ڪيترائي اضافا ڪيا ويا آهن. ان هوندي بہ اختصار کي قائم رکيو ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ اختصار ۽ جامعيت ئي هن ڪتاب جي مکيہ خصوصيت آهي.(1)

”سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس“ جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن 1996ع ۾ شايع ڪيو. هن ڪتاب ۾ ڪل 83 موضوع ڏنل

آهن. جن ۾ خاص طور ”ادبي اهڃاڻ ۽ لاڙا“ ”تنقيد جا جديد رجحان“, ”جديد ادبي تحريڪون“, ”نثر ۽ نظم جون ڪي اهم صنفون“ ۽ ”مختلف ادبي دور“, ”سنڌي ادب ۾ عورتن جو حصو“, ”نعتيہ شاعري“, ”تصوف ۽ سنڌي ادب“, ”مثنوي مولانا روم جو هڪ سنڌي ترجمو“, ”تصوف ۽ صوفي شاهہ جي نظر ۾“, ”مرزا قليچ بيگ ”شخصيت ۽ ڪردار“ شيخ اياز جي شاعري ۽ ٻيا موضوع آهن هي ڪتاب قديم ۽ جديد سنڌي ادب جي موضوعن جو ميلاپ تحقيقي نموني سان آهي. ميمڻ صاحب جي پنهنجي لفظن ۾ تہ،

”هن ڪتاب ۾ اوهان کي قديم ۽ جديد سنڌي ادب جا مختلف رنگ, روپ نظر ايندا. اوهان محسوس ڪندا, تہ سنڌي ادب جي مختلف گلن جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ, جلوو ۽ جمال جدا جدا آهي پر انهن جو روح هڪ آهي. سنڌي ادب جو منفرد انداز آهي ۽ ان جا پنهنجا قدر آهن جيڪي هر دور ۾ ڪار فرما رهيا آهن“.(2)

ڊاڪٽر ميمڻ صاحب پنهنجي سڄي حياتي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت کي ارپي. هو آخر تائين ڪم ڪندو رهيو ۽ خاص طور ڪيترائي نصابي ڪتاب بہ لکيائين جيڪي ڪورس ۾ شامل آهن. يوسف سنڌي لکي ٿو تہ:

”ڊاڪٽر صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي جواهر پارا سنڌي ٻوليءَ کي ڏيئي ويو آهي صدين تائين سنڌي قوم کي لاڀ ڏيندا رهندا. هن پنهنجي محنت سان سنڌي ادب جو دامن ڪيترن اهم ڪتابن سان مالا مال ڪيو آهي.“(3)

ڊاڪٽر صاحب جي ٻن ڪتابن جو مختصر جائزو مٿي ڏنو اٿم. هڪ سندن اهم تصنيف ”شاهہ ڪريم جو ڪلام“ آهي. جا سندن تحقيقي ڪم جي سلسلي جي ڪڙي آهي. شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو تڙ ڏاڏو هو جنهن سنڌ جي سرزمين کي روحاني فيض عطا ڪيو. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد شاهہ ڪريم جي ”بيان العارفين في تنبيهہ الغافلين“ تي تحقيق ڪئي هئي. جنهن بعد پاڻ مٿئين عنوان وارو ڪتاب لکي پيش ڪيائين. شاهہ ڪريم جي باري ۾ احوال ”لطائف لطيفي“ مير عبدالحسين سانگي, ”مقدمہ لطيفي“, ڊاڪٽر گربخشاڻي.

”رسالہ ڪريمي“. مرزا قليچ بيگ. ”تحفتہ الڪرام“. مير علي شير قانع. ۽ ٻين ڪجھہ ڪتابن مان پڻ ملي ٿو.

بيان العارفين. شاهہ ڪريم جي ملفوظات تي مشتمل آهي جيڪو سندن مريد محمد رضا سندن وفات کان پوءِ لکيو. هن ڪتاب ۾ علم ۽ حڪمت جا قول فارسي نثر ۾ لکيل آهن ۽ وچ ۾ ڪجھہ سنڌي بيت آهن جن ۾ گھڻا شاهہ ڪريم جا آهن. هيءَ ڪتاب مقدمي ۽ ستن فصلن تي مشتمل شاهہ ڪريم جي سوانح ۽ فن جي باري ۾ ماخذ قرار ڏنل آهي.

**شاهہ ڪريم جو ڪلام:**

ڪتاب ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. مقدمو ۾ ست فصل آهن جن ۾ شاهہ ڪريم جي سوانح. شخصيت. ڪردار علمي لياقت. مشرب ۽ ان وقت جون سنڌ جون سياسي حالتون ۽ سنڌ جو علم وادب بيان ڪيل آهن. متن جي ڀاڱي ۾ شاهہ ڪريم جي ولادت پيري. مريدي. سندن بزرگيءَ جي تعريف. حق جي واٽ جي طلب. نماز ۽ درود. علم تواضع. سخاوت ۽ محبت جي ايثار سان گڏ سماع ۽ وجد جو بيان آهي. سنڌ جي بزرگن جون حڪايتون. شاهہ ڪريم جي شاعريءَ جي تصوف جي ذڪر سميت ڪل چوڏهن باب ڏنل آهن. ايثار جي حصي ۾ شاهہ ڪريم جي بيتن جي شرح. قاضي قاضن جي بيتن جي شرح. بيان العارفين ۾ آيل ٻيا بيت ۽ اهي بزرگ جن جو ذڪر بيان العارفين ۾ آهي. بيان ڪيل آهن. انهيءَ کان علاوه بيان العارفين ۾ آيل سنڌ جا شهر. پرڳڻا ۽ دريائن جي نالن جي عنوان سان ٽي فصل ڏنل آهن.

ڊاڪٽر مجيد. ارغوني دور جي هن نيڪ بزرگ شاعر جي سوانح ۽ ڪرداري خوبين ذڪر ڪندي ڪيترائي واقعا ۽ ڪرامتون ڄاڻايون آهن ۽ ديني ۽ دنياوي زندگيءَ بابت شاهہ عبدالڪريم جا نظريا ۽ قول پڻ ٻڌايا اٿن. جن ۾ علم. عبادت. دنياوي زندگي. سلوڪ وسماع. ۽ وجد جا بيان. عارفن جون منزلون. يقين جي قوت. شريعت. طريقت. مطلوب جو تعلق ۽ ٻين مسئلن بابت سمجهاڻيون آهن جن ۾ عربي ۽ فارسيءَ جا قول. قرآني آيتون ۽ حديثون ڪتب آيل آهن. شاهہ ڪريم جي ڪلام جو شاعراڻو تجزيو. ڪلام جي قدامت. شعر جو مضمون. لهجو شعر جي ٻولي. بيتن جو تعداد. وزن. بيتن ۾ استعمال ٿيل پهاڪا. چوڻيون. صنعتون. رومانوي داستان ۽

سندن ڪلام جو پوئين شاعرن تي اثر ۽ ٻيا شاعريءَ سان لاڳاپيل موضوع ميمڻ صاحب دليلن سان سمجهايا آهن. ان کان سواءِ ڪلام جي مشڪل لفظن جي معنيٰ، قولن ۽ ملفوظات جي معنيٰ سمجهايل آهن. جن بزرگن جو ذڪر بيان العارفين ۾ آيل آهي جيئن، شيخ ابراهيم، مخدوم بلاول، بهاءُالدين گودڙيو پير پٺو فقير جوڻو قاضي حسن، سيد علي ثاني، مراد شيرازي، سيد يوسف بکري ۽ ٻين تي ڊاڪٽر صاحب لکيو آهي. ڪتاب مان شاهه ڪريم جي ملفوظات جا ڪجهه حوالا هيٺ پيش ڪجن ٿا.

فڪر کان سواءِ ذڪر ائين آهي، جيئن ميوي کان سواءِ وڻ، عمل کان سواءِ علم اجايو آهي. انهيءَ ڪري طالب کي گهرجي ته پنهنجو وجود وڃائي علم سان عمل کي مشروط ڪري(ص- 77 ۽83) عابد جي نماز رڪوع ۽ سجدي سان آهي پر عارف جي نماز وجود وڃائڻ سان آهي. خدا جي حضور ۾ هٿن ۽ پيرن سان نه هلجي پر دل جي حضور هلجي(ص.92.)

"شريعت ۾ حقيقت ائين آهي جيئن کير ۾ مکڻ سمايل هوندو آهي.(ص.93)

"خدا جي وصال لاءِ چار اصول ضروري آهن.(1) پاڻ کي گهٽ ڪائڻ کان روڪڻ. (2) ماڻهن سان ٿوري محبت رکڻ (3) ننڊ ٿوري ڪرڻ. (4) الله تعاليٰ جو ذڪر ڪرڻ. "طالب کي گهرجي ته خدا کي سڃاڻڻ جي خواهش نه ڪري ڇو ته جهڙي طرح خدا کي سڃاڻڻ گهرجي، تهڙي طرح ڪوبه ان کي سڃاڻي نه سگهندو. ان ڪري گهرجي ته هو پاڻ کي سڃاڻي. ائين ڪرڻ سان معرفت حاصل ٿيندس.(ص- 93 ۽ 97)

"هڪدم خدا جي ياد کان غافل هئڻ ائين آهي جيئن هڪ نبي قتل ڪرڻ معنيٰ ته هردم الله جو نالو ونو جو هر دم توهان وٽ الله جي امانت آهي. جنهن تنهنجي تعريف ڪئي تنهن جڻ ته توکي ڪنو."

"سماع پڻ علمن مان هڪ علم آهي جنهن ۾ ڪوبه خطرو ڪونهي."ص- 82 ۽ 173)

مٿين حوالن مان ڄاڻ پوي ٿي ته شاهه ڪريم جا ملفوظات صبر وشڪر، نهٺائي، پيار ۽ امن ۽ تصوف جي تعليم جو پيغام آهن. پاڻ ان دور جو صوفي بزرگ هو جنهن دور ۾ سنڌ جو امن وامان تباهه حال هو. خوف وحراس واري ماحول ۾ هُن امن جي سبق سان گڏ تصوف جي راهه کي سنئون

ڏڳ ڄاڻي شاعري ڪئي ۽ سُرن ۾ بيت چيا. سندس ڪلام جي اثر انگيزيءَ جو اثر شاهه لطيف جي ڪلام مان پسجي پيو. ڊاڪٽر ميمڻ صاحب هن ڪتاب ۾ اهو موضوع پڻ بحث هيٺ آندو آهي تہ شاهه لطيف پنهنجي تڙ ڏاڏي کان گهڻو متاثر هو ۽ اهو بہ ثابت ڪيو اٿن تہ شاهه ڪريم جو ڪلام سنڌي شاعريءَ ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو ۽ شاهه لطيف سائين، بيان العارفين کي پاڻ سان گڏ رکندو هو. شاهه ڪريم جو ڪلام ڪتاب، بيان العارفين في تنبيهہ الغافلين جي اختصاري چند چاڻ ڪيل صورت آهي. بيان العارفين جي اهميت مسلم آهي. تصوف جي تاريخ، تدريسي ارتقا ۽ ڪريمي فڪر وفهم کي سمجهڻ لاءِ بيان العارفين سان گڏ شاهه ڪريم جو ڪلام، هڪ خاص معاون ڪتاب شمار ٿئي ٿو. بيان العارفين جو مڪمل ترجمو تحقيق ۽ تشريحي حوالن سان 2002ع ۾ اوقاف کاتي جي تعاون سان شايع ٿيو آهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد صاحب جون بيشمار علمي ۽ ادبي خدمتون هميشہ قائم رهنديون. کين پاڪستان حڪومت طرفان 23 مارچ 1983ع تي "تمغہ امتياز" ۽ 1996ع ۾ "ستاره امتياز" سان نوازيو ويو. سندن وفات 11 فيبروري 1996ع تي ٿي ۽ کين لاڙڪاڻي ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

## حوالا


(1) ميمڻ عبدالمجيد ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو. 2002ع. ص_19

(2) ميمڻ عبدالمجيد ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس." روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو. 1996ع ص. 17

(3) يوسف سنڌي، "سنڌي ادب" سڄائي اشاعت گهر دڙو 2011ع ص. 385

(4) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر، "شاهه ڪريم جو ڪلام". روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو. ص. 77، 83، 92، 93، 97_

# ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ولد سلطان جوڻيجو 26 نومبر 1935ع تي ڳوٺ پير فتح شاهه تعلقي بدين ۾ جنم ورتو. بنيادي تعليم بدين مان ۽ پوءِ ٽنڊي باگي مان پڙهيائين. سنڌ يونيورسٽي مان بي اي آنرز ۽ 1982ع ۾ ايم اي سنڌي ڪيائين. 1982ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر جي حيثيت سان عملي زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. ان کان پوءِ بحيثيت پروفيسر ۽ ڊين فيڪلٽي آف آرٽس جي حيثيت سان رٽائرڊ ٿيو. ڊاڪٽر عبدالجبار سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ميدان ۾ استاد جي حيثيت سان شاگردن جي خدمت ڪئي. ۽ ڪيترن ئي شاگردن کي پي ايچ ڊي ۾ رهنمائي ڪيائين. مختلف ادارن جو ميمبر رهيو. ڪيس سنڌي سرائيڪي، پنجابي، ۽ اردو ٻولين تي عبور حاصل هو. هُن 200 کان مٿي تحقيقي مقالا ۽ مضمون لکيا ڪيس موسيقيءَ سان رغبت هئي. شاهه لطيف جي شاعريءَ جو پارکو هو تہ ڪلاسيڪل شاعريءَ جي بہ ڪين ڄاڻ هئي. سندن لائبريري ۾ ڪيترائي موسيقي جا البم ۽ سَون جي تعداد ۾ ڪتاب ۽ قلمي نسخا آهن. شاعر جي حيثيت سان"شام" تخلص هين. دوها، بيت، وايون ۽ نظم ڇپيا اٿن. سندن شاعريءَ جو مجموعو "مرگهہ ترشنا" جي نالي سان آهي. سندن لکيل ڪتابن جو ڳاڻيٽو 65 تائين آهي. جن مان ڪي هن ريت آهن. "سوڪڙي"(1950) "اباڻو گهر"(ڪهاڻيون) (1958) "دانشمندي"(1958) "ڪنز لطيف"(1963) "سوري آ سينگار"(ناول 1963) "غزلن جو غنچو"(ايڊٽ ڪيل. 1961) "سنڌيون"(مذهبي شعر بابت 1970) "سڄڻ نت سوجهرو"(رسول پاڪ بابت نظم جو ترجمو 1971) "سنڌي ٻيو ڪتاب"(1973) "مائوءَ جي ملڪ ۾"(سفرنامو 1973). "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"(1973) (ٻيو ڇاپو 3 جلد 2006) "اڪيلي"(ناول ترجمو

1974) "لاڙ جي لغات"(ببليو گرافي. 1974) "مرگهہ ترشنا" (شاعري 1975) لطيفيات)ببليو گرافي. 1977) "لطيف ڪوئيز". 1978) "سنڌي شاعريءَ تي فارسي شاعريءَ جو اثر". ڊاڪٽر صاحب جو پي ايچ ڊي جو مقالو 1980سنڌ الاجي طرفان ڇپيل) "نہ ڪر هار سينگار"(ڪهاڻيون. 1981) (سچل نامو)ببليو گرافي 1981) "ديپڪ ملهار"(آئم ڪهاڻي. 1981). "سنڌي لوڪ گيت"(1985) ۽ سومار شيخ (سوانح 1987) "سليس سنڌي"(نصاب. 1989) "وندر سر محل جو مسافر"(سفر نامو. 1987) "لاڙ جو مطالعو"(ترتيب. 1991) "ٿر جي ٻولي"(هدايت پريم ۽ جبار صاحب 1994). "مقالا ۽ نر تي تند نياز سين"(شاهہ لطيف ڪانفرنس 1988 جا مقالا ترتيب ڊاڪٽر جبار ۽ ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو) "ڪشف الابيات" (1995) "ڪنمال". "ڊاڪٽر بلوچ. هڪ مطالعو". "شيخ اياز هڪ مطالعو". "تنوير عباسي هڪ مطالعو" "ڊاڪٽر سنڌيلو هڪ مطالعو" ۽ "محمد سومار شيخ. هڪ مطالعو" "سرائيڪي شاعري هڪ مطالعو". "شاهہ لطيف. هڪ مطالعو" ۽ ٻيا ڪتاب لکيا آهن. چند ڪتاب اردو ٻوليءَ ۾ پڻ لکيا اٿن.

لطيف شناسي ۽ سچل سائين تي سندن مقالا اهم آهن. ڪنمال ڪتاب اهڙن معلوماتي مضمونن ۽ مقالن سان سجايل آهي جو اڪيڊمي آف ليٽرز اسلام آباد جي. سهڪار سان سنڌ الاجي 2002ع ۾ شايع ڪيو. هن ڪتاب ۾ شاهہ. سچل. ۽ ساميءَ جي باري ۾ ليکن کان سواءِ مشهور ليکڪن. ۽ شاعرن جي سوانح ۽ تذڪرا آهن تہ ٻيا بيت. گيت. وائي. نعتيہ شاعري. سنڌيءَ ۾ سوانح نويسي. جديد عالمي ادب جا لاڙا. افسانوي ادب ۾ ڪردار جي اهميت ۽ ٻيا موضوع آهن. هيءَ ڪتاب. ٽيهٺ مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ شاعريءَ جي باري ۾ ايڪيتاليهہ ليک آهن.

جبار صاحب جي ڪتابن ۾"سنڌي ادب جي تاريخ" هڪ اهم ڪتاب شمار ٿئي ٿو جنهن جو پهريون ڇاپو 1973ع ۾ ڇپيو. جو هڪ ئي جلد ۾ هو ۽ گھڻو عرصو شاگردن ۽ ريسرچ ڪندڙن ۾ مقبول رهيو. اڳيان هلي ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب کي ٽن جلدن ۾ آندو جي سنڌي لئنگويج اٿارٽي 2004ع کان 2006ع تائين شايع ڪيا. پهريان 2 جلد مڪمل شاعريءَ متعلق آهن تہ ٽيون جلد نثر بابت آهي.

سنڌي ادب جي تاريخ ڪتاب جو پهريون جلد، 335 صفحن تي مشتمل آهي هيءُ ڪتاب ٽن دورن ۾ ورهايل آهي. پهريون دور ڇهن بابن تي مشتمل آهي. ان جو پهريون باب سنڌي شاعريءَ جي ابتدا، سومرن جو دور، اسماعيلي داعين جو ڪلام، هڪ بيت جي تحقيق، جي موضوعن جي چاڻ ڏئي ٿو. ٻيو باب، سمن جي حڪومت، شيخ حماد جمالي، درويش نوح هوتياڻي، شيخ عبدالجليل چوهڙ، سيد حيدر سنائي، مخدوم احمد ڀٽي، اسحاق آهنگر ۽ ٻين جي احوال تي مبني آهن. باب ٽيون ۾ قاضي قادن ، مخدوم نوح سرور جو احوال آهي. باب چوٿون پير محمد لکوي، دادو ديال، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ذڪر تي آڌاريل آهي. باب پنجون عثمان احساني، لطف الله قادري، پراڻ ناٿ جي باري ۾ آهي. باب ڇهون ميون عيسو هالائي، ميون عنايت رضوي، احسان فقير، ۽ ٻين مُوضوعن جي ڄاڻ ڏئي ٿو. هن تاريخ جو اهو پهريون دور 130 صفحن تائين اچي ٿو. هر باب جي آخر ۾ حوالا ڏنل آهن.

ادبي تاريخ جي جلد پهريون جو ٻيو دور چار بابن تي مشتمل آهي. باب پهريون شاهه عبدالطيف ڀٽائي، باب ٻيو صوفي شاهه عنايت شهيد، جمن چارڻ، مخدوم عبدالرئوف ڀٽي، خواجہ سلطان لااولياءَ محمد زمان تہ باب ٽيون سيد محمد بقا شاهه، ميان صاحبڏنو فاروقي، مدن ڀڳت، مين شاهه عنايت ۽ تمر فقير جي باري ۾ آهي تہ باب چوٿون عروضي شاعريءَ جي ابتدا لوڪ ادب، لس ٻيلي جا شاعر، ڪڇ جا شاعر ۽ صنفن جي احوال تي آڌاريل آهن. ٽئين دور جا ٻہ باب هڪ ۾ ميرن جي صاحبي ۾ شاهه ۽ سچل، نانڪ يوسف، خير محمد هيسباڻي، محمد علي سومرو، نماڻو فقير ۽ ٻين جو احوال آهي. ۽ ٻئي ۾ سنڌي موسيقي ۽ ڪافي جي صنف بابت آهي.

سنڌي ادب جي تاريخ (جلد ٻيون) جو مواد 595 صفحن تي مشتمل آهي. پهريون جلد سچل سرمست ۽ سندس ٻالڪن جي ذڪر تي اختتام پذير ٿئي ٿو. شروع ۾ سرفراز عباسي، روحل فقير، فتح فقير، عثمان سانگي، حمل فقير، سيد صاحبڏنو شاهه، سانوڻ فقير ٻين کي آندو ويو آهي تہ اڳيان ويدانتي ڪلام صوفي دلپتراءِ، آسورام، ثابت علي شاهه، سيد فاضل شاهه، مير عبدالحسين خان سانگي، مرزا ﮢيچ، ڪشنچند بيوس، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، جو احوال آهي. عروضي شاعري ۽ جديد شاعري يا ٻين

لفظن ۾ 19 صديءَ ۽ ويهين صديءَ جي شاعرن جي سوانح ۽ شاعريءَ جي جاڻ هن ٻئي جلد مان پوي ٿي. جنهن ۾ جديد شاعرن ۾ سڳن آهوجا، شيخ اياز، حيدر بخش جتوئي، تنوير عباسي، امداد حسيني، سحر امداد، اياز گل، ادل سومرو، شمشير الحيدري ۽ ٻيا ذڪر ڪيل آهن. جبار صاحب جي هن ادبي تاريخ جو ٽيون جلد مڪمل نثر جي باري ۾ آهي. جنهن جا ڪل نو باب آهن. پهريون سنڌي نثر جي ابتدا، ٻيو ناول، ٽيون ناٽڪ، چوٿون افسانو/ڪهاڻي، پنجون سوانح عمري، ڇهون آتم ڪهاڻي، يادگيريون، ستون سفرناما، خط ڊائريون ۽ خاڪا، اٺون، تنقيد، مضمون، ترجما ۽ نائون باب تحقيق ۽ ٻاراڻي ادب جي باري ۾ آهي. ڪل ڪتاب 249 صفحا آهي. ڊاڪٽر صاحب جي هيءَ ادبي تاريخ مختلف ادبي تاريخن جي آڌار تي ۽ وڏي محنت ۽ تحقيق سان عمل ۾ آئي آهي. ادبي تاريخون ائين ئي هڪ ٻئي جي تسلسل جي آڌار تي نهنديون ۽ اڳيان هلنديون آهن. هن ادبي تاريخ ۾ شروع جا ٻہ جلد تفصيلي آهن پر نثر جو ٽيون جلد اجان وسعت طلب هئڻ گهربو هو. ادبي تاريخ جي لحاظ کان نثر جي معلومات تشنہ آهي جا ڪنهن بہ تحقيق ۽ معلومات لاءِ مستند هوندي پڻ اڻ پوري آهي. منجهس پروف جون بہ غلطيون آهن. (لئنگويج اٿارٽي جي ڇاپي ۾) ڊاڪٽر جبار هن تاريخ جي لکڻ لاءِ ڪيترن ئي ڪتابن کي ماخذ بنايو پر خاص طور جن ادبي تاريخن کي جيڪي ڪانئن اڳ موجود هيون. انهن ۾ سنڌي ادب جي تاريخ(بہ ڀاڱا) خان بهادر محمد صديق ميمڻ، تذڪره "لطفي ٽي ڀاڱا" پروفيسر لطف الله بدوي، تاريخ شعراءِ سنڌ، هدايت علي نجفي تارڪ، سنڌي ادب، پير حسام الدين راشدي، سنڌي نثر جي تاريخ، منگهارام ملڪاڻي، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هسٽري آف سنڌي لٽريچر، لال سنگهہ اجواڻي، ۽ هسٽري آف سنڌي لٽريچر، پوپٽي هيرا ننداڻي ۽ ان کان سواءِ مختلف شاعرن جي باري ۾ تذڪرن جا ڪتاب آهن. جبار صاحب موجب تہ هن ادبي تاريخ ۾ هن اهم شاعر ۽ نثر نگار شامل ڪيا آهن لکيو اٿن تہ:

"ادبي تاريخ ۾ هر ڪو شامل رهڻ جو خواهان هوندو آهي. اهڙي تنقيد منهنجي مختصر ادبي تاريخ تي بہ ٿي. ممڪن آهي تہ ڪنهن اسرندڙ ڪهاڻيڪار پاڻ کي ادبي تاريخ ۾ نہ ڏسي واويلا ڪئي. مون انهن تنقيدن

مان پرايو ۽ ڪوشش اها ڪئي اٿم تہ معياري ليکڪ ۽ تخليقون شامل رهن.(1)

جبار صاحب محقق پڻ هو تہ نقاد پڻ، شاعر پڻ هو تہ اديب پڻ. سندن حلقہءِ احباب وسيع هيو. ڪيترن کي کانئن اها شڪايت بہ رهي آهي تہ هُو شخصي تنقيد ڪندڙ پڻ هو. جيئن حليم بروهي ۽ سندن جي وچ ۾ اختلاف اخبارن ۾ پڻ هليا پر بهرالحال ادبي تاريخ جو ڄاڻو هو. تہ بہ اهو اعتراف ڪيو اٿن، تہ "اڃان هن کان وڏيڪ تفصيلي ادبي تاريخ لاءِ ميدان کليل آهي. خدا توفيق ڏيندو"..

ڊاڪٽر فهميده حسين سندن تاريخ جي باري ۾ لکيو آهي، تہ "هيءَ ڪتاب نہ صرف سنڌي ادب جي تاريخ جو ڪتاب آهي پر عملي تنقيد جو بہ ڪتاب آهي".(2)

ڊاڪٽر جبار سفرنامي جي صنف ۾ بہ لکيو آهي سندن يورپ جي سفر تي مبني سفر نامو"وڻ سر محل جو مسافر" آهي. جنهن ۾ لنڊن جي لائبريرين ۾ موجود ناياب سنڌي قلمي نسخن ۽ ڪتابن جي ذڪر سان گڏ انهن ڪتابن ۽ نسخن جو احوال پڻ لکيواٿن جن مان پاڻ اتي فائدو حاصل ڪيائين.

چين جي باري ۾ سندس سفرنامو"مائوءَ جي ملڪ" ۾ 1973ع ۾ شايع ٿيو. جو پيڪنگ۾ چيني زبان جي تعليم دوران (1965. 1966) ۾ لکيائين هن سفرنامي ۾ پيڪنگ توڙي ڪيترن ٻين شهرن جو تعليمي ۽ ثقافتي احوال ڏنل آهي. اتي جي تعليم ۽ سوشلسٽ سماج، کي جبار صاحب بيان ڪيو آهي تہ چين جي ماڻهن، عمارتن، عجائب گهرن، ادبي رجحانن ۽ تاريخي پس منظرن کي پڻ ذڪر ڪيو اٿن. سندن موجب تہ اها قوم رٿت جي پابند ۽ محنتي آهي ۽ منظم زندگي گهاريندڙ پڻ، لکي ٿو تہ:
"وانگ فوچين بازار ۾ هڪ پوڙهي کان بيلچو گهريم تہ ڏکهي تقرير ڪري وڌائين تہ اوهين مهمان آهيو اسان جو ڪم آهي، "آءُ پاڪستاني آهيان" مون چيو پوءِ تہ بلڪل تون ڪم نہ ڪر، مون سوچيو تہ "جهونا ڪامريڊ مون کي تون پنهنجي سوشلسٽ تعمير نو ۾ شريڪ نٿو ڪرين." (3)

مطلب تہ هيءَ قوم پنهنجو ڪم پاڻ ڪرڻ، ٻئي تي بوجهہ نہ وجهڻ ۽ مهمان جي عزت ڪرڻ ۽ ٻين ڪيترين خوبين سان نوازيل آهي. 169

صفحن جو هيءَ ڊيمي سائيز جو ڪتاب ٿائيلينڊ واري ننڍڙي ڪامريڊ جي نالي انتساب ٿيل آهي.

جبار صاحب ڪي ڪلاسيڪل شاعريءَ سان وڏو لڳاءُ هو. سندن ايم اي جو مونو گراف 1962ع ۾"سنڌيون" جي عنوان سان آهي جو ڪلهوڙن جي دور جي نظم سنڌيون بابت تحقيقي جائزو آهي ۽ 1970ع ۾ شايع ٿيو. نظم سنڌيون بابت لکيو اٿن تہ "ڪلهوڙن جي دور واري هن طرز جي نظمن ڪي هڪ تحريڪ چئي سگهجي ٿو جنهن جو اولين ڪارج شريعت جي سمجهاڻيءَ سان پورو ٿيو جيئن تہ پوءِ هن ۾ خدا ۽ رسول جي مدح ۽ ثنا بہ ٿيڻ لڳي ان ڪري هنن نظمن ڪي وڏيڪ مقبوليت حاصل ٿي ۽ منجهن جا نغمگي سمايل هئي. تنهن سنجيده ۽ بالغ ذهنن تي گهرو اثر ڪيو.(4)

ڊاڪٽر صاحب شاهہ لطيف، سچل سائين، شيخ اياز ۽ تنوير عباسيءَ جي باري ۾ مڪمل ڪتاب لکيا تہ ٻين ڪلاسيڪل شاعرن تي شاهہ لطيف جي باري ۾ سندن ڪتاب "لطيفي ڪوئيز"، "ببليو گرافي"، "ڪنزالطيف" "ڪشف الابيات" آهن ان ڪان سواءِ ڪنمال ڪتاب ۾ 17 ليک لطيفي فن جي باري ۾ آهن جيڪي ادبي، علمي ۽ آسان ٻوليءَ ۾ وڻندڙ ۽ شاهہ جي شاعري ڪي کولي بيان ڪندڙ آهن.

شيخ اياز جو پارکو ۽ سندس شاعريءَ ڪان گهڻو متاثر هو هن شيخ اياز هڪ مطالعو ڪتاب اياز جي عظمت ڪي بيان ڪرڻ لاءِ لکيو. سندس لفظن ۾ تہ: اياز هڪ عظيم شاعر آهي. سندس تخليقن جو مڪمل جائزو وٺڻ ۽ صحيح ڪٿ ڪرڻ ايترو آسان ڪونهي جيترو هر ڪو پڙهندڙ پارکو قلم کڻڻ وقت سمجهي ٿو. اياز هڪ عظيم شاعر آهي. هيءَ ڳالهہ هڪ جملي ۾ تہ سمائجي ويئي پر اهو آئون اياز جي ڪلام مان ثابت ڪندس. اياز جي شاعري جيتوڻيڪ ويهين صديءَ جو ورثو آهي. پر ايندڙ صديون بہ سندس ڪلام جي ڪٿ ڪنديون". (5)

ڊاڪٽر صاحب شاعري، ٻولي، ادبي تاريخ جي مختلف موضوعن تي سوين مضمون ۽ مقالا لکڻ سان گڏ ڪارائتا ڪتاب تصنيف ڪيا جن مان ڪيترن ئي شاگردن ۽ ادب پڙهندڙن جي رهنمائي ٿي رهي آهي. مرتضيٰ سيال، "سنڌي ادب جو خاموش خدمتگار" مضمون ۾ لکي ٿو تہ:

"ڊاڪٽر صاحب جي زندگي شاهه سائينءَ جي سٽ، "جان جان هئي. جيئري ورچي نہ ويئي" جيان هئي. هن وقت وچائڻ بجاءِ سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ ڪم ڪيو سندس علمي ۽ تحقيقي ڪم وارا ڪتاب سچ سنڌي ادب جو وڏو سرمايو آهن"(6)

ڊاڪٽر صاحب هاڪاري سوچ رکندڙ ۽ پنهنجي ڪم مان مطمئن رهندڙ هو. 18 فيبروري 2010ع تي ڪاوش کي ڏنل انٽرويو ۾ چيائين تہ:

"سنڌي ٻوليءَ جو آئيندو روشن آهي. اسين مايوس نہ آهيون سنڌي ادب شاهوڪار آهي. جيترو بہ لکيو ويو آهي. اهو فارسي ۽ اردو کان گهٽ نہ آهي پر معياري ادب آهي. اسين اديب ۽ نقاد ٻوليءَ جي آئيندي بابت مايوس ناهيون.(7)

ڊاڪٽر جبار 12 جولاءِ 2011ع تي هن فاني دنيا مان رحلت ڪئي سندن علمي ۽ ادبي خدمتون سنڌي ادب ۾ هميشہ قائم رهنديون.

**حوالا:**


1_ جوڻيجو جبار ڊاڪٽر, "سنڌي ادب جي تاريخ" اجلد ٽيون. سنڌي لئنگيج اٿارٽي, 2006ع ص. 54
2_ فهميده حسين ڊاڪٽر, "ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ" سنڌ ادبي اڪيڊمي 1997ع_ص.158
3_ جوڻيجو جبار, ڊاڪٽر, "مائوءَ جي ملڪ "۾ زيب ادبي مرڪز. 1973, ص. 34
4_ جوڻيجو جبار, "سنڌيون" انسٽيٽيوٽ اف سنڌ الاجي. 1970ع ص. 34
5_ جوڻيجو جبار ڊاڪٽر, "شيخ اياز هڪ مطالعو شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 1999ع ص. 20
6_ مرتضيٰ سيال, "سنڌي ادب جو خاموش خدمتگار". روزاني ڪاوش آچر 17 جولاءِ 2011ع.
7_ جوڻيجو جبار ڊاڪٽر, روزاني ڪاوش, 18 فيبروري 2010ع.

## جديد شاعري کي نئون موڙ ڏيندڙ

# شمشيرالحيدري

شمشيرالحيدري 15 سيپٽمبر 1932ع تي ڪيڏڻ ڳوٺ، ضلعي بدين ۾ رسول بخش خواجہ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم بدين مان ۽ پوءِ ڪجهہ وقت سنڌ مدرسۃ الاسلام مان پڙهيو پر ترت ئي اتان واپس آيو. سندس ساٿ محمد عثمان ڏيپلائيءَ سان ٿيو. جن جي سنگت ۾ هُن اورينٽل ڪاليج حيدرآباد مان پهريان اديب سنڌي ۽ پوءِ اديب عالم سنڌيءَ جا امتحان پاس ڪيا. بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي اي آنرس ۽ ايم اي سنڌي ادب ۾ ڪيائين. انهيءَ دور ۾ ايم اي ۾"سنڌي نظم جي اوسر" تي مقالو لکيائين. جو تمام گهڻو مقبول ٿيو. هن سنڌي شاعريءَ جي مزاج کي گهڻو پرکيو ۽ باقائدي طور سنڌي شاعريءَ جي بنيادي دور کان وٺي جديد دور تائين جي سڄي سلسلي تي نظر وجهي ان مان مکيہ نتيجن تي پهچي جيڪي اهم نڪتا پيش ڪيا. انهن موجب تہ سنڌي جي عظيم شاعري(ڪلاسيڪل) عروضي پيماني تي نہ بلڪ هندي وزن ۽ موسيقيءَ جي اصولن تي ٻڌل آهي ۽ عروضي پابنديون سنڌي شاعريءَ جي مزاج سان نهڪندڙ نہ آهن ۽ ڪٿي سنڌ جي شاعرن انهيءَ تي مڪمل عمل ڪيو آهي. ايراني ماحول واري روايتي شاعري شروع کان اڄ تائين، سنڌيءَ جي ڪنهن بہ دور سان نٺي نهڪي. ٻاهريون صنفون سنڌي شاعريءَ فقط اظهار جي سانچي طور اختيار ڪيون آهن ان کان سواءِ اهو بہ چيائين تہ "جديد شاعري ڪلاسيڪي دور جو نئون تعبير آهي ۽ سنڌي مزاج سان موافق آهي".

مطلب تہ شمشير صاحب سنڌي جديد شاعريءَ جي پنيرائي ڪئي. هو جيترو سٺو شاعر هو ايترو ئي سٺو نثر نگار پڻ. آزاد طبع ليکڪ هو. شروعاتي طور تي 1950ع ۾ بدين جي رائيس مل مان ڪم ڪرڻ بعد مختلف هنڌن تي ڪم ڪيائين. يوٿ ڊويزنل افيئرس جو پراونشل چيف

ٿي 19هين گريڊ ۾، 1991ع ۾ رٽائر ڪيائين. هن ترقي پسند اديب جي قلم ۾ شمشير جي نوڪ موجود هئي جنهن ڪري مختلف اخبارن ڪي سنڌيالينڊي حڪومت خلاف پڻ لکندو هو. ايم آر ڊي جي تحريڪ دوران سندس لکيل ڪالم "پيڙ تي ڏونڪو" تمام گهڻي مشهوري ماڻي.هُن ڪاوش، خادمِ وطن، مهراڻ ۽ هلال پاڪستان اخبارن ۾ ڪم ڪيو. "ماهوار"هلچل" ۽"هدايت" رسالي جا 2 پرچا ڪڍيائين. سندس تخليقي قوت، محنت جو جذبو، مطالعو خوش مزاجي، خودداري، سچائي ۽ نهٺائي اعليٰ درجي جي هئي. ڪلنڊي چوندو هو تہ: "مان شاعر ناهيان. ضرورت تحت شاعر ٿي ويو آهيان". يعني پروڊيوسر مون کان ڪو گيت لکرائي وٺن ٿا. پر در حقيقت هو هر فن موليٰ هو. هو ميڊيا سان لاڳاپيل هو سندس ڪيترائي مداح رهيا آهن. ٽي وي تي سنڌي پروگرامن جو پهريون ڪمپيئر ۽ اسڪرپٽ رائيٽر هو. ڪيترائي ايوارڊ حاصل ڪيائين. 6 جون 2010ع تي کين سنڌي ادبي سنگت پاران لائيف ٽائيم اچيومينٽ ايوارڊ ڏنو ويو.

شمشيرالحيدري جي ڇپيل ڪتابن ۾ انسان ڪاهہ(شخصيات– 1953) ڪاروان ڪربلا (تاريخ. 1954)، پورس جا هاٿي(ڪهاڻيون. 1958) "تنهنجون ڳالهيون سڄڻ"(ترتيب. 1961) "لاٽ"(شعر. 1962) "تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور" (ترجمو. 1963) آمريڪا جو سياسي سرشتو(ترجمو. 1964) "سنڌي ۾ آزاد نظم جي اوسر". (1987) "ڪاڪ محل_ناٽڪ". 1988) تاريخ جو ڪچرو(شاعري) آهن.

"ڪاڪ محل" شمشير صاحب جو ناٽڪ 1988ع ۾ ڇپيو. سنگم پبليڪيشن طرفان ڇپايل هن ناٽڪ جي شروعات هن بيت سان ٿيل آهي.

**زندگي ڪاڪ محل آهي ڪو رنگا رنگي،**
**جنهن ۾ مقصد ٿو ناز ڪري، سدا مومل جيان**
**دور ڪان دل کي لپائي، نہ اچڻ ڏئي ويجهو**
**ڪير آهي جو لنگهي پار پوي مشڪل مان.**

ناٽڪ جي لکڻ جي مقصديت تي ليکڪ لکيو آهي تہ."لطيفي لاٽ" پروگرام ۾ جڏهن شاهہ جي سورمين جي داستانن کي تاريخي روپ ۾ پيش ڪرڻ جي رٿ رٿي ويئي تہ مون بنا سوچ ويچار جي"ڪاڪ محل"

جي کهاڻي لکڻ جي تجويز پيش ڪئي. سڄاڻ پروفيسر محمد بخش سميجو هڪدم اتفاق ڪيو ۽ ان ريت 9 اپريل 1986ع کان 25 جون 1986ع تائين، ڪاڪ محل جون بارنهن قسطون هر اربع تي 6 لڳي 10 منٽن تي ٽي وي تان پيش ڪيون وينديون هيون.(2)

هن ناٽڪ ۾ مومل راڻي جي تاريخي داستان کي آندو ويو آهي ته گڏ تاريخي ڪردارن جو تحقيق ڪري تعارف پڻ ڏنل آهي. جيئن همير بادشاهه، راڻو مينڌرو راجا نند. مومل آهن ۽ هن ناٽڪ جي باري ۾ ڪجهه احوال ڊاڪٽر نبي بخش جي ڪتاب "مشهور عشقيه داستان 5 مومل راڻو" تان پڻ ورتل آهن. مڪالمه نگاريءَ جو مثال هن ريت آهي.

مومل:_ هيءَ ٽڏڙي هير ڪيڏي نه سيبائيندڙ آهي.؟"

راڻو: تنهنجي وارن جو واس ان کان وڌيڪ ليائيندڙ آهي.

مومل: هي وشال آڪاش، هي پکين جون منڙيون لاتيون، هي. هوا جي هنج تي ڪڄي ايندڙ سرهاڻيون، زندگي ڪيڏي نه سهڻي آهي راڻا! (3)

هيءَ ناٽڪ گهڻو مقبول ٿيو ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ ڇپيو. مٿي آئون ڄاڻائي آئي آهيان ته شمشيرالحيدري سنڌي شاعريءَ جي مزاج کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو. هن جديد شاعريءَ جي موافقت ۾ متناسب نموني سان سمجهاڻين ۽ دليلن سان مقالو لکيو جنهن سان ئي جديد سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ نئون موڙ آيو.

همسفر گاڏهيءَ کي ڏنل هڪ انٽرويو ۾ سنڌ ۾ سرجندڙ ادب کان مطمئن يا غير مطمئن ٿيڻ جي حوالي سان شمشير الحيدري چيو ته. "جيڪو به ادب، جنهن به دور ۾ سرجي ٿو. اهو ڪڏهن به مطمئن ڪندڙ نه ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته اهو ادب، ادب جي ماضيءَ کان مستقبل ڏانهن ويندڙ سلسلي جو حصو ٿيندو آهي. تنهن ڪري جيستائين ان خاص وقت جي ادب کي اڳيان پويان ناتا نه ملندا آهن. تيستائين ان جي ڪٿ نه ٿيندي آهي. يا ٻين لفظن ۾ ادب جي ڪٿ ايندڙ زمانو ڪندو. باقي ادب جي جيڪا رفتار آهي جن موضوعن تي لکجي پيو يا جن ويچارن، تي پڌرو ڪيو پيو وڃي. اهي مطمئن ڪندڙ آهن. يا نه.؟ ان لحاظ کان آئون سمجهان ٿو صورتحال تمام مطمئن

ڪندڙ آهي. ڇاڪاڻ جو نئون ادب سرجي پيو ۽ نئين ٿهيءَ جا ليکڪ لکن پيا ۽ وقت جي ڪن موضوعن کي نظر انداز نہ پيا ڪن."(2)

هن موجوده وقت جي ميڊيا ۽ پرنٽنگ جي ادارن، رسالن، اخبارن ۽ ٿيندڙ مشاعرن ۽ ادبي پليٽ فارمن کي ساراهيو. سندس موجب تہ مستقبل جا نقاد موجود، ادبي صورتحال کي اطمينان بخش قرار ڏيندا.

صحافت جي حوالي سان سندس تجربو وسيع هو. ادبي ميدان ۾ سندس مامي نظير حسين حيدري ۽ مهراڻ رسالي ۾ نوڪريءَ دوران محمد ابراهيم جويو ۽ مولانا غلام محمد گراميءَ سندس گهڻي رهنمائي ڪئي. هو "ٽہ ماهي مهراڻ"، جو ايڊيٽر رهيو ادبي بورڊ ۾ سندس وڏو ڪم آهي. "نئين زندگي" مخزن جو بہ ڪجھ عرصو ايڊيٽر رهيو. هن ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ لکڻ سان گڏ ترجما ڪيا تہ شاعريءَ ۾ سندس اهم مجموعو "لاٽ" ۽ باقي ڪجھ ڪتاب پڻ ڇپيل اٿس. شعر جو نمونو هن ريت آهي:

تنهنجي نيڻ ۾ جو نهاري ويو
ڇڻ تہ سنڌوءَ جي ڪناري ويو.
پيار جي بک نہ آهي دنيا کي،
وقت اڄ واڳ پنهنجي واري ويو.
هڪڙو "شمشير" هو زماني ۾،
سو بہ دنيا مان اڄ گذاري ويو.

10 آگسٽ تي شمشيرالحيدري هن فاني دنيا مان رحلت ڪري ويو. سنڌي شاعري، سوانح ۽ ترجما نگاريءَ ۾ سندس ڪم اهميت جوڳو رهندو.

حوالا:


1. شمشيرالحيدري "ڪاڪ محل" (سنگم پبليڪيشن 1988ع. ص. 12
2. ساڳيو. ص. 14
3. ساڳيو ص. 180
4. همسفر گاڏهي، "سنڌ جي ڏاهپ ڪان سورنهن انٽرويو"، (حصو پهريون) سارنگ پبلشنگ هائوس، ڪراچي. ص. 273.
5. سولنگي. غلام مصطفيٰ، "شاعري ڳالهائي ٿي،" سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد. 2015ع. ص. 39.

# ترجمانگاريءَ جي تاريخ ۾ ولي رام ولڀ جون خدمتون

18 آگسٽ 1941ع تي ٿرپارڪر جي علمي ۽ ادبي طور زرخيز زمين تي جنم وٺندڙ ديوان ولي رام ولڀ ولد ڪيول رام جو شمار سنڌي ٻولي ۽ ادب جي انهن ليکڪن ۾ ٿئي ٿو جن پنهنجيون پوريون حياتيون هن لاڪيڻيءَ ٻوليءَ جي خدمت ۾ گذاريون. ولي رام ولڀ جي انهن ڪوشش ڪي سنڌي نثر جي تاريخ ۾ هر دؤر ۾ ميتا ملندي رهندي. هن نثر ۾ ڪهاڻيون، ناول، آتم ڪهاڻيون، جيون ڪهاڻيون، خط، انٽرويوز، مضمون، مقالا لکيا ۽ ترجمو ڪيا آهن. ان کان سواءِ تاريخ، فلسفي ۽ مذهب جو موضوعن تي پڻ ڪتاب لکيا اٿن ته درسي ڪتابن جي حوالي سان سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾ خدمتون سر انجام ڏنيون اٿن.

اڌ صديءَ کان مسلسل لکندڙ ولي رام صاحب نثر ۾ لکڻ جي شروعات ترجمي سان ڪئي سندن پهرين ترجمو ٿيل ڪهاڻي "بهشت ۽ دوزخ" 1960ع ۾ تماهي مهراڻ ۾ ڇپي. اردو هندي، پنجابي، انگريزي، سنسڪرت، سرائيڪي ۽ ٻين ڪيترين ٻولين مان ادبي فن پارا سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيا اٿن. جنهن مان ڪافي مواد ڇپجي چڪو آهي ته، ڳچو مواد قلمي اڻ ڇپيل پڻ وٽن موجود آهي. ڇپيل ڪتابن ۾ چند جا نالا هن ريت آهن: "غدار"، "سيتا هرڻ"، "بند دروازو"، "ڏاريو"، "پوئين پهر جا پاڇيڙا"، "ائنا ڪرينيا"، "ڪهاڻي هن جي"، "سمهيل پاڻي"، "چتن کتن جو مسيحا"، "ڪارو ڪتاب"، "ٽين دنيا جون ڪهاڻيون"، "ٽڪل سريت ۽ ٻيون ڪهاڻيون"، "بهشت ۽ دوزخ"، "منڙا پاءِ..."، "اوندهه ۽ اُجالو"، "بهار آيو"، "زندگيءَ جو هڪ ڪپيل ٽڪرو"، "سنڌ ڪهاڻي"، "گيتا جو اپياس" ۽ ٻيا

ڪيترا ڪتاب آهن. جن ۾ ڪي طبعزاد تہ گھڻا ترجما آهن. هن ليوٽالسٽاءِ، البرٽو موراويا، ڪرشن چندر، قرت العين حيدر، امرتا پريتم، ديال سڪسينا، رابندر ناٿ ٽئگور، عابد سورتي، احمد نديم قاسمي ۽ ٻين ليکڪن جي تحريرن سان سنڌ واسين کي روشناس ڪرايو آهي.

ايئن بہ نہ آهي تہ ولي رام صاحب جو ڪو سڄو ڪم ترجمي تي مشتمل آهي. هن سنڌيءَ ۾ شاعري پڻ ڪئي آهي تہ اصلوڪيون ڪهاڻيون پڻ لکيون اٿن جيڪي معياري ۽ فني طور مضبوط شمار ٿين ٿيون، پر عام طور پڙهندڙ کين مترجم جي حيثيت ۾ وڌيڪ سڃاڻن ٿا. جنهن جو اهم سبب اهو ٿي ٿو ٿي چئي سگهجي ٿو تہ پاڻ هڪ اهڙو تخليقڪار/مترجم آهي جنهن جا ڪيل ترجما اصلوڪي (Original) هئڻ جو گمان ڏين ٿا ۽ انهن جي مشهوريءَ کان پوءِ ظاهر آهي سندن ذاتي لاڙو تخليق کان وڌيڪ ترجمن ڏي رهيو آهي ۽ ان ئي ڪري موجوده وقت سندن نالو تخليقي ادب جي اهم مترجمن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکيو آهي تہ:

”مترجم طور جن ماڻهن نالو ڪڍيو انهن ۾ محمد ابراهيم جويو، ولي رام ولڀ ۽ غلام نبي ميمڻ جا نالا خاص طور نشانبر رهيا آهن. پوين ٻن ناولن ۽ ڪهاڻين جا ترجما ڪيا آهن. (جوڻيجو 225: 2006ع)

ادب ۾ ترجما ڪهڙيءَ ريت ٿين ٿا يا انهن مان ڪهڙي افاديت آهي؟ مترجم لاءِ ڪهڙن اصولن ۽ قائدن قانونن جو پورائو ضروري آهي؟ ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا سوال آهن، جن مطابق اهو ڇيد ڪري سگهجي ٿو تہ ولي رام صاحب جا ڪيل ترجما ڪامياب آهن يا نہ؟ پر هتي پنهنجي مقالي معرفت آئون فقط اهو ڄاڻائيندس تہ سنڌي نثر جي واڌاري ۾ ولي رام ولڀ جي ڪيل ترجمن سان ڪيتري هٿي ملي آهي ۽ هن نثر جي خوبين ۽ خاصيتن جو پورائو پنهنجي لکيل نثر ۾ ڪيتريقدر ڪيو آهي؟

جيئن تہ پڙهندڙن کي اها پليءَ پت خبر آهي تہ جڏهن بہ ڪنهن مترجم اديب جي نظر مان ڪا سٺي تحرير گذرندي آهي تڏهن سندس دل ۾ هڪدم اها خواهش ڪَرَ کڻندي آهي تہ ”مان هيءُ شاهڪار پنهنجي پياري ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري پنهنجي ديس واسين جي اڳيان آڻيان“ حقيقت ۾ ڏنو

وجي تہ اهو ئي ڪنهن ٻوليءَ جي بقا ۽ واڌاري لاءِ مؤثر طريقو آهي. جنهن سان ان ٻوليءَ جي وسعت وڌي ٿي ۽ انهيءَ ٻوليءَ ۾ نوان نوان خيال، نظريا، نيون معنائون ۽ اعليٰ قوتِ فڪر پيدا ٿيندي آهي. هتي آئون ولي رام ولڀ جي ئي لفظن ڪي ورجائيندس، سندن موجب تہ:

”ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ جڏهن بہ مون ڪا سٺي تحرير پڙهي آهي، تڏهن دل چاهيو آهي تہ اها سنڌيءَ ۾ ڇپجي، مون پنهنجي اسٽڊي شيئر ڪرڻ چاهي آهي.“ (ولي رام، 7: 1984ع)

متي اها چٽائي ٿي آهي تہ ولي رام صاحب ٻين ٻولين جي ادب مان پنهنجي پسند مطابق ترجما ڪري سنڌي نثر کي وڌايو ۽ ويجهايو آهي پر هاڻي هڪ نڪتو غور طلب اهو بہ آهي تہ ڇا پاڻ سنڌي نثر جي قائدن قانونن جي پورائي تي مڪمل ڌيان ڌري پنهنجي ٻوليءَ سان انصاف ڪيو اٿن؟ ڇا سندن ترجمو ٿيل ڪهاڻين ۽ ناولن جا موضوع اڇوتا، انوکا، وڻندڙ ۽ سنڌي سماج ۾ گهرج مطابق آهن ۽ جنهن سان نثر ۾ موضوعن جي ندرت ۽ وسعت سامهون آئي هجي يا ٻيون نثري خوبيون جيئن سهڻو اسلوب بيان، لفظن ۽ جملن جي بناوٽ، تجنيس حرفيءَ جو استعمال، بيهڪ جي نشانين تي خاص توجهہ، مواد ۽ موضوع جي مطابقت ۽ ٻيون ڪيتريون خاصيتون آهن، جن سان سينگار جي نثر ۾ سهڻي سگهڻ اچي سي سندن نثر ۾ موجود آهن يا نہ؟

جيئن تہ نثر جي تاريخ لکندڙن اهو بہ ڄاڻايو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن نثر نگار (چاهي اهو مترجم هجي يا مؤرخ نقاد هجي يا اديب) جو نثر پڙهڻ ۾ اثر انگيز وڻندڙ ۽ دلڪش نہ آهي تہ پوءِ اهو رواجي نثر شمار ٿيندو پر جڏهن ڪو نثر پڙهڻ مهل پڙهندڙ بنا اٽڪ جي تمام روانيءَ سان پڙهندو ٿو وڃي ۽ لفظن، جملن ۽ پئرائن ۾ ربطگيءَ باعث ليڪڪ جو ماضي الضمير متس واضح ٿو هجي تہ پوءِ اهڙو نثر اثرائتو ۽ ڪامياب نثر شمار ٿيندو آهي. هيٺ پڙهندڙن جي پروڙ لاءِ ولي رام صاحب جي نثر مان چند حوالا پيش ڪريان ٿي تہ جيئن موضوع تي سهڻائيءَ سان روشني پئي سگهي.

"هن ورهين کان آسمان ڏٺو نہ هو. آزاديءَ جي سَڌَ سندس دل ۾ زخمي پکيءَ وانگر کنيڙاٽيون هڻي شايد مري چڪي هئي هاڻي رڳو مايوسيءَ جي اونداهي هئي ۽ بس!

اوچتو هڪ ڏينهن ڌرتي ڌٻي ۽ زمين گجگوڙ سان گڏ ڦاٽي پيئي وڏيون، ويڪريون شاهي ديوارون لڏي تيڏيون ٿي ويون. قيدي ڊپ ۽ هراس وچان قيدخاني جي شاهي ٿنڀي سان ويڙهجي چت تي وڏن ۽ ڳؤرن پٿرن جا آواز ٻڌندو رهيو. ٿوري دير کان پوءِ ڌرتيءَ جو لوڏو بيهي ويو تہ هُن جو ساهہ ۾ ساهہ آهيو پر گڏوگڏ سندس اکين ۾ مايوسيءَ جا لڙڪ پرجي آيا". (ولي رام 15:2007ع)

"ٽڙندڙ وکن سان، هٿن سان هوا ۾ هٿوراڙيون هڻندي، هو ڪورٽ جي ڪمري جي فرش تي اڳيان وڌندو ويو. سندس خالي اکين جي کوپن مان رت ٽمي رهيو هو. ڳاڙهو ڳاڙهو رت، ايتريقدر تيز ڳاڙهو پئي لڳو جو ٻي ڪا بہ شيءِ انهيءَ رت جي ڳاڙهاڻ کان وڌيڪ ڳاڙهي نٿي ٿي سگهي رت آهستي آهستي ۽ لاڳيتو انهن سوراخن مان وهي رهيو هو جتي پهرين ڪڏهن سندس اکيون هيون." (ولي رام 28: 2007ع)

"سدا ساوا پن" ۾ لور ڪاجي شخصيت جو تجزيو ڪندي لکيو اٿن تہ "هو سپنن جي سنسار ۽ روزمره جي زندگيءَ جو هڪ خوبصورت ميلاپ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ڪنهن فيلسوفاڻي، نظرياتي ۽ نفسياتي بحث ۾ ڦاسڻ کان سواءِ هو اها ڳالهہ سمجهي ويو تہ انسان جي زندگيءَ جو فقط هڪ حصو شعوري حصو هوندو آهي، پر سندس زندگيءَ جو هڪ وڏو حصو لاشعوري هوندو آهي، جنهن ۾ اڻ ڄاتل خطرا، اوچتا ڊپ، ماروائي اداسي، مبهم خواهشون، احمقاڻيون اميدون، افسانوي اُمنگ ۽ ازلي ۽ ابدي خدشا شامل هوندا آهن. حقيقت نگاري زندگيءَ جي شعوري تجزيي مان ملندي آهي ۽ افسانوي رنگ لاشعوري تقاضائن جي تڪميل سان اهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن ماڻهو اکيون ڪليل رکي ۽ دل کي آزاد ڇڏي ڏي".
(ولي رام 156:1984ع)

هڪ ٻئي هنڌ لکيو اٿن ته، ”انسان غير جي ڌرتيءَ تي بي گهر هجي ۽ وري پنهنجي وطن ۾ به ”بي گهر“ ٿي رهي ته انهيءَ نتيجي تي پهچي ٿو ته پنهنجي وطن ۾ ”بي گهرائي“ ڏاڍي وحشت ناڪ هوندي آهي، جلاوطنيءَ جي اذيت، خواهشون، تمنائون ۽ واپسيءَ جي ڏينهن جو انتظار اهي اهڙيون ڳالهيون هونديون آهن جن جو ڪو سبب ۽ ڪارڻ هوندو آهي، پر توهان پنهنجي ئي وطن ۾ بي گهر بنجي رهو انهيءَ جو ڪو ڪارڻ ۽ منطق سمجهه ۾ نٿي اچي! پوءِ جڏهن انسان جي چمار وڏندي ويندي آهي ته انهيءَ گُهٽ جي ڪيفيت کان ٻاهر ايندو آهي. ان وقت محسوس ٿيندو آهي ته پنهنجي وطن ۾ اسان جي وجود جو پل اهو ڪنهن به حالت ۾ هجي- ڪارڻ آهي.“ (ولي رام 14: 1984ع)

”بس جيئن هُندن وٽ هر شيءِ جو ڪو نه ڪو ديوي ديوتا ايجاد ڪيو ويندو آهي تيئن مسلمانن وٽ به هر شيءِ جا جدا جدا پير بنجي ويا. راڳن جا پير، مٽيءَ جي برتنن جا پير، پينگهي جو پير، سموري سنڌ پيرن جو ديس ٿي ويو. **نانگن** جي منتر جنتر جا ڄاڻو جوڳي سڀ مسلمان هوندا هئا. انهيءَ سان **گڏ محرم** جو مهينو هندن جي لاءِ پوتر بڻجي ويو ۽ اُهي تعزين جي **اڳيان نذر و نياز** چاڙهڻ لڳا، توهان وٽ به ائين ٿيندو هوندو؟“

”مذهب سچ پچ اسان لاءِ اوائلي سوين سالن تائين زبردست آفيم جو ڪم ڪيو آهي ۽ انهيءَ کان پوءِ گولي بارود جو.“ (ولي رام 60: 1996ع)

ولي رام صاحب جي تحرير پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته سندن لکيل نثر ۾ نه ڪٿي اوپرا، اڻ وڻندڙ ۽ اڻ سهائيندڙ لفظ آهن ۽ نه ئي جملن ۾ بي ترتيبي ۽ بي ربطگي آهي. هن نه فقط بيهڪ جي نشانين تي خاص توجهه ڏني آهي، پر گرامر جي ترتيب، سهڻن ۽ سيبتن لفظن جو جڙاءُ، تجنيس حرفيءَ جي سونهن ۽ ٻيون ڪيتريون نثري خوبيون آهن جيڪي سندن ترجمن کي طبعزاد هئڻ جو اعزاز بخشين ٿيون.

نقادن موجب ته ڪو به مترجم تڏهن ڪامياب ٿيندو آهي جڏهن ڪيس ٻنهي ٻولين تي مڪمل گرفت ۽ انهيءَ ادبي صنف جي مڪمل ڄاڻ هجي. انهن ٻنهي نڪتن سان متفق هوندي به هن ۾ آئون هڪ ٻيو اضافو

ڪنديس تہ مٿين خوبين سان گڏ هڪ خاص خوبي آهي انهيءَ مترجم / اديب جو پنهنجي ڪم لاءِ "دلي ذوق ۽ شوق" ۽ چو جو اسان وٽ عام طور اهو چوندا آهن تہ "فلاڻو الاڻو ڪم دل سان ڪيو تڏهن سٺو ٿيو" سو واقعي دل جو ثاني ڪونهي، هتي آئون اهو ٿي چونديس تہ ڪين سنڌي ٻولي ۽ ادب سان دلي عشق آهي. هن اصل کي نقل ڪرڻ مهل اصلوڪو ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي آهي ۽ بنيادي طور هو تخليقڪار مترجم آهي جيڪو پنهنجي ڪم سان سچو ۽ منظم طبع شخص آهي. جنهن ٿڏي دل ۽ دماغ توجهہ، ترتيب ۽ تنظيم سان پنهنجي ڪم ۾ هميشہ مڪمليت (Perfection) جي پوري پوري ڪوشش ڪئي آهي جنهن ۾ ڪيس ڪاميابي پڻ حاصل ٿي آهي. سندس تحرير چاهي ترجمو هجي يا طبعزاد جڏهن بہ ان جو تنقيدي تجزيو ڪبو تہ اها ڳالهہ ضرور سامهون ايندي تہ وٽس سنڌي ٻوليءَ جي هندائتن (Appropriate) لفظن جي ڪا بہ کوٽ نہ آهي. جيئن هن مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ:

"ريٽا شهاڻيءَ جو رچنا سنسار ٻهو مکي، مختلف ڏسائن ۾ ڦهليل آهي هر رچنا مان سندس انيوءَ، ايياس ۽ اندروني سُوجهي بکي ٿي. جيڪا موضوع جي گهرج ۽ ذهني ميلان پٽاندر پنهنجي اظهار جي صورت گڏ ڪٺي اچي ٿي." اڳيان چوي ٿو تہ:

"هوءَ اڄ جي دور جي اها ذهين، حساس تخليقڪار آهي جنهن پنهنجي سهيوڳي دؤر ۾ زندگيءَ جي ٽٽل، وکريل، ظاهري ٽائنيڪو ٿيل پر وکريل ۽ ويڇايل ڪردارن کي سميٽي پنهنجين لکڻين جو آڌار بڻايو آهي." (ولي رام 13: 2005ع)

نثر جي قائدن قانونن جي پورائي سان گڏ هڪ ٻي اهم خوبي ولي رام صاحب جا چونڊيل موضوع آهن ڏنو وڃي تہ غير ملڪي ادب پڙهڻ ۽ ترجمو ڪرڻ ڪماليت نہ آهي پر ان مان پنهنجي ملڪ ۽ ماحول مطابق احسن چونڊ ڪرڻ وڏو ڪمال آهي. سندس ترجمو ٿيل ناولن "سيتا هرڻ"، "غدار"، "ڏاريو" ۽ ڪهاڻين "اکين ڏٺو شاهد" (رياستي نظام تي چوٽ) "دنيا ۾ اچڻ کان اڳ" (علامہ اقبال جي شعر خودي کو ڪر بلند اتنا ڪہ هر تقدير سي پهلي، خدا خود بندي سي پوڇي ڪہ بتا تيري رضا ڪيا هي جي حوالي

مطابق لکيل ڪهاڻي) ”ڪليل در“، ”پڇي نہ سگهيس“، ”اطمينان“ (انساني سوچن، وهمن، وسوسن ۽ روين تي مشتمل) ۽ ٻيون ڪيتريون ڪهاڻيون آهن (جن جو ذڪر ڊيگهہ سبب ڪري نٿو سگهجي) سي مختصر ڪهاڻيون هونديون بہ گهڻو ڪجهہ چاڻائين ٿيون ۽ اهو ئي مختصر ڪهاڻيءَ Short Story جو ڪمال آهي جيڪو ليکڪ پليءَ ٻت چاڻي ٿو ولي رام ولڀ صاحب جو نثر جو ڪم ٻوليءَ ۽ ترجمانگاريءَ جي حوالي سان اهميت جوڳو آهي. هن سنڌي نثر کي شاعراڻو ترنم ڏنو آهي، طبعزاد توڙي ترجمن جي صورت ۾ کين هند ۽ سنڌ ۾ انهن خدمتن تي ڪيترن ئي ايوارڊن سان نوازيو ويو آهي. ذاتي طور ڪافي وقت کان بيماريءَ جو مقابلو همت ۽ حوصلي سان ڪندي هُو اڄ ڏينهن سوڌو پنهنجي لکڻ پڙهڻ جي ڪم سان جُنبيل آهي، سندس ايمان آهي تہ جيستائين سرير ۾ ساهہ آهي پاڻ پنهنجي پياريءَ ۽ لاڪيڻيءَ ٻوليءَ جي خدمت ڪندو رهندو ۽ ادبي لاٽ کي روشن رکندو ايندو.

پشپا ولڀ جي چواڻي مطابق تہ:

گهاتي اونداهي آهي،
اک هٽ کي ڳولي نٿي سگهي
هر هنڌ روشني ئي روشني پکڙجي ويندي
ننڍڙو ئي سهي.
هڪ ڏيئو جلائي تہ ڏس (پشپا، 18: 2010ع)

آخر ۾ فقط اهو چونديس تہ سنڌي ٻولي ڄاڻندڙن، ڳالهائيندڙن ۽ پڙهندڙن تي اهو فرض ۽ قرض ٿو بيهي تہ هو پنهنجي ٻوليءَ جي جيئاريندڙن ۽ وڌائيندڙن کي مڃتا ڏين ۽ هن شانائتي ٻوليءَ ۾ لکن ۽ پڙهن ۽ ان کي عام ڪن تہ جيئن ڏيئا ڏيئا لاٽ جر ڪندي رهي (آمين)

## - حوالا -

1. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، ”سنڌي ادب جي تاريخ“ (جلد ٽيون)

2006ع سنڌي لئنگويج اٿارٽي، حيدرآباد، 225.
2. ولڀ. ولي رام، "سدا ساوا پن"، 1984ع، سهڻي پرنٽرز حيدرآباد، 7.
3. ولڀ ولي رام، "منڙا پاءِ...."، 2007، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 15.
4. ايضاً...، صہ 28.
5. ولڀ ولي رام، "سدا ساوا پن"، 1984ع، سهڻي پرنٽرز حيدرآباد، 156.
6. ايضاً...، صہ 14.
7. ولڀ ولي رام، "سيتا هرڻ"، 1996ع، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 60.
8. شهاڻي ريٽا. ولي رام ولڀ، "رشتن جو رقص"، 2005ع، ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد، ص 13 (مهاڳ)
9. ولڀ پشپا، "بند اکين ۾ آسمان"، 2010ع، مارئي پبليڪيشن ڪراچي، 18.

❊

## سنڌي صحافت جو اهم نالو:

# فقير محمد لاشاري

فقير محمد لاشاريءَ جو نالو سنڌي ادب جي بي باڪ صحافين ۾ شمار ٿئي ٿو. ڪيس ڪالم نگاري ۽ مضمون نگاريءَ تي ملڪو حاصل هيو. هو 4 سيپٽمبر 1951ع تي لاڙڪاڻي ضلعي جي، تعلقي وارهہ جي قديم ڳوٺ، گاجي کهاوڙ ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ مان تہ ميٽرڪ وارهہ هاءِ اسڪول مان ڪيائين. 1972ع ۾ بي اي لاڙڪاڻي ڪاليج مان تہ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم اي ايڪانامڪس 1974ع ۾ ڪيائين. ڪجهہ وقت درس وتدريس سان لاڳاپيل رهيو پر پوءِ، سندس توجهہ صحافت ڏي ٿي ويئي ۽ ان ۾ گهري دلچسپيءَ سبب مستقل لکڻ لڳو. هُن اهڙي ريت صحافتي دنيا ۾ وڏو نالو ڪڍيو. هن سنڌ جي اهم اشوز تي مضمون ۽ ڪالم لکيا. سندس سياسي، سماجي، ادبي، فڪري ۽ ثقافتي مضمون سنڌ جي سيني اخبارن ۾ ڇپبا هئا. هو انگريزي ٻوليءَ جو پڙهہ وڏو ڄاڻو هو. ننڍي لاڪون ڳوٺ ۾ فقط سندس ئي گهر ۾ انگريزي اخبار پڙهي ويندي هئي. 1972ع ۾ ڪراچيءَ ۾ اچڻ کان پوءِ ست سال سنڌي ادبي سنگت سان لاڳاپيل رهيو. محترمہ بينظير ڀٽو جي لانگ مارچ جي سڏ ۾ سڏ ملائيندي، ف . م لاشاري ڊاڪٽر اسماعيل، جگديش ملاڻي ۽ غلام قادر پليجو، 17 جولاءِ 1993ع تي لاهور کان اسلام آباد ويندي پنجاب صوبي جي شهر گوجر خان وٽ گاڏي سان حادثي جو شڪار ٿيا. جنهن ۾ اسماعيل اديجو ۽ ف.م لاشاري موقعي تي ئي فوت ٿي ويا. نوجوانيءَ جي عمر ۾ سندس وفات سنڌي صحافت ۽ ادب لاءِ هڪ وڏو سانحو شمار ٿئي ٿي. هن ٿوري عرصي ۾ گهڻو ڪم ڪيو. سندس ڪم جي رفتار تمام تيز هئي. هزارن ۾ ڪالم، مضمون ۽ ڪهاڻيون لکيائين ان کان سواءِ سفرنامو ”سگهارو هماليہ ۽ هيٺا ماڻهو“ لکيائين. هو آزاد ۽ جديد خيالن جو ليکڪ هو. ڪيس ڪڏهن بہ ڪير لالچائي مقصد تان هٽائي نہ سگهيو. نہ ڪنهن طاقت اڳيان جهڪيو سندس تحريرن ۾ فلسفو ۽ فڪر جي آزادي تہ هئي. پر سنڌي قوم جا درد ۽ سور سمايل هئا. ٻوليءَ جي حوالي سان پختگي ۽ مضبوطي هئي. هن نہ فقط صحافت کي جديد روين سان آشنا ڪيو پر سندس ڏنل پيغام ڪيترن کي

بهادريءَ لاءِ اُتساهيو. ف.م لاشاري ڪافي ملڪن جا دورا ڪيا جن ۾ آمريڪا، برطانيه ۽ نيپال شامل آهن. سندس معلومات، مطالعو ۽ سوچ وسعت واري هئي. انهي ڪري گهڻو لکجندڙ ۽ ڇپجندڙ ليکڪ هو. سندس لکيل ايڊيٽوريل اخبارن جي وکري جي ضمانت هيا. هن ڪافي اخبارن لاءِ لکيو خاص طور عوامي آواز، جاڳو ڪاوش ۽ ٻيون آهن.

ف.م لاشاريءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾ ”ڌرتي جي دانهن“ (1988) ”سنڌ جا سور“(1988) ”سنڌ پيپلز پارٽيءَ کان ڄام صادق تائين“.(1993) ”رڃ جهڙي ماحول ۾ مور جي رڙ“ (ٻه ڀاڱا) ”ڇپر جا سونهان“، ”سگهارو هماليه ۽ هيٺا ماٺهو“(نيپال جو سفرنامو 1985ع) آهن. هن صحافيءَ جي سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن تي گهري نظر هئي. سندس ڪتاب پيپلز پارٽيءَ جي باري ۾ ان دور جي مسئلن جو گهرو مطالعو آهي. سندس مضمون سنڌ جي سورن کي ڄاڻائين ٿا پر انهن مسئلن مان نڪرڻ جو ڏس پڻ ڏين ٿا. هو سنڌ جو نوجوان دانشور هو. جنهن پنهنجي تحريرن وسيلي سنڌ ۾ سجاڳي آڻڻ ٿي چاهي.
”رڻ جهڙي سماج ۾ مور جي رڙ“ ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1991ع ۾ ڇپيو. هي ف.م لاشاريءَ جا ڪالم ”انب گوپانگ“ سهيڙي سنڌيڪا اڪيڊميءَ مان شايع ڪرايا. هن ڪتاب جو پهريون حصو.(1) ”سنڌ پيپلز پارٽي کان ڄام صادق علي تائين“ آهي. اهي اداريا عوامي آواز ۽ جاڳو اخبار ۾ ڇپيا. هن ڪتاب جو مهاڳ سراج ميمڻ صاحب، ”ڪو ڪو ماٺهو موتي داڻو“ جي عنوان سان لکيو آهي. ٻيو ڀاڱو 1992ع ۾ شايع ٿيو. انهن ايڊيٽوريليز جا عنوان هن ريت آهن. ”آپريشن ڪلين اپ“ ۽ ”حڪومت جون مصلحتون“، ”پاڪستان عورتن جي خلاف ڇو آهي“.؟ ”جتوئي توتي دانهن“، ”جيئي سنڌ تحريڪ جو ڏوهه ڪهڙو آهي.؟“ ”سنڌ لاءِ ڪوڙ آزاديون“، ”سنڌين جي روزگار کي ڏنگيندڙ نانگ“، ”اسلام آباد جو ڳوڙهن سان ٿيل فصل“، ”تعليم، رياست ۽ سماج“، ”قومي بقا ۾ محنت ۽ محبت“، ”ڪوڙو تون ڪفرسين“ ۽ ٻيا عنوان آهن عنوانن مان ڄاڻ پوي ٿي ته اهي ڪالم خاص، سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن سان گڏ سنڌ جي انهيءَ وقت جي مسئلن جي نشاندهي ڪندڙ آهن. ٻوليءَ جي لحاظ کان ادبي نه هوندي به اهي ليک هڪ سجاڳ صحافيءَ جي قلم معرفت سندس دل ۽ ضمير جو آواز آهن ۽ ڪتاب جي عنوان سان اندريون مواد نهڪندڙ آهي.

# سگھارو هماليہ ۽ هيٺا ماڻهو

ف. م لاشاريءَ جو نيپال جو لکيل سفر نامو آهي جو سنگم پبليڪيشن ڪراچيءَ وارن 1985ع ۾ پهريون ڇاپو ڇپايو. هن سفر نامي جو انتساب, محمد ابراهيم ميراڻيءَ جي نالي آهي. هي سفر ليکڪ صحافتي دور دوران حڪومت طرفان ڪيو جنهن ۾ غلام نبي مغل جو بہ ساٿ هئن. رئوف نظاماڻي ڪتاب جي باري ۾ لکيو آهي تہ, "سفرنامي ۾ نيپال جهڙي ڏتڙيل ملڪ جي غريب ماڻهن جي پست سماجي حالتن جي نهايت دکدائڪ تصوير چٽي ويئي آهي ۽ سماجي تضادن ڪي سهٽي نموني سامهون آندو ويو آهي." (1)

نيپال جنهن جا ماڻهو سادا, ڪرا ۽ مظلوم آهن. ليکڪ موجب, مظلومن کي مظلومن سان اتحاد ڪرڻ گهرجي تہ هو ٻڌيءَ سان هڪ وڏي طاقت ٿي ايرن لکي ٿو تہ:

"هنن جبلن جي دنيا, انهن جو مزاج ۽ معاشرو بنهہ انوکو ۽ پنهنجي قسم جو پٽي لڳو سيئي وڏيون چوٽيون آسمان ڏانهن منهن ڪيو. ڏرتيءَ وارن سان ڪاوڙيون بيٺيون هيون".(2)

اڳيان لکيو اٿن تہ, "مون نيپال ۾ جيڪي ڪجهہ ڏٺو تنهن سان منهنجو اهو ويساهہ پختو ٿيو آهي تہ مظلوم انسانيت جو سچو اتحاد ٿيڻ, تاريخ جو اڻ ٽر فيصلو آهي." سفرنامي لکڻ جي سبب کي ڄاڻائيندي چوي ٿو تہ"مان رڳو ايترو ئي سمجهان ٿو تہ پنهنجي مظلوم ڏيهہ واسين کي هڪ ٻئي ڏيهہ جي ستايل ماڻهن سان واقفيت ڪرايان. يقين ڄاڻو تہ جيڪڏهن هنن پنهنجي مظلوميت تي سوچ پائي ورتي تہ اسان کي بہ سگهہ ملي ويندي پر اسان ڪو اهڙو ڪم ڪري وڏو تہ هو بہ سگهارا ٿيندا ۽ هو هيٺا ۽ هماليہ سگهارو نہ هوندو." ( 3) ليکڪ هن سفرنامي ۾ نيپال جي سونهن کي لفظن ۾ اوتيو آهي تہ انهي جون تمام پست حالتون بہ لکيون آهن. هن ڊيميَ سائيز

مختصر سفرنامي ۾ ادبي رنگ مختصر آهي پر هن ڪتاب کي معلوماتي سفرنامو چئي سگهجي ٿو.

فقير لاشاريءَ جو سنڌ ۽ سنڌي قوم سان عشق هو. هن وقت جي ڪيترن ٻرندڙ مسئلن تي لکيو جن جي لاءِ هن کي گهڻو ڀوڳڻو پيو. يوسف سنڌي لکي ٿو ته، ”هن جي سوچ ترقي پسند هئي. جنهن جي شروعات اسڪول جي زماني کان ٿي هئي. کيس محمد ابراهيم ميراڻيءَ جهڙو لائق استاد مليو جيڪو هڪ روشن خيال ۽ قوم پرست شخص هو. هن نہ رڳو پنهنجي شاگردن ۾ قوم پرستيءَ وارا جذبا جاڳايا پر منجهن سنڌي ۽ ترقي پسند ادب پڙهڻ جو شوق جاڳايو. فقير محمد بہ ان استاد جي صحبت ۾ ترقي پسند ادب ۽ ترقي پسند سوچ ڏي مائل ٿيو“.(4)

اها سوچ اڳيان سندس ايڊيٽريءَ ۾ نڪتل اخبارن ۽ رسالن مان چڱيءَ پر پروڙجي پيئي. ڊاڪٽر عزيز الرحمان ٻگهيو لکيو آهي، تہ: صحافت وڏي ذميداري آهي ۽ عظيم فرض شناسي، جيڪا قلم جي تقدس کي هر حالت ۾ محفوظ رکڻ لاءِ لالچ ۽ خوف کان مٿيرو ۽ غير متاثر رهندي، پنهنجي جدوجهد جاري رکڻ لاءِ ميدان ڪارزار ۾ قدم رکڻ چاهي ٿي“.(5)

ف.م لاشاري اهو ڪم ڪيو هن ڄام صاحب جي دور ۾ هر آچ نڪرائي پر پنهنجي لکڻين ۾ ثابت قدم رهيو. حڪومت طرفان سندس خدمتن جي مڃتا تي کيس ”ستاره امتياز“ جو ايوارڊ ڏنو ويو.

**حوالا:**


1. فقير محمد لاشاري، ”سگهارو هماليہ هيٺا ماڻهو“، سنگم پبليڪيشن، ڪراچي. 1985ع. ص. 13
2. ساڳيو حوالو.ص، 101
3. ساڳيو حوالو. ص،10
4. يوسف سنڌي، ”سنڌي ادب“ سچائي اشاعت گهر دڙو، 2011 ص. 337
5. ٻگهيو عزيز الرحمان ڊاڪٽر، ”سنڌي صحافت جي ارتقا ۽ تاريخ“ انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو 1988ع. ص.4

# ڊاڪٽر نواز علي ”شوق“ جون علمي ۽ ادبي خدمتون

ڊاڪٽر نواز علي شوق جو جنم، رحمت خان تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ ٿيو هُن خيرپور ، سکر ۽ ڪراچيءَ مان تعليم حاصل ڪئي سنڌي ۽ اردو ٻوليءَ ۾ ايم اي ڪيائين ۽ ايل ايل بي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبي جي سربراهه ۽ شاهه لطيف چيئر جي سربراهه جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏنائين. علم ۽ ادب جو ڪوڙيو ۽ شاهه لطيف ۽ سچل جو پارکو هي صاحب نثر توڙي شاعريءَ ۾ يڪتا خدمتون سرانجام ڏيئي چڪو آهي. ڪيس صوفياڻي شاعريءَ سان شغف آهي ڪيترن شاعرن جو ڪلام سهيڙي شايع ڪيو اٿن تہ نثر جي مختلف صنفن جيئن ناول، ڊرامو افسانو ۽ ٻين موضوعن تي ڪيترائي مضمون مقالا لکيا اٿن. سنڌي ٻولي ۽ ادب سان گڏ سنڌي ثقافت ۾ پڻ کين گهڻي دلچسپي آهي. ڪافين سان تہ خاص رغبت اٿن. ڪتابن جا ڪوڙيا آهن. وٽن انيڪ ڪتاب ۽ قلمي مسودا اهم موضوعن تي موجود آهن. ڊاڪٽر نواز صاحب جي پي ايچ ڊي جو تحقيقي مقالو هدايت علي نجفي تارڪ جي باري ۾ آهي. ڊاڪٽر صاحب محقق هئڻ سان گڏ تنقيدي ادب ۾ پڻ هڪ سَندَ جي حيثيت رکي ٿو. هڪ نقاد جي حيثيت سان غيرجانبداريءَ سان ڪم ڪي پرکڻ سندن معيار آهي.

نواز صاحب جي ڪتابن ۾ ڪجھ جا نالا هن ريت آهن.”سامي سفر هليا“ (سفرنامو 1981) ”آديسي اٿي ويا“(غزل) ”شاعرن جو تذڪرو“(1981) ”ملاوٽ جا ماهر“(مزاحيہ مضمون) ”وندر ۽ وٽڪار“ (مضمون، مقالا، شاعري) ”هيڪار“(چونڊ مضمون) ”ڪلام حضرت سچل سرمست“(1981) ”وڏن جو ادب“. ”ديوان تارڪ“. ”سر ڏهر“. ”سچل سارو سچ“.(هي ڪتاب سي ايس ايس جي 2016ع جي نصاب ۾ مقرر ڪيو ويو آهي) ”معلوماتي دنيا“. گيت جي گلزاري، ”سچل سرمست جو طالب“(1992)”سنڌ جا هنر“ ”ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار“ (1998ع) ”سياڻو سهو بيوقوف بگهڙ“(ٻاراڻو ادب) ”شمس العلما مرزا قليچ بيگ“ سنڌ جو عطار. ”سکر، بکر ۽ روهڙي“(2001) ”صوفي روحل فقير“(2001) ”سدا

سرها گل" (2001) "نينهن جا نعرا"، "گيت جي گلزاري"، "اسان جي آزاديءَ جا اڳواڻ"(ترجمو) "ٿر ۽ پارڪر جو احوال" "ڪلام شاهه نصير"، (2004) "ڪلام عثمان سانگي" (2004) "ادبي اشارا" (تنقيدي مضمون) "ڪليات علويؒ"(مرتب) ۽ ٻيا ڪتاب آهن. ڪين علمي ۽ ادبي خدمتن عيوض ڪيترائي ايوارڊ ملي چڪا آهن.

نواز صاحب جي ڪلام جو نمونو هن ريت آهي.

دل ۾ خيالي زلف ورخ يار تي ويو
والليل والضحيٰ سان سروڪار تي ويو
تنهنجي ثنا ڪيم ته شعر بڻيا شاهڪار
ٻيو شعر ڪو چيم ته سو بيڪار ٿي ويو.

ڊاڪٽر صاحب جن کي نثر ۾ مضمونن ۽ مقالن، ۾ ته شاعريءَ ۾ صوفياڻي شاعريءَ جي باري ۾ عبور حاصل آهي. سندن مضمون جو سهيڙيل ڪتاب"هيڪار" ورستي سنڌ پبليڪيشن، سنڌي شعبي، ڪراچي يونيورسٽي طرفان پاپولر پرنٽرس، حيدرآباد مان 1976ع شايع ڪرايو. .
هيءَ ڪتاب ايم اي سنڌي ۽ سي ايس ايس جي نصاب ۾ شامل آهي جنهن ۾ 23 مضمون مختلف موضوعن تي صاحبِ طرز مضمون نگارن جا شامل آهن. ڪتاب جي شروع ۾ نواز صاحب مضمون نويسيءَ جي باري ۾ جامع مقدمو ڏنو آهي. جنهن ۾ مضمون جي فن سان گڏ سنڌي مضمون نويسيءَ جي اوسر تي روشني وڌي ويئي آهي. اهو ليک پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي "سنڌي نثر جي تاريخ" ڪتاب جي روشنيءَ ۾ لکيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ آيل مضمونن ۾ پروفيسر نارائڻ داس ميوا رام ڀمڀاڻيءَ جي ادبي گلشن مان ۽ ڪوڙيمل جي "پڪو پهه"(جو هڪ ڊگهو مضمون زناني تعليم جي فائدي لاءِ لکيل آهي).مان هڪ صفحو ڏنل آهي. ان کان سواءِ مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب، مقالات الحڪمت مان"سچ" مضمون ڏنل آهي. اهڙيءَ ريت پرمانند ميوا رام جو"هٺ" شمس الدين بلبل جو"قلندري ميلو" صاحب سنگهه چندا سنگهه شهاڻيءَ جو"وهيو" ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو "آزاديءَ ۽ غلاميءَ جو فرق" لال چند امر ڏنو مل جو "چندا" "جيوت چٽا ڀيٽيءَ جو سلسلو"، نارائڻ داس ملڪاڻيءَ جو "ڳوناٽي ڇهر" ميران محمد شاهه جو "گنجي ٽڪر جو سير" ڪشنچند عزيز جو "انسان"، عطا حسين شاهه موسويءَ جو "جي نوڙن جو مينهن وسي"، پير علي محمد راشديءَ جو

”شڪارپور“، محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو ”سنڌي سڀاجهڙا“ الهچايو يار محمد سمون جو ”مهمان نوازي“ گوبند ڀاٽيه جو ”گهرجون“ ۽ ٻيا مضمون جيڪي سنڌي ادب جي مهان مضمون نگارن جي اهم ترين مجموعن ۾ آيل آهن. انهن سان هبڪار ڪي سجايو ويو آهي.(ڪتاب هبڪار جو تفصيلي، تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو مون پنهنجي ڪتاب”سنڌي نثر جي صنفن جو اڀياس“ روشني پبليڪيشن 2015ع) ۾ ڏنو آهي. جتان پڙهندڙن کي هن ڪتاب جي علمي ۽ ادبي اهميت جي ڄاڻ پوندي.

نواز صاحب جي اهم ڪمن ۾ شاهه لطيف ۽ سچل سائين جي باري ۾ مضمون، مقالا ۽ ڪتاب آهن. جن ۾ سندن مرتب ڪيل ڪتاب ”سچل سارو سچ“ جو ٻيهريون ڇاپو 1989ع ۾ سنڌي شعبي ڪراچيءَ طرفان گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي تعاون سان ڇپيو. هن ڪتاب ۾ سچل سائينءَ جي شاعريءَ تي وڏن عالمن ۽ اديبن جا ليک آهن جيئن ”سچل سائين جي ڪلام جا سرچشما“، ”ڊاڪٽر تنوير عباسي“، ”سچل صوفي لاڪوفي“، ڊاڪٽر هرومل سدا رنگاڻي، ”سماجي لسانيات جي روشنيءَ ۾ سچل جي شاعريءَ جو جائزو“ ڊاڪٽر غلام علي الانا، ”منصور، حلاج ۽ سچل“، اياز قادري، ”سچل ۽ بيدل“ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ”سچل سرمست جو جهولڻو“، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ”سنڌي سماج ۽ سچل جي شاعري“، ڊاڪٽر حيدر سنڌي، ”صوفي تحريڪ ۽ سچل“ ڊاڪٽر غلام نبي سدايو ۽ ٻين جا مقالا آهن. تيرٿ سڀاڻي لکي ٿو ته”سچل سائين کي رواجي طور مذهبن جي خلاف سمجهيو ويندو آهي پر اها اڻ ڄاڻائي آهي. سندس ڪلام ۾ ڪٿي به مذهب جي مخالفت جو ڪوبه اشارو نٿو ملي. لاشڪ هن مذهب جي غلط روايتن ۽ تعصب کي ننديو آهي.“(ص.29)

هي ڪتاب بين الاقوامي سچل ڪانفرنس جي موقعي تي پيش ڪيو ويو هو ۽ اهڙن قسم جا ڪتاب اسان جي وڏن شاعرن ۽ اديبن جي باري ۾ ڪيترن ئي اهل فڪر عالمن جا ويچار پيش ڪن ٿا. هيءَ هڪ ڪارائتي ڪوشش آهي جنهن جي لاءِ نواز صاحب جون محنتون جس لهن. ڊاڪٽر نواز صاحب جون سنڌي ٻولي، ۽ علم ادب لاءِ ڪاوشون اهم شمار ٿين ٿيون.

# ناميارو سفر نامہ نگار: عبدالحئي پليجو

محترم عبدالحئي پليجو جي ذات ڪنهن تعارف جي محتاج نہ آهي. هو سنڌي ادب جو هڪ مشهور ومعروف سفرناما نگار شمار ٿئي ٿو. سنڌي ادب ۾ الطاف شيخ کان پوءِ جنهن ليکڪ وڌ کان وڌ سفر ناما لکيا آهن. اهو عبدالحئي پليجو صاحب آهي هن دنيا جي هڪ وڏي حصي جو سير ۽ سفر ڪيو آهي جنهن ۾ ڪيترائي ملڪ شامل آهن جن جو احوال سندس سفر نامن مان ملي ٿو. سفرنامو ادب جي اهم صنف آهي. جنهن ۾ هڪ مخصوص عرصي جو احوال ليکڪ جي پنهنجي زباني هجي ٿو هڪ طرح سان سفر نامو سوانح نگاريءَ جو حصو پڻ شمار ٿئي ٿو جنهن ۾ ليکڪ جي ذات جو وڏو ڪمال آهي. سندس بياني قوت سان ئي هن جون شخصي خوبيون ۽ انفرادي حيثيت ايري سامهون اچي ٿي. ليکڪ جي ذهانت، خاص طور ٻوليءَ جو استعمال، تحرير جو شائستو هئڻ، سندس مطالعو مشاهدو ۽ ٻيا سفر نامي لکڻ جا فني جزا سندس تحرير جي ڪاميابيءَ جي ضمانت آهي. انهن مان گهڻيون خوبيون، حئي پليجو جي سفرنامن ۾ ملن ٿيون. پليجو صاحب ننڍپڻ کان ئي علم ۽ ادب ڏي راغب رهيو. جنهن ۾ سندن گهرو تربيت ۽ تعليم جو هٿ آهي.

عبدالحئي پليجو 31 جنوري 1945ع تي ٺٽي ضلعي جي ڳوٺ ٻنون ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم ٻنون ۾ ۽ پوءِ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۽ مسلم سائنس ڪاليج ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پڙهيائين. مڊل ڪلاس ۾ هو تہ هن لکڻ شروع ڪيو پر وچ ۾ ڳچ عرصو نہ لکيائين. 4 مارچ جو ڏينهن، جو سنڌ جي قومي ۽ شاگرد سياست ۾ هڪ خاص حيثيت رکي ٿو. ان تحريڪ ۾ هن وڏو ڀرو ورتو ٻہ دفعا جيل ويو. حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو نائب صدر ۽ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس يونين جو صدر پڻ رهيو. اي جي اتم لکيو آهي تہ،"حئي پليجو تي پنهنجي پيءُ نور محمد کان ورثي ۾ مليل نيشنلزم، سيڪيولرزم ۽ سوشلزم جي ويچارن وڏو اثر ڪيو آهي."

سندن والد سنڌ جي سياست ۽ ادب ۾ هڪ چاتل سڃاتل شخصيت هو. عبدالحئي پليجو جي تحرير ۾ مٿيون ڳالهيون موجود آهن.

عبدالحئي پليجو ڪجهه وقت وڪالت ۽ پوءِ سرڪاري نوڪري به ڪئي پر پنهنجي والد جي وفات بعد 1980ع کان پوءِ هن پنهنجي زمينداري سنڀالي ۽ لکڻ پڙهڻ جو مشغلو جاري رکيو. سندن پهريون ڪتاب (They ruled sindh for fifteen years) آهي جو پاڪستان ٺهڻ بعد سنڌ تي شروعاتي پندرنهن سالن ۾ حڪمراني ڪندڙ ڪامورن بابت آهي. پهريون سفرنامو "ڏوريم ڏيساور" 1983ع ۾ ڇپيو جو سينگاربور، ملائيشيا ۽ جپان بابت آهي. جنهن ۾ هُن ہين ڪيترن معلوماتي احوالن سان گڏ جپانين جي قوميت جي جذبي کي ساراهيو آهي. ان کان سواءِ سندن ڇپيل ڪتابن ۾ "هي وري نہ ورندو وڻجارو"(ارباب نور محمد پليجو جي وفات بعد سندن جي باري ۾ لکيل ليکن تي مشتمل) "هو جي ورڻ ولات جا"، "ڪجل پنل نيڻ"، "اتر لڳا آءُ پرين"، "ديس بديس"، "بندر مون ڏور ٿيا"، "تونئر تو آمريڪا"، "ٻنون ٿو توڪيو"، "پريان سندي پار ڏي"، "ڳر لڳي ڳالهيون ڪريون"،ڪنواريون ۽ ڪنول"، "لنڊن جا ڏينهن اسڪاٽ لينڊ جون راتيون" ۽ ٻيا سفر ناما آهن. ان کان سواءِ هڪ اهم ڪتاب"عالمي عجائبات" آهي، جو 2004ع ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب ۾ دنيا جي 75 عجائبات بابت تاريخي جاڻ سان گڏ تصويرون پڻ ڏنل آهن. جيئن، بابل جا باغ، تاج محل، نياگرا آبشار ۽ ٻين مشهور جاين جا رنگين فوٽوز ۽ گڏ انهن بابت ڪارائتو معلوماتي احوال ڏنل آهي جنهن سبب هي ڪتاب هڪ بلڪل منفرد ۽ مختلف انداز جو ۽ وڻندڙ آهي.

2016ع ۾ سندن هڪ ڪتاب"تن سپون سوجهي ڪڍيون" مضمون نويسيءَ تي مشتمل شايع ٿيو آهي. جنهن کي پڙهڻ کان پوءِ خبر پوي ٿي تہ پليجو صاحب جيترو سٺو سفرناما نگار آهي. ايترو ئي سٺو مضمون نگار پڻ آهي. مضمونن جو هيءَ مجموعو ڇائيتاليهن ادبي، علمي، سماجي، سوانحي، تاريخي، طبي، سياسي ۽ معلوماتي مضمونن تي مشتمل آهي. جنهن جو انتساب، سنڌي ٻوليءَ جي مهان محسن مخدوم ابوالحسن ٺٽويءَ جي نالي آهي. مضمونن جا عنوان سنڌي ٻولي، ٿر جو سير، ترڪ ادب،

اسڪاٽش ادب، آڪسفورڊ يونيورسٽي، قرطبہ خلافت جو عروج، عثمانيہ سلطنت، انڊيا آفيس رڪارڊ ۽ ٻيا موضوع شامل آهن هن ڪتاب جو پهريون مضمون سنڌي ٻولي آهي جنهن ۾ فاضل ليکڪ سنڌي ٻوليءَ کي ترقي يافتہ سڏيو آهي تہ گڏ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ اپاءُ بہ ڄاڻايا آهن. پليجو صاحب موجب تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي بقا ۽ بچاءُ لا مزاحمتي قوت اعليٰ درجي جي آهي. هو لکي ٿو تہ "اها سنڌي ٻولي جي ڀهرئين ڪان ئي هڪ اهم خاصيت رهي آهي جو هن پنهنجي حاوي زبانن جن کي گهڻو ڪري سرڪاري پنيرائي حاصل هوندي آهي، جي پريشر هيٺ بہ پنهنجو تشخص انتهائي اهميت سان نہ صرف برقرار رکيو آهي پر ان کي وڌيڪ اجاگر ڪيو آهي. سنڌي زبان پنهنجي مٿان ٺاڦيل ٻولين کي پنهنجي زور سان ختم تہ نہ ڪري سگهي آهي پر انهن ٻولين جي ڳالهائڻ وارن جو سندس وجود کي ختم ڪرڻ جو خواب ساڀيان ٿيڻ بہ نہ ڏنو آهي."(ص-9 ۽ 10)

پليجو صاحب جي ڪيترن ڪتابن جا عنوان شاهہ لطيف جي بيتن مان سرجيل آهن ۽ سندن ڪجهہ سفرنامن ۾ تہ شاهہ سائين ۽ ٻين شاعرن جي شاعريءَ جو سهڻو ۽ موقائتو انتخاب ڏنل آهي. جيئن "ديس بديس"، سفر نامي ۾ هندو سنڌين جي سنڌ لاءِ لامتنا سِڪ کي ڀٽ ڌڻيءَ جي بيت معرفت هن ريت ڄاڻايو اٿن:

**ڪوجو اُتس مينهن، آريءَ جي عشق جو،**
**راتيان روئي رت ڦڙا، سک نہ سارو ڏينهن**
**ٻاروچاڻو نينهن، مٿان مائو نہ ٿيئي.**

"ديس بديس" سندن وڏنڊڙ سفرنامو آهي جنهن جا ٽي ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. هن سفرنامي ۾ سنڌيت جي سُرهاڻ آهي تہ تجينس حرفيءَ جا نثر ۾ سهڻا ڪمال آهن ليکڪ لکي ٿو تہ:

"جتي سارين جي سڳنڌ سندن تن کي واسيو، جتي سنڌوءَ جو پاڻي سندن رڳن ۾ رت، ٻنجي ٻوڙيو جتي آڪاڙ جي نتهڻ اس، پرهہ جي پارن ۾ ساوڻ جي وسڪارن، سندن جيئندان جا گس گهڙيا جتي تنبوري جي تانَ سندن مَن کي موم ڪيو تنهن ڌرتيءَ کي ڏسڻ لاءِ هو آتا هئا".(ص-22)

هندوستان کان سواءِ هن انيڪ ملڪن جا سفرناما لکيا آهن جيئن سريلنڪا، ٿائيلينڊ، بئنڪاڪ، ڪولمبو فلپائين، جپان، آمريڪا،

ٽوڪيو لنڊن ۽ ٻيا ملڪ ۽ شهر آهن. سندن مطالعو ۽ مشاهدو مضبوط آهي ته هر وقت وندر سان گڏ معلومات ۽ تفريحي هنڌن جون تصويرون ۽ انهن ملڪن جي سياسي، جاگرافيائي ۽ تاريخي حالتون، ماڻهن جا رويا، معاشي حالتون، تعليم، ادب، ثقافت ۽ ٻيون ڪيتريون حقيقتون هن پيش ڪيون آهن. جن سان پڙهندڙن کي انهن ملڪن کي گهمڻ جو نه فقط اتساهه ٿيئي پر کين انهيءَ سفرنامي پڙهڻ بعد اتي وڃڻ سان اهو هنڌ يا جڳهه اوپري نه ٿي لڳي. اهوئي سفرنامي لکڻ جو مقصد هجي ٿو. جنهن کي عبدالحئي پليجو صاحب سهڻائيءَ سان نڀايو آهي. "ٽوئر ٽو آمريڪا" پليجو صاحب 2011ع ۾ لکيو جنهن ۾ لنڊن کان آمريڪا وڃڻ ۽ واپس اچڻ جو احوال ڏنل آهي. سين فرانسڪو لاس اينجلس، سين ڊيگو ۽ ٻيا شهر ۽ ڪيترائي ٻيچ گهميائون هن سفر نامي ۾ گهمڻ ڦرڻ جي احوال سان گڏ آمريڪا جي سياست جو به ذڪر آهي ته ڪيترن هنڌن تي پليجو صاحب مختلف ڪتابن جا حوالا موضوع مطابق ڏنا آهن جنهن ۾ انهن ڪتابن جا صفحا نمبر ۽ ليکڪ ڄاڻائڻ سان گڏ موضوع تي بحث به ڪيو اٿن. انهيءَ سان سندن مطالعي، حافظي ۽ سفري مشاهدي جي ڄاڻ ملي ٿي.

سفر نامي کان سواءِ پليجو صاحب پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جا ٽي جلد لکيا آهن. "سنڌي شاگرد سياست"، ڪتاب کي پاڻ پنهنجي شاگرديءَ جي دور جي آتم ڪٿا سڏيو اٿن ۽ ٻيو حصو "اسان پنڌ پرين ڏي" ۽ ٽيون حصو"ڪيڏي نه مختصر زندگي" 2015ع ۾ شايع ٿيو آهي. جو 1965ع جي واقعن کان شروع ٿئي ٿو ته سندن تعليم، ٻنين ۽ باغن جا ذڪر آهن. ملڪ جي سياسي تاريخ جي ڪيترن رخن کي نمايان ڪيو ويو آهي. 191 صفحن جو هيءَ ڪتاب آتم ڪٿا به آهي ته ملڪي سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن جو بيان پڻ آهي. جنهن ۾ ليکڪ جون چند بليڪ اينڊ وائيٽ تصويرون پڻ ڏنل آهن. پليجو صاحب جا هن وقت پنج ڇهه ڪتاب اڻ ڇپيل آهن جن ۾ مضمون، خاڪا، سفرناما ۽ خط شامل آهن جيڪي پڻ جلد شايع ٿيندا ۽ سندن ڇپيل ڪتابن جو ڳاڻيٽو ايڪيهن تائين آهي، جي 1980ع کان پوءِ ڇپجڻ شروع ٿيا آهن. هو مستقل ۽ مسلسل لکي رهيو آهي ۽ سنڌي نثر کي پنهنجي فن وسيلي وڌائي ۽ ويجهائي رهيو آهي.

# سنڌي ادب جو سرموڙ شاعر
# ڊاڪٽر ادل سومرو

عبدالڪريم سومرو/ادل سومرو، محمد صالح سومرو جي گهر 15 آگسٽ 1955ع تي سکر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد هنرمند هو. گهرو ماحول ادبي نہ هئس پر حالتن مطابق سندس اندر جو تخليقڪار اڀري سامهون آيو. ننڍپڻ ۾ ٻاراڻي ادب سان لکڻ جي شروعات ڪيائين. سندس ادبي اوسر ۾ سنڌي ادبي سنگت جو وڏو هٿ رهيو. رشيد ڀٽيءَ جي معرفت سندس ملاقاتون شيخ اياز، تنوير عباسي، فتاح ملڪ ۽ ٻين ڪيترن اديبن ۽ عالمن سان ٿيون. ڪيس مطالعي جو جهجهو شوق رهيو آهي. علمي طور ايم اي ايڪانامڪس ۾ ڪرڻ بعد هن سنڌي ادب ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ ايم اي ڪئي ۽ ان کان پوءِ پي ايڇ ڊي ڪيائين. جنهن جو موضوع "سنڌي ادبي سنگت: تاريخ ۽ ڪردار آهي". جا ڊگري ڊاڪٽر ادل صاحب 1999ع ۾ ورتي. پاڻ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي سنڌي شعبي ۾ ڪم ڪيائين. جتي سنڌي شعبي جو چيئرمين رهيو تہ شيخ اياز چيئر پڻ سنڀاليائين.

ڊاڪٽر ادل جي لکڻ جي شروعات، "چنڊ ڀشم گولو" ٻاراڻي ادب سان ٿي. سندس فن 1971ع کان پوءِ باقائدي ڇپجڻ لڳو. سندس سڃاڻپ، محقق، شاعر، مضمون نگار ۽ مترجم طور آهي. ٻاراڻي ادب ۾ سندس ڪتابن ۾ "روز ٽڙن رابيل"(1977) "چند ڀشم گولو"(1979) "آچر جا احوال"(ڪهاڻيون) 1979ع، "پتلين جو تماشو". شاعري 1985ع، "جيتن جي ڪانفرنس"(ڪهاڻيون 1984) "پوپٽ جهڙا گيت"(شاعري 1986)

متيءَ جا رانديڪا(شاعري) "رنگ برنگي ڦوڪڻا" (شاعري ترتيب ڏنل) آهن. نظم جي ٻين ڪتابن ۾"وليون وڻ ڦلارئا""1982)"سمنڊ جاڳي ٿو" (1984)"وساري نہ ڇڏجو"(2004)"سو ديس مسافر منهنجو ڙي" (ترتيب 2002) ۽ نثري ڪتابن ۾"اسين مسافر پيار جا"، (مضمون ۽ خاڪا)، "نيروليءَ جو خواب" (مضمون ۽ خاڪا) "نئين دور جا نوان سبق"، (ڪالم) "تنوير عباسي فن اور شخصيت" (اردو ۾) آهن. هو تحقيقي جرنل جو ايڊيٽر پڻ رهيو آهي تہ سنگت پبليڪيشن پاران"شاعري"، "ڪهاڻي نمبر" بہ ڇپرائي پڌرا ڪيا اٿس. سندس لکيل چوسٽا موجوده وقت ڪاوش اخبار ۾ پابنديءَ سان اچي رهيا آهن. شاعريءَ جي صنفن ۾ هن غزل، وائي، نظم، بيت ۽ گيت جي صنف ۾ بهترين لکيو آهي. سندس شاعري ڪيترن ئي مشهور فنڪارن ڪيسٽن تي ڳائي، مشهوري ماڻي آهي. مترجم طور ڊاڪٽر ادل، آصف فرخي، اصغر نديم ۽ ٻين جي شاعري ۽ ڪهاڻيون ترجمو ڪيون آهن. نثر ۾ هن 200 کان وڌيڪ مضمون ۽ مقالا لکيا آهن. سندن خاڪن ۽ تاثرن جي ڪتاب، "اسين مسافر پيار جا"، ۾ شيخ اياز، نصير مرزا، اياز گل، **رسول ميمڻ، بيدل** مسرور، رشيد ڀٽي، حسام الدين راشدي، طارق عالم، غفار تبسم ۽ **ٻين جي** باري ۾ وڻندڙ خاڪا لکيل آهن جن ۾ هن انهن ڪردارن **کي ادبي لقبن** سان نوازيو آهي. هن ڪتاب جي ٻولي نثر ۾ هوندي بہ شاعراڻي سڳنڌ ڏئي پئي. ڊاڪٽر ادل کي سندس فن تي ڪيترائي ايوارڊ ۽ اعزاز ملي چڪا آهن. هو پنهنجي هم عصرن ۾ وڏو نالو آهي. سندس شاعريءَ ۾ نيون نيون تشبيهون، استعارا ۽ جدت آهي. موضوعن جي حوالي سان سندس شاعريءَ ۾ قوميت، وطنيت ۽ سنڌيت سمايل آهي. سنڌي سماج جي مسئلن کي دل جي گهراين سان محسوس ڪري ٿو. سندس غزلن ۾ سنڌيت جي سُرهاڻ آهي. چوي ٿو تہ:

مان جڏهن توسان مليس ڇڻ زندگيءَ ۾ سمنڊ هو.  
دل وٺي منهنجي ٻڏي جو عاشقيءَ ۾ سمنڊ هو.  
مورڙي جي ماءُ جا سڏ ساحلن تي ويا مري،  
پوءِ ڪلاچي جي اکين جي هر گهٽي ۾ سمنڊ هو.  
درد جا ٻيڙا تو هيا سيئي ٻوڙي ڇڏيا

اي ڪوي، شمشير!. تنهنجي مئڪشي ۾ سمنڊ هو.

يا هڪ هنڌ چوي ٿو.

**سڏڪو سڏڪو زندگي ڳڻجي ٿي،**
**پن پن وانگر پاڻ ئي ڇڻجي ڪٽي.(1)**

هو لفظن جي استعمال جو فن ڄاڻي ٿو ته وٽس صنعت، تجنيس حرفي ۽ تشبيهن ۽ استعارن جا پڻ ڪمال آهن.

**ڪينجهر تي پريات، ڪنول بتيلا نند ۾،**
**رهاڻين ۾ رات، توسان گذري جاڳندي**

ڊاڪٽر ادل سومرو تحقيق، تنقيد، ٻاراڻي ادب ۽ ٻين صنفن ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي پر سندس ئي لفظن ۾ ته: "منهنجي بنيادي سڃاڻپ شاعر طور آهي ۽ مان اهو حوالو ئي پسند ڪيان ٿو. شاعريءَ جي دنيا ۾ ابتدا 1971ع کان وٺي هيل تائين منهنجو پڙهندڙن سان تعلق رهندو آيو آهي ۽ منهنجو اهو تخليقي سفر مسلسل رهيو آهي". (2)

سندس موجب ته، زندگيءَ جا جيڪي به رنگ آهن سي منهنجي شاعريءَ جا موضوع آهن. ڊاڪٽر ادل جو مطالعو وسيع رهيو آهي. سندس صلاحيتون سنڌي ادبي سنگت جي ساٿين رشيد ڀٽي، شيخ اياز، تنوير عباسي، فتاح ملڪ. جي همت افزائيءَ سان نکريون. هو مير معصوم شاهه لائبريريءَ ۾ لڳاتار ڪتابن پڙهڻ لاءِ ويندو هو. يوسف سنڌي سندن مطالعي بابت هڪ انٽرويو جي حوالي سان ڊاڪٽر ادل جي لفظن ۾ لکيو آهي ته:

"ڪتابن سان اهڙي ته دوستي قائم ٿي جو بي اي جي تعليم تائين، لئبريري تقريبن ڏهاڙي ويندو هئس ان عرصي ۾ شيڪسپيئر، ٽينسن، وليم بليڪ، ڪيٽس، بائرن ۽ ٻين جي انگريزي شاعري پڙهڻ جو موقعو مليو. ان لائبريريءَ لاءِ ڪتابن جي چونڊ شيخ اياز ڪئي هئي. تنهن ڪري دنيا جو چونڊ ادب اتي موجود هو. (3)

ڊاڪٽر ادل جي ڪتابن ۾ شاعريءَ جا ڪتاب سرس آهن. هن وايون، گيت، نظم، غزل، آزاد نظم، نثراڻو نظم، سيني صنفن ۾ لکيو ۽ خوب لکيو. مستقل ۽ مسلسل شاعريءَ سان نڀائي رهيو آهي. مختيار احمد ملاح، ڊاڪٽر تنوير

عباسيءَ جي حوالي سان لکيو آهي تہ، ”مبارڪ آهي، اهو ڏينهن، جنهن ڏينهن ادل سومرو ڄائو ۽ جنهن ڏينهن پتائي ڄائو. جنهن ڏينهن سچل ڄائو.“

اڳيان لکي ٿو تہ، ”ادل سومري جي شخصيت جا پيا بہ گهڻائي پاسا آهن. شاعر جي حيثيت ۾، استاد جي حيثيت ۾، دوست جي حيثيت ۾، ڪهاڻي نويس جي حيثيت ۾، ٻارن جي شاعر جي حيثيت ۾، ادبي ڪارڪن ٻي حيثيت، ادبي سنگت ۾ ادل جو هڪ وڏو رول رهيو آهي. اهي سڀ ڳالهيون هڪ شخص ۾ هڪ وقت موجود هجڻ، هن وقت ۾ غنيمت آهن.(4)

ڊاڪٽر ادل گهڻ پاسائون شاعر آهي سندس نالو پنهنجي هم عصرن ۾ توڙي ورهاڱي کان پوءِ جي اهم شاعرن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. سندس ڪتاب هائر ڪلاسن ۾ نصاب ۾ مقرر آهن. سندس نثر توڙي نظم لاجواب آهي. هن پنهنجي شاعريءَ معرفت نہ فقط نواڻ ۽ جدت ڏني آهي. پر سنڌ جي هلندڙ مسئلن جي موضوعن تي لکيو آهي. هڪ نقاد ۽ محقق جي حيثيت ۾ پڻ سندس خدمتون تاريخ ۾ ڳڻڻ جوڳيون شمار ٿينديون.

حوالا:


1ـ سولنگي، غلام مصطفيٰ ”شاعري ڳالهائي ٿي“، (تحقيق ۽ ترتيب) سنڌ راڻي پبليڪيشن، 2015ع. ص. 68

2ـ روزاني ڪاوش، ادل سومرو پروفائيل، 27 سيپٽمبر 2009ع.

3ـ يوسف سنڌي، ”سنڌي ادب“، سچائي اشاعت گهر، ڊڙو 2011ع. ص. 6

4ـ مختيار احمد ملاح، ”سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو“، ڪانيا واڙا استور، 2014ع. ص. 592.

# مسڪينن جو مسڪين، ”جهان خان“

قومي اڳواڻن ۽ مهندارن جي ڳڻن ۽ خاصيتن کي عام تائين پهچائڻ هڪ اهم ۽ افضل ڪم آهي. سوانح عمريون تاريخ جو حصو تہ آهن پر قومي مهندارن جون سوانح عمريون ۽ آتم ڪهاڻيون انهيءَ قوم جي لاءِ لمحہ فڪريہ آهن تہ ڇا اسين پنهنجي اهڙن اڳواڻن جو قدر ڪري سگهيا آهيون.؟ يا سندن پيروي ڪري سگهيا آهيون ۽ اهڙي دلي احساس ڪرڻ سان قومي ترقيءَ جي لاءِ خيال اتپن ٿيندا ۽ عام جي رهنمائي ٿيندي. مٿئين عنوان وارو ڪتاب مجنون بلوچ لکيو آهي جو پاڻ روينيو جي کاتي ۾ مختيارڪار هو پر کيس ادب سان دلچسپي رهي ۽ سندس لکڻ جو نوع نرالي هئڻ ڪري لکيل مضمون پڻ وڻندڙ آهن (هڪ مضمون مشهور مجموعي”هبڪار“ ۾”مانيءَ جهڙو مٺو“ جي عنوان سان گهڻو مقبول ٿيو) پر کيس گهڻي شهرت هن ڪتاب سبب ملي ۽ هن ڪتاب کي پسند ڪرڻ ۽ اُن مٿي تنقيدي، تاثراتي ۽ تعريفي مضمون لکڻ ۾ جن شخصيتن لکيو انهن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شيخ عبدالحليم جوش، ڊاڪٽر شيخ ابراهيم خليل، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، لطف الله بدوي، قاضي عبدالمجيد عابد، احمد خان آصف مصراڻي، ڪريم بخش خالد، نجم عباسي، حميد سنڌي، م.ع ڏيپلائي ۽ ٻين لکيو ۽ ڪيترين اخبارن ۾ هن ڪتاب جي تعريف ۾ ڪالم آيا جنهن سان اهو مختصر ڪتاب ڪافي مقبول ٿيو ۽ يونيورسٽيءَ جي نصاب ۾ پڻ مقرر ٿيو جو انهيءَ کان اڳ هن قسم جو سوانحي احوال موجود نہ هو. ليکڪ جي حسن بيان ۽ حسن انتخاب هن ڪتاب کي نہ فقط مشهور ومعروف ڪيو پر رائيٽرس ڪلب جو انعام يافتہ ڪتاب پڻ قرار ڏنو ويو ۽ هڪدم ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ڇپيو جن ۾ اهي رايا ۽ مضمون پڻ شامل ڪيا ويا جيڪي مٿين ليکڪن هن ڪتاب تي لکيا هئا.

”مسڪين جهان خان کوسو“ ڪتاب هڪ ٿري مفلس پر مخلص شخص جي حياتيءَ جو زوردار ۽ اثرائتو عڪس آهي. هيءَ سوانح فقط جمر ۽ موت جي رسمي تاريخ ۽ زندگيءَ جي سلسليوار بيان جي ڪٿا نہ آهي. بلڪ ليکڪ هن ڪتاب ۾ مسڪين جهان خان جي دلي جذبن، پنهنجي ڏتڙيل ٿرين جي ڏکين حياتين تي آب هاريندڙ اکين کي فوٽو گرافر جيان

چٽيو آهي. ننگرپارڪر تعلقي جي ڳوٺ سامي ويري ۾ 9 جولاءِ 1909ع تي کوسن جي خاندان ۾ جنم ورتندڙ جهان خان فطري طور مسڪين طبع پر اندران فولاد هو. سندس پيءُ رئيس بجار خان پوليس ۾ صوبيدار هو ته چاچو پڻ پوليس ۾ هو. ڪيس پڻ گهر وارن پوليس ۾ ڀرتي ڪرايو پر هو پوليس کاتي جي ظلمن ۾ غريبن کي تڙپندو ڏسي نه سگهيو ۽ نوڪري ڇڏي سڄي حياتي غريبن جي خدمت کي ارپي ڇڏيائين. هيءُ بلوچ بهادر ۽ نڊر هو. انهيءَ ڪري ڪنهن به بالا آفيسر سان ملڻ ۾ ڪڏهن به حجاب نه ڪندو هو. بلڪ کين ڳولهي وڃي لهندو هو ۽ پنهنجي هٿ ۾ هڏل فائيل جنهن ۾ ڳوناڻن جي سورن جون داستانون هونديون هيون(يعني مختلف مسئلن جون درخواستون) سي آفيسرن جي اڳيان پيش ڪري سادن سودن ٿرين جا ڪم ڪرائيندو هو. بغير ڪنهن اُجوري ۽ محنت جي. ڏڪار جي ڏينهن ۾ ڊوڙ ڊڪ ڪري ٿرين لاءِ اناج ۽ ٻين سهوليتن جو بندوبست ڪندو هو. حڪومت کي ٿر لاءِ تعميري تجويزون لکي درخواستون موڪليندو هو ته ڪتابچا ڇپرائي اختياريءَ وارن ڏي موڪليندو هو. هن نه ڪڏهن سردي ڏٺي نه ڪڏهن گرمي. فائيلن جا انبار ڪڇي آفيسن جي در تي رلندو هو ۽ تيستائين سڪون سان ڪونه ويهندو هو جيستائين اهو ڪم ٿي نه وڃي.

جمال ابڙو پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ٿر 1966ع ۾ وڃڻ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته "مسڪين جهان خان بلڪل فقير منش، ننڍي سفيد ڏاڙهي، درخواستن جي پنارڪ ڪلهي تي، ڪيس سٽس پٽجي ويئي ته چار چڱا اچي بنگلي تي لٿا آهن، سو هليو آيو ملڻ. تمام ڳنڀيرتا سان ٿر ۽ ٿرپارڪر جا مسئلا بيان ڪرڻ شروع ٿي ويو. ڏک، بک، سال جون بيماريون، نانگ بلائن جي علاج لاءِ دوائن جي اڻ هوند. ڪٿي پڇوس ته پوءِ ڇا ڪم ڪجي.؟ ته هڪدم پنارڪ لاهي ان بابت درخواستون پيو ڪڍي ڏيکاري جيڪي اڳيئي بالا اختياري وارن کي ڏنيون هئائين. اسان کي عرض رکيو اهو آهي ته ان جي پوئواري ڪجو. بالا عملدارن کي ڪن ڪٽائجو. هڪ عجيب آسماني انسان هو جو ٿر جي واريءَ مان اڀي ڪنهيءَ وانگر ڦٽي نڪتو هو. ٿر ۽ ٿر واسين لاءِ سندس هڏ ٿي ڪم ڪيو. اهڙو عجب انسان جو ڪو ديوتا هو يا اوتار يا ڪو ولي الله. مون حيدرآباد جي ڪمشنر عبدالله ميمڻ کي چيو ته تنهنجي ڊويزن ۾ به وڏا ماڻهو رهن ٿا انهن جو خيال رکجانءِ هڪڙو استاد منظور علي خان ۽ ٻيو مسڪين جهان خان کوسو. لک احسان جناب محمد

بخش مجنون صاحب جا جنهن مسڪين جهان خان جي شخصيت تي هڪ نهايت چڱو ڪتابڙو لکي ڇپائي ڇڏيو ۽ اهو ڪيئن به ڪري پڙهي ڇڏڻ گهرجي. ناياب هوندو".

مون وٽ هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو موجود آهي. جو جميل پبليڪيشن ميرپورخاص وارن 1969ع ۾ شايع ڪيو. پهريون ڇاپو 1967ع ۾ ڇپيو هو. 162 صفحن جي هن ڪتاب ۾ 88 صفحن تائين پهرين ڇپيل ڇاپي جي باري ۾ تبصرا آهن ۽ 89 کان 162 تائين صفحن ۾ مسڪين جهان خان جو ذڪر آهي.

محمد بخش مجنون، مسڪين جي طبع جي باري ۾ لکي ٿو ته "ڪوسو" ۽ "مسڪين" ؟! ڪوڙو ئي ڪونه ٿو لڳي، ڪوسو پئسي پنجڙ ۾ ڪٽي مسڪين هجي پر طبيعت جو مسڪين ڪڏهن به ٿي نٿو سگهي. ڪوسو ڪٺل ته به خان آهي، جُتي نه آهي ته به جوان آهي. گهر ۾ پل، ٿي ڏينهن دانگي به نه چڙهي هجيس، پر ٻاهر ڪوسو اهڙي مخرج سان ڳالهائيندو ۽ اها ڏيکاري ڏيندو جو اڳلو سمجهندو ته مڙس ڪو لک تي متو ڏوئي آيو آهي." (1)

اڳيان لکي ٿو ته "مسڪين نه رڳو هڪ درويش صفت ۽ درويش سيرت بزرگ آهي مگر هڪ بلند اخلاق ۽ نڊر بلوچ پڻ آهي." (ص.23) اهو به لکيو اٿس ته مسڪين جي ٿر لاءِ محبت پڻ، انهيءَ اعليٰ ۽ ارفع دائري ۾ داخل ٿي چڪي آهي، جنهن ۾ مارئيءَ جو بيچين روح، ورهين کان وڻي ٽر جي پيانڪ پٽن ۾ پٽڪندو رهيو آهي. انهيءَ عفت ماب ۽ اعليٰ ڪردار مارئيءَ جي روح کي اڄ يقينن تسڪين هوندي ته سندس حب الوطنيءَ جي مشن کي زنده جاويد رکڻ لاءِ مسڪين جهڙو مجاهد سندس ئي ڏاڏاڻي ڏيهه ۾ پاڻ پتوڙي رهيو آهي."(2)

"سرمائيدارن جي اکين ۾ مسڪين هميشه ڪنڊو ٿي چڀندو رهندو آهي. انهيءَ ڪک جي ڪانيءَ ڪيڻ لاءِ، وڏا ڪي وس ۽ حيلا هلائيندا آهن، آخر 1956ع ۾ اندريان ٻاهريان جاننا هٽي، وارو ڪيئي مسڪين کي غنڊا ائڪٽ جي ڪارروائي ۾ اڙائي، ڪٽي دسي وڏائون مسڪين غريب کي، به سال سخت پورهئي سان سزا ملي، ٻارنهن مهينا جيل ۾ رهيو."(3)

ليکڪ موجب مسڪين جهان خان جي انهيءَ گرفتاري سڄي سنڌ ۾ ترٿلو آڻي ڇڏيو. ڪيترن اخبارن ليک لکيا، قومي ۽ صوبائي اسيمبلين

تائين سندس گرفتاريءَ جا احوال ويا. وڏن وڪيلن سندس وڪالت ڪئي. هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشن داخل ٿي ۽ هو ضمانت تي آزاد ٿيو پوءِ به سندس ويهه شنوايون ٿيون جيڪي هُن سامي ويري کان ڪراچيءَ تائين سُج جي ٿمر تي ٿرن جي پٽن ۽ ريل جي سفرن سان ڪيون.

ٿر جي ڪولهين، مينگهواڙن مطلب ته هر ڪنهن سان رهائيندو هو ڪولهي ته سندس محبوب قوم رهي جو اهي سندس وانگر محنتي ۽ جفاڪش آهن. هو ٿرين جي ڪيترن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ڪوشان رهندو هو ۽ ان ۾ ڪامياب پڻ ٿيو. هر ننڍي وڏي مسئلي کي لکت ۾ آڻيندو هو پيين ۽ مس ڪپڙي گڏ گڏ ئي هوندا هئس. پنهنجيءَ هڙ ۾ هر شيءَ رکندو هو سندس پويان ٿرين جا ولرن جا ولر هوندا هئا. پنڌ هلڻ کي ترجيح ڏيندڙ رهيو. سندس ڪاڌو صفا سادو ۽ اڪثر بکي پيٽ هوندو هو. ڪٽي به زمين تي ڪنڊ ۾ سمهي رهندو هو. کيس پنهنجي ذات لاءِ ڪوبه شوق نه هو. نه هو سياسي ماڻهو هو ۽ نه ئي علمي ۽ ادبي پر سندس سماجي خدمتن کيس سڀني جو محبوب بنايو. سندس شاندار سماجي خدمتن جو اعتراف آمريڪن بايو گرافيڪل انسٽيٽيوٽ 1996ع ۾ ڪري کيس عالمي ايوارڊ لاءِ نامزد ڪيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ٻنهي ملڪن جي بارڊرن تي پاسپورٽ ۽ ويزا سسٽم جا معاهدا اڃان ڪونه ٿيا هئا ته چوري چڪاري وڌي ويئي بارڊرن جي ٻنهي طرفن جا ڳوٺ خالي ٿيڻ لڳا. انهيءَ وقت مسڪين ميدان ۾ لٿو ۽ هڪ اهڙو ڪارنامو سرانجام ڏنائين جنهن سان سندس واهه واهه ٿي ويئي ۽ هن ”بين المملڪتي“ حيثيت ماڻي. سندس ڳوٺ سامي ويرو پاڪستان جو بارڊر ۽ ٻاڪاسر هندوستان جي بارڊر جي آفيسرن جون ميٽنگون انهيءَ وقت جي مختيارڪار عبدالغفور آرائين ۽ صوبيدار عبدالله خان بروهيءَ جي حاميءَ سان ڪرايائين ته جيئن امن امان قائم ٿئي ۽ ان ريت چوري ٿيل مال پڻ ياڳين کي واپس ورايائين ۽ اهين ماهوار ميٽنگون منعقد ٿينديون هيون. ٻنهي ملڪن جي بارڊرن تي آباد ڳوٺن ۾ امن امان قائم ٿيو ۽ عوام جي چورن ۽ ڌاڙيلن جي آزار مان جند ڇٽي هو پنهنجا ڪک ڇڏي لڏڻ کان بچي ويا. اهو سندس وڏو ڪارنامو آهي. مطلب ته هن سوانحي ڪتاب ۾ مسڪين جهان خان کوسي جي نيڪ نيتي، درياهه دلي، عاجزي، همٿ، محنت، خلوص، پنهنجي ٿر جي ماڻهن سان گڏ سچي انسانيت جو پلو ڇاهڻ ڏسيل آهي. اهو ڪتاب هن نيڪ دل انسان جي حياتيءَ ۾ ڇپيو. کيس وڏي مڃتا ملي.

نيڪي ڪڏهن بہ ضايع نہ ٿيندي آهي. اها پنهنجي خوشبوءِ سان دنيا کي ضرور واس ڏيندي آهي. حياتيءَ جو اصل مقصد جن پرکيو انهن حياتي سجائي ڪئي. دادا هولا رام هنس پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ جيون جي مقصديت تي لکي ٿو تہ. "ڪي چون ٿا تہ. "جيون رُج آهي تہ ڪي چون ٿا تہ جيون سُج آهي. ڪي چون ٿا تہ جيون سفر آهي تہ ڪي چون ٿا تہ جيون صدا آهي، ڪي چون ٿا تہ جيون ڳولها آهي تہ ڪي چون ٿا تہ جيون ڪرم آهي. ڪي چون ٿا تہ جيون ڪهاڻي آهي تہ ڪي چون ٿا تہ جيون ڪايا آهي. ڪي چون ٿا تہ زندگي بهار جي موسيقي آهي تہ ڪي چون ٿا تہ هوءَ پن ڇڻ آهي.! آخر زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي".؟(2)

منهنجي نظر ۾ تہ زندگيءَ جو مقصد فقط ۽ فقط قرباني، دان ۽ ديا آهي پنهنجي حياتي دان ڪري ٻين جو جيون سڦل ڪرڻ ۾ آهي. جيڪو ڪم مسڪين جهان کوسو جهڙا ڪي مرد مجاهد ڪري ويا ۽ اهڙا ڪيترائي فرد جيڪي پنهنجي پنهنجي لاڳاپيل شعبي مطابق عوام الناس جي خدمت ڪري پنهنجو نالو امر ڪري ويا. سي زندگيءَ جو مقصد حاصل ڪري ويا آهن.

مسڪين جهان خان جون خدمتون ٿر جي عوام کي هميشہ ياد رهنديون. هن عظيم انسان 23 جولاءِ 1980ع تي ڄامشورو ۾ وفات ڪئي. سندس جسد خاڪيءَ کي ڪارونجهر جي هنج ۾ دفن ڪيو ويو.

**حوالا:**


1_ محمد بخش مجنون"مسڪين جهان خان" جميل پبليڪيشن ميرپورخاص 1969ع. ص.92
2_ ساڳيو حوالو. ص.128
3_ ساڳيو حوالو.128
4_ هولا رام هنس، آتم ڪٿا هڪ اديب جي. بيسٽ سنڌي سڀا، ممبئي. 2004ع. ص.5

## لوڪ ادب جو پارکو

# ڊاڪٽر ڪمال الدين ڄامڙو

ڪمال الدين ڄامڙو جو جنم 1 آگسٽ 1972ع تي لونگ خان ڄامڙو جي ڳهر راڻيپور ضلعي خيرپور ۾ ٿيو. سندس نالو سنڌي ادب جي اهم محقق، نقاد ۽ لوڪ ادب جي پارکن ۾ ڳڻجي ٿو. محقق، مرتب ۽ ليکڪ جي حيثيت ۾ ڊاڪٽر ڪمال ڪتابن جي ڇپجڻ ۾ خود ڪفيل آهي. سندن 13 کان مٿي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. جن جا موضوع سنڌي ٻولي، ادب، ثقافت ۽ خاص طور لوڪ ادب آهن. تہ انيڪ مضمون ۽ مقالا لکيا اٿن. ڪيترن ئي سيمينارن، علمي ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ تحقيقي مقالا پيش ڪري چڪا آهن. سندن ہي سڃاڻپ خاص، ريڊيو ۽ ٽي وي معرفت آهي. ريڊيو پاڪستان ڪراچي ۽ ٽيليويزن جي مختلف چئنلن تان پروگرام ڪيا اٿن. جن ۾ رهنما(ديني پروگرام) روشن راهون(نوجوانن لاءِ پروگرام) اسپورٽس ٽائيم ۽ ريڊيو جا "باتين اپني مهران کي"، "سنگم"، "خوشبو"، "محنت ڪشون کي آواز" ۽ ٻيا پروگرام آهن. مطلب تہ براڊ ڪاسٽنگز جي دنيا ۾ سندن خدمتون مڃڻ جوڳيون آهن. سندن سماجي ڪمن جي فهرست پڻ بيان ڪرڻ لائق آهي. سرهاڻ ويلفيئر ايسوسيئيشن، قائم ڪري پنهنجي مدد پاڻ تحت خاص طور ڪراچيءَ جي ڳوٺن ۾ تعليم، صحت ۽ ثقافت جون خدمتون سرانجام ڏنيون اٿن. 2010ع ۾ سيلاب متاثرين ٻارن لاءِ اسڪول کوليائين جنهن ۾ ڪيترائي ٻار تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. آرٽ ۽ ادب جي انيڪ شخصيتن کي متعارف ڪرايو اٿن تہ مهراڻ ميڊيا سروس پاران قرآن پاڪ جي جي ڪجهہ سورتن جي ترجمن جون ۽ ٻيون سي ڊيون پروڊيوس ڪيائين.

موجوده وقت، ڊاڪٽر ڪمال، وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچيءَ جي سنڌي شعبي ۾ سربراهہ جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. هن "ڪارونجهر" تحقيقي جرنل کي وڏي محنت ڪري هيڪ جي معيار تي

آندو آهي ۽ سندن ايڊيٽريءَ ۾ اهو جرنل وفاقي يونيورسٽي جي سنڌي شعبي پاران شايع ٿي رهيو آهي. ڊاڪٽر ڪمال جي نگرانيءَ ۾ ڪيترائي شاگرد ايم فل ۽ پي ايڇ ڊي ڪري رهيا آهن. ڊاڪٽر ڪمال جي ڇپيل ڪتابن ۾ وڏو انگ لوڪ ادب ۽ صوفي شاعرن جي باري ۾ آهي. سندن لکيل ۽ ترتيب ڏنل ڪتاب هن ريت آهن. "شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ پاڪستان ٻولين جا صوفي شاعر." 1998ع طارق عزيز شيخ سان گڏ. "سنڌي ثقافت جا امر آواز"(2003) "سنڌوءَ جا گيت" (2008) هي ڪتاب ڊاڪٽر ڪمال جي پي ايڇ ڊي جي ٿيسز بعنوان"سنڌي لوڪ گيتن جو تحقيقي جائزو "آهي جنهن جو ڪتابي صورت ۾ ڇپجڻ مهل عنوان سنڌو جا گيت رکيل آهي ۽ ڪلچر ۽ ثقافت کاتي شايع ڪيو آهي."ڪتيم ڪين ڪي"(مقالا). لطيف شناسيءَ تي. 2014) "ڪراچي جا اديب ۽ شاعر"(2007) "لطيف ذهني چٽاڀيٽي". (2005) "سنڌي لوڪ ادب"(مضمون ۽ مقالا _2013) "رسالو ڳجهارت"(2015) "لوڪ رنگ لقمان جا" (2015) "پاڪستاني زبانون ڪا لوڪ ادب"(2015) "سنڌي لوڪ ادب جو تحقيقي اڀياس".(2016) ان کان سواءِ ڪي ڪتاب ۽ مخزن ايڊٽ ڪيا اٿن جن ۾ ڪارونجهر، وينجهار، موتي مور ملوڪ جا ۽ ٻيا ڪتاب آهن.

لوڪ ادب تي لکيل سندن ڪتاب "ڪچهريءَ جا مور" ۽ "شاهه عبداللطيف ۽ پاڪستاني ٻولين جا شاعر" موجوده وقت سي ايس ايس جي 2016ع جي نصاب ۾ شامل آهن. "سنڌي لوڪ ادب جو تحقيقي اڀياس".مارچ 2016ع ۾ سنڌيا پبليڪيشن شايع ڪيو جنهن ۾ سنڌي لوڪ ادب جي 1970ع کان 2013ع تائين ٿيل تحقيق جو جائزو ڏنل آهي تہ ميمڻ لوڪ ادب ۽ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي لوڪ ادب لاءِ ڪيل خدمت ۽ سگهڙ محمد لقمان کوکر جي سگهڙائپ سان گڏ. سگهڙن جي پرامن سماج اڏڻ جي ڪردار تي روشني وڌل آهي ان کان سواءِ سنڌي لوڪ ادب جون تحقيق کان رهجي ويل صنفون پڻ ڄاڻايون ويون آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو سنڌي لوڪ ادب ۾ ڪيل ڪم قومي سطح تي متعارف ڪيل رٿا مطابق محنت ۽ جفاڪشيءَ جو هڪ اعليٰ مثال آهي ان کان سواءِ پڻ اسان جي ڪجهه ليکڪن ۽ محققن هن ڏس ۾ ڪم ڪيو

آهي. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو جو پي ايچ ڊي جو مقالو "سنڌي لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو" آهي. ان کان سواءِ عبدالحسين شاھ موسوي، الله بخش نظاماڻي، ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، ڊاڪٽر چيتنو لالواڻي، ڊاڪٽر عنايت حسين لغاري، ڊاڪٽر علي اڪبر اسير قريشي، قاضي خادم، ڊاڪٽر نعمان گل پالاري ۽ ولي محمد پيرزادو ۽ ٻين جو ڪم ملي ٿو. ڪمال جامڙو صاحب مستقل هن موضوع تي لکي رهيو آهي. ڪين لوڪ ادب جي وڏي ڄاڻ آهي. هو سگهڙ ڪانفرنس لطيف سائينءَ جي عرس ۾ پابنديءَ سان شرڪت ڪندڙ آهي. لوڪ ادب ڪانفرنس منعقد ڪرائڻ ۽ ان ۾ پڙهيل مقالن کي ڇپرائڻ سندن وڏو ڪارنامو آهي.

لوڪ ادب کي محفوظ ڪرڻ معنيٰ پنهنجي تهذيب، ثقافت ۽ تاريخ کي هميشہ لاءِ زنده ڪرڻ، اهو صدري خزانو جن اڻ ملھ شخصيتن جي دلين ۾ موجود آهي ان کي ڪاغذ تي منتقل ڪرڻ لاءِ محققن کي وڏيون محنتون ڪرڻيون پيون آهن. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو موجب تہ:

"اهي سادي قوت قرارا، جڏهن بہ صدري خزاني وارا موتي هاريندا، تڏهن ٻڌندڙ دنگ رهجي ويندا تہ سادي سيني مان ڪهڙا نہ ملھ مهانگا موتي ملن ٿا. هر ادب جي ملڪ جو سينگار اهي ئي لوڪ ادب جا ماڻڪ موتي لعل آهن."(1)

اهڙن جاکوڙين جن لوڪ ادب کي محنتون ڪري محفوظ ڪيو آهي ۾ ڊاڪٽر ڪمال الدين جو نالو وڏي عزت ۽ احترام سان ورتو وڃي ٿو. لوڪ ادب جي اهميت ڄاڻائيندي، ڊاڪٽر ڪمال لکيو آهي تہ:

"اسان جي سموري ادب جي پيڙھ لوڪ ادب آهي. چوندا آهن تہ پيڙھ مضبوط هوندي تہ پٽ/عمارت بہ سگهاري هوندي. جيڪڏهن اسان جو لوڪ ادب سگهارو نہ هجي ها تہ ڪلاسيڪي ۽ جديد ادب بہ سگهارو نہ هجي ها. پر افسوس آهي تہ اسان هن وقت پيڙھ جي مرمت نہ پيا ڪريون جنهن ڪري عمارت کي نقصان پيو پهچي."(2)

لوڪ ادب جي اهميت ۽ افاديت ادب ۾ مسلم آهي. جيڪا هر دور ۾ مڃي ويئي آهي. ڊاڪٽر ڪمال هن ڏس ۾ لکيو آهي تہ: سڄيءَ دنيا جي ادبن ۾ لوڪ ادب کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. ادب عام طور تي ۽ لوڪ

ادب خاص طور تي ٻولين ۽ ثقافتن کي بچائڻ، اڳتي وڌائڻ ۽ نيٺ لفظن کي سانڍڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو.“(3)

ٻين لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو تہ لوڪ ادب اسان جي ٻوليءَ جو محافظ آهي. جنهن کي هر قيمت ۾، هر دور ۾ سڃاڻن معرفت محفوظ ڪرڻ ۽ پکيڙڻ گهرجي تہ جيئن سنڌي ٻولي وڌي ويجهي ۽ ترقي ڪري.

ڊاڪٽر ڪمال جو هڪ ڪتاب”ڪچهريءَ جا مور“ هن ڏس ۾ خاص حيثيت رکي ٿو. هي ڪتاب، ثقافت کاتي 2013ع جي ڊسمبر ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر ڪمال وڏيءَ محنت سان، تحقيق بعد چوندِ سگهڙن جو تعارف ۽ سندن فن کي پيش ڪيو ويو آهي. پنجونجاهہ سگهڙن جو تعارف ۽ ڪلام ڏنل آهي. ان کان سواءِ سگهڙن جون تنظيمون ذڪر ڪيون ويون آهن ۽ مشهور سگهڙن جي ڪتابن جو تعارف ۽ تبصرا پڻ ڏنل آهن جنهن ۾ استاد محمد ملوڪ عباسيءَ جا، ”مورتي مور ملوڪ جا“ ۽ ”موتين مٺ ملوڪ جي“، استاد عبدالرحمان مهيسر جا ڪتاب ”مهيسر جي مام“ ”مهيسر جي مرڪ“ ۽ ٻيا، محمد لقمان کوکر جا ”لاتيون سڻ لقمان جون“، ”لعل ڪٺا لقمان جا“، ”لوچون ڏس لقمان جون“، فقير هدايت جو ”سگهڙ ڪچهري“، وريام فقير شيخ جو ”سچ ۽ سونهن وريام جي“ ديدار علي سيال جو ”ديس وسي ديدار اسان جو“، علي نواز وگڻ جو ”وگڻ جا ويچار“، گل محمد غازيءَ جو ”گفتا گل محمد جا“ نظير احمد ميمڻ جو”صدين جي سوغات“ محبوب علي ڏيپر جو ”پنهنجي شاعري پنهنجو رنگ“ ۽ ٻين سگهڙن جا ڪتاب ذڪر ڪيل آهن. هن ڪتاب جي شروع ۾ ڊاڪٽر صاحب طويل مقدمو موضوع جي حوالي سان ڏنو آهي. جيڪو صفحي 9 کان 73 تائين ڏنل آهي. هن مقدمي ۾ مفصل نموني تي ڪمال صاحب ڪچهريءَ جي اهميت ۽ اوطاقن کي آباد ڪرڻ لاءِ سگهڙن جو شوق ڄاڻايو آهي جيڪي پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري پڻ اوطاقن کي آباد رکندا اچن ۽ ڪچهرين جا ڪوڏيا ٻيا گڏجي ڳجهارتون ۽ بيت ڏين تہ راڳ ۽ رنگ قائم رکن. اِوطاقن جي اهميت سُگهڙ گل محمد غازيءَ جي حوالي سان چئي اٿن تہ:

**الله تون اوطاقين ڪي، سڪيو رک سهنجو**
**سک ڏسن سدائين، اصل نہ ڪرين اهنجو**
**ڪنهن ڪان گهرن ڪينڪي، پاڪ ڏين پنهنجو**
**سُٺي سوال منهنجو ڏين گنج"گل محمد" چئي.**

ڊاڪٽر صاحب موجب تہ اهي ڪچهريون ئي آهن جيڪي انساني اندر کي سرور ۽ آنند ڏين ٿيون. انتهاپسنديءَ کي روڪڻ جو ذريعو آهن تہ امن امان قائم ڪرڻ جو هٿيار آهن. محبتن ۽ محبتين جا شل سدائين ميڙا متل هجن. هن ڪتاب ۾ ليکڪ ڪيترين لوڪ صنفن جو ڪچهريءَ جي حوالي سان تفصيل ڏنو آهي. حمد، مولود شريف، مناقبو منقبت، معجزو، سماع، پرولي، ڳجهارت، ڏور، ڏهس، سينگار، ست سُريون، پنجڪا ، ٽيهہ اکري ۽ ٻيون چند صنفون شامل آهن. هي هڪ قيمتي ڪتاب آهي جنهن کي پڙهڻ سان پنهنجي تهذيب، ثقافت ۽ ٻوليءَ لاءِ خوشيءَ جو احساس وڌي ٿو. ڊاڪٽر ڪمال صاحب جو پنهنجي ٻولي، ڌرتي، علم، ادب ۽ ثقافت سان محبت ۽ محنت جو هيءُ سفر جاري ۽ ساري آهي خدا پاڪ کين وڌيڪ ڪاميابيون عطا ڪري.

حوالا


1- سنديلو عبالڪريم ڊاڪٽر،"لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو" انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشورو 1986، ص. 1
2- ڄامڙو ڪمال، ڊاڪٽر،"سنڌي لوڪ ادب(تحقيقي اڀياس) سنڌيا پبليڪيشن، 2016ع ص.8
3- ڄامڙو ڪمال الدين ڊاڪٽر،"پاڪستان زبانون کا لوک ادب) سنڌي شعبو، وفاقي اردو يونيورسٽي، ڪراچي، 2015ع، ص. 220
4- ڄامڙو ڪمال، ڊاڪٽر، "ڪچهريءَ جا مور" ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي. 2016، ص. 10

# "وصيت نامو" جو خالق انور ڪاڪا

انورالدين انور ڪاڪا، نيوسعيدآباد جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ 1978ع ۾ جنم ورتو. سنڌس بنيادي تعليم پنهنجي تر مان رهي. اڳيان هلي سنڌي ادب ۾ ايم اي ڪري 2005ع ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو. موجوده وقت ملير ڊگري ڪاليج ۾ پڙهائي رهيو آهي. انور ڪاڪا بنيادي طور ڪهاڻيڪار آهي. ڪهاڻين لکڻ جي شروعات ڪاليج جي زماني کان ڪيائين. جنهن جو ڪتابڙو ڇپيو پر سنڌس ڪهاڻين جي مجموعي "نڙيءَ ۾ اٽڪيل سچ" کيس جديد ڪهاڻيڪارن جي صف ۾ اڳيان آندو آهي. اهو ڪتاب ڪنول پبليڪيشن 2015ع آڪٽوبر ۾ شايع ڪيو. هن مجموعي ۾ 24 ڪهاڻيون آهن جن جا عنوان "تيڙو"، "مسجد جون اکيون"، "نڙيءَ ۾ اٽڪيل سچ"، "روزي"، "دوزخ جي ڇانو"، "مندر"، "روڳ" ۽ ٻيا آهن.

شاعر جي حيثيت سان نثري نظم جي مجموعي "وصيت نامو" تحت انور پاڻ کي مڃايو. وصيت نامو" کي پڻ ڪنول پبليڪيشن قمبر شايع ڪيو آهي. 2013ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ 147 نثري نظم ڏنل آهن. 316 صفحن جي هن ڪتاب جو مهاڳ ايوب ڪوسو لکيو آهي ته مولابخش ڪاڪا، غوث پيرزادو، ڊاڪٽر مخمور بخاري، سهيل ابڙو، محمد صديق ۽ منور جوڻيجو جا هن ڪتاب تي تاثرات لکيل آهن. نثراڻي نظم جي هن ڪتاب جي ارپنا ميڊم مهتاب اڪبر راشدي ۽ مولابخش ڪاڪا جي نانءُ آهي. جن زندگيءَ جي ڏکي پل تي سنڌس مدد ڪئي ۽ جيئڻ جو اتساهه ڏنو.

نثر ۽ نظم ادب جون اهم شاخون آهن. نظم ادب جو اهو قسم آهي جيڪو دنيا جي هر ادب ۾ اوائلي حيثيت رکي ٿو. سنڌي ادب جي نظمي حصي ۾، بيت، وائي، ڪافي، غزل، دوهو قطعو سانيٽ، ترائيل، نظم، آزاد نظم، نثراڻو نظم ۽ ٻيون صنفون شامل آهن. نثراڻو نظم شاعريءَ سان لاڳاپيل هوندي به نثر جو پڻ اهم حصو شمار ٿئي ٿو. هن صنف جي شروعات 1897ع ۾ ٿي. هن صنف جي باري ۾ انسائيڪلو پيڊيا ۾ هن ريت وضاحت ٿيل آهي.

Prosepoem, brief composition that may contain all the attributes of lyric poetry but that is set on a page as prose

The form was introduced in to French literature by Jacques Bertrand in 1897.

شاعري ۽ نثر جي هن امتزاج کي نثري نظم يا نثراٽو نظم چيو وڃي ٿو. جو ادب ۾ اهميت رکندي دنيا جي تقريبن هر ادب ۾ ملي ٿو. سنڌي ادب ۾ هن صنف جا بنيادي اهڃاڻ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي علمي مايي مان ملن ٿا. مخدوم ابوالحسن جي سنڌي ۽ مخدوم جعفر بوبڪائي ۽ ٻين جي تصنيفات جا جيڪي جملا نثر جو حصو شمار ڪيا وڃن ٿا . تحقيق اهي نثراٽي نظم تي مشتمل آهن. جيئن"پلا پير پنا, هڪ مٺا ٻيا ٽنا" اڳيان هلي جديد نثري نظم متعارف ٿيو جو ورهاڱي کان اڳ لالچند امر ڏنو مل جي"سدا گلاب" کان شمار ٿيو. موجوده دور تائين ڪيترن ئي نثر نگارن ۽ شاعرن هن صنف ۾ لکيو آهي. نارائڻ شيام۽ شيخ اياز کان وٺي هلندڙ دور تائين اياز گل, انور ڪاڪا ۽ ٻين شاعرن ۽ شاعرائن جا لکيل انيڪ سهڻا نثري نظم ملن ٿا. پر هن هڪ صنف تي مڪمل ڪتاب ٿورا آهن جن ۾ انور ڪاڪا جو" وصيت نامو" خاص حيثيت رکي ٿو.

"وصيت نامو" پڙهڻ بعد ائين ڀ لڳي ٿو ته ڄڻ انور نثري نظم ۾ مختصر ڪهاڻيون لکيون آهن. جي مڪمل تاثر ۽ آهنگ سان ذهن تي حاوي ٿي اثر ڇڏين پيون."وصيت نامو" ڪتاب جي نثري نظمن جا عنوان"تون" "نجومي", "الائي ڪنهن جي ڪهاڻي..." "صحرا, سمنڊ تون ۽ مان", "اوجاڳي کان پوءِ", "آنَ جو داڻو", "ڳوڙهن جون قبرون", "فرق", "مقابلو", "ڦاهي", "انا پرستي", "ماچيس", "محبت کان اڳتي", "صوف", "هڪ چميءَ جي صدا", "نابين شخص", "هڪ الوداعي نظم", "هڪ معصوم نظم", "مشڪرو", "سبق", "سچ", "مون کي پهرين ويساهه ڏيار" ۽ ٻيا آهن. جن جي اڳيان ڪتاب جي فهرست ۾ صفحو نمبر ڄاڻايل نه آهي. هنن نثري نظمن ۾ انور ڪاڪا, زندگيءَ جون حسناڪيون, حقيقتون, هيبتون, دهشتون, نفرتون, محبتون, عقيدا, وهم وسوسا, خوف, ڏک ۽ ڪيترائي احساس اوتيا آهن. هي حساس شاعرُ دکي آهي, سنڌو درياهه ۾ اڏامندڙ واريءَ تي, سڙي ويل ٻنن تي, انساني اندر جي اونداهين تي, هزارن گهرن جي ٻک جو ڪاچ ٽيڙ تي, پاءُ جي پاءُ سان دشمنين تي, شهرن جي ويران گلين تي, دوستين ۾ لڪل دشمنين تي, نفرتن جي انتهائن تي, فٽ پاٿ تي اڇايل ۽ بکايل ٻارن تي, يتيم ٻارن جي يتيميءَ جي بي وسيءَ تي, پنهنجي ڪيل نافرمانين ۽ لاپرواهين تي, ڏکن ۽ بکن تي, مطلب ته وٽس هر

نندي نندي حياتيءَ جي ڏک جي حقيقت آشڪار آهي. اَنَ جو داٽو نظم ۾ لکي ٿو تہ:

**هن ڪي بک**
**بيحد ستايو**
**هن ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي**
**بک کي پنهنجي ٻنيءَ ۾ پوکي ڇڏيو تہ**
**سوين ان جا داڻا ڦٽي نڪتا**
**پر هو پوءِ بہ بضد آهي تہ**
**ُبکَ اَنَ جي داڻي مان ئي جنم وٺندي آهي.**(2)

انور ڪاڪا فطرت جو شاعر آهي ُهو وڻن ٽڻن، ڪنوٽين، اندلٺن، بارشن، ساوڪن، خوشين، روشنين، چانڊوڪيہ ن، پکين جي مڌر ٻولين، ماڪ ڦڙن جي ڪوملتائن، نيڻن ۾ سمايل محبتن ۽ چانڊوڪين جي چانڊاڻن ۾ انيڪ رنگ فطرت جي حسن جا پسي ٿو.

هو محبت جو شاعر آهي جنهن جا مثال پڻ سندس ڪئين نظم آهن خاص طور "ساهن جي خوشبو "ڪافر ڇوڪريون"، "گل خوشبوءِ لڪيرون"، "هوا جي ڇپن تي ڪا دعا آهي". "مان سوچيان ٿو" ۽ ٻيا ڪافي نظم آهن. سندس نظم. "عيد واڌايون"، هڪ اهڙو مڪمل طويل نثري نظم آهي جنهن ۾ هن سنڌ جي چپي چپي سان پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. ائٽمي جنگ کان ڪيس نفرت آهي هو ناانصافين ۽ بي رحمين خلاف واڪا ڪندي چوي ٿو تہ:

**هڪ ڳيري جي دعا سان**
**جنهن ڏينهن دنيا مان طوفان ٽري ويو**
**ان ڏينهن هڪ ائٽمي ملڪ**
**نااِنصافي ۽ غلط بياني ڪندي**
**هڪ غريبَ ملڪ تي حملو ڪري ڏنو تہ**
**ڏک ۾ ان ڳيري خودڪشي ڪري ڇڏي**
**۽ سندس آکيرو الائي ڪاڏي اڏامي ويو**
**پر سڄي دنيا مان ڪنهن بہ مذمت نہ ڪئي**
**انصاف واريون عدالتون، ٻوڙيون ۽ گونگيون بڻيل رهيون**
**بس اَنَ جي داڻي مان منهن ڪيندڙ**
**هڪ سائي سِلي احتجاج طور**

**پنهنجي طويل سجدي مان اٿي**
**وڏيڪ ڦٽڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو**
**۽ اهو ڏينهن وقت کان اڳي رات ٿي ويو.(3)**

روزمره جي ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين ۽ مختلف ڪيفيتن ۽ سوچن ۽ احساسن کي جڏهن تخليقڪار پنهنجو رت ۽ ست ڏيئي اوجاڳا ڪٽي تخليقي ڪرت سان وڏي سوچ ۽ ويچار سان. وڏيءَ دلچسپيءَ ذوق ۽ شوق سان ڪاغذ جي ڪينواس تي آڻي ٿو تڏهن سندس اندر جي پيڙا جا عڪس ذات جي صورت ۾ پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن تي جادوئي اثر رکن ٿا. ائين ئي انور ڪاڪا هڪ هڪ ڪيفيت ۽ احساس کي چٽڻ مهل پنهنجو اندر اوتيو آهي. هڪ بيروزگار نوجوان جا احساس بيان ڪندي چوي ٿو ته:

**هو بيروزگار نوجوان**
**جنهن کان سندس دوستن کي،**
**اڪثر اها شڪايت هوندي آهي ته**
**هو ساڻن محفل ۾ گڏ هوندي به،**
**گڏ نه هوندو آهي.**
**سندن اها شڪايت پنهنجي جاءِ تي،**
**صحيح به ٿي سگهي ٿي،**
**پر هو ته هميشه سندن تهڪن ۾،**
**نوڪريءَ جا اشتهار پيو ڳوليندو آهي.(4)**

انور فقط هڪ ئي صنف ۾ شاعري ڪئي آهي پر ڀرپور لکيو آهي. خاص طور سندس موضوع فطرت آهي جنهن ۾ انساني زندگيءَ جا ڪئين رنگ سمايل آهن. هو سنڌي ٻولي ۽ ادب جو خدمت گذار آهي. سندس ڪتابن "وصيت نامو" ۽ "نڙيءَ ۾ اٽڪيل سچ" کان پوءِ اميد ته هي جوان پنهنجو تخليقي سفر جاري رکندو ۽ سندس حوصلا بلند رهندا. سنڌ ۽ سنڌ واسين کي پنهنجي قلم جي جنبش سان نيون نيون تخليقون ڏيندو رهندو.

حوالا:-

1- Encyclopadia britanica $15^{th}$ edition p_734
2- ڪاڪا انور "وصيت نامو" ڪنول پبليڪيشن قمبر، 2013ع
3- ايضا ص- 240
4- ايضا ص-118

# سنڌي نثر ۾ ليکڪائن جو حصو

قدرت هن دنيا جي واڌ ويجهه جي امر کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ انساني زندگيءَ جي ابتدا مرد ۽ عورت جي تخليق سان ڪئي. ارتقا جي شروع دور ۾ مرد ۽ عورت بلڪل ساڳي حيثيت رکندڙ ۽ زندگيءَ جي هر وهنوار ۾ برابر جا ڀاڱيوار فرد رهيا آهن.

انساني تاريخ جي اڀياس مان اها خبر پوي ٿي ته تهذيب جي اوسر ۾ عورت جي ڪردار جي مختلف روپن جي خاص اهميت رهي آهي ۽ هر دور ۾ هُن پنهنجي تخليقي ۽ ذهني صلاحيتن سان پاڻ کي مڃايو آهي. اها به حقيقت آهي ته کيس مختلف سماجن ۾ مجموعي طور ريتن رسمن، عقيدن، مذهبن ۽ ثقافتي ۽ معاشرتي قدرن جي اوٽ ۾ هيسائڻ ۽ دٻائڻ جون ڪوششون به ڪيون ويون آهن، پر هن پنهنجي بقا جي جنگ ۽ اظهار جي آزاديءَ لاءِ هميشه کان ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪري رهي آهي.

سنڌي سماج ۾ عورت گهڻي وقت کان ذهني ۽ جسماني پيڙاءُ جو شڪار رهندي پيئي اچي. تقريبًا هر دور ۾ سندس استحصال ڪيو ويو آهي. ستيءَ جي رسم جو هجڻ، بيواهه يا وڌوا کي نياڳو سمجهي، مٿس زندگيءَ جون ضرورتون به حرام هئڻ، ڌيءَ جي ڄمڻ کي بي عزتي ۽ منحوسيت سمجهڻ ۽ ٻين حوالن کان ڏسنداسين ته عورتن کي ڪيترن هنڌن تي بنيادي حقن کان ته محروم رکيو ويو، پر کيس انسان هئڻ جي ناتي سان انسان به ڪري نه سمجهيو ويو. دنيا جي مذهبن ۾ اسلام جي مذهب اهو ثابت ڪيو ته عورت ذات اعليٰ مرتبي جي مالڪ آهي، ماءُ، ڌيءَ، زال، هر رشتي جي مناسبت سان کيس حق ڏنا ويا. کيس مرضيءَ سان شاديءَ جو حق ڏنائين، ماءُ جي حيثيت ۾ جنت سندس پيرن هيٺ قرار ڏني ويئي. ملڪيت ۾ کيس حصيدار ڪيو ويو. انهيءَ جي باوجود

هن ترقي يافتہ دور ۾ جيڪڏهن سنڌ صوبي جو جائزو ورتو وڃي ٿو تہ انڊيرنگري ڏسڻ ۾ ٿي اچي. اڄ بہ اسان وٽ عورتن کي تعليم جي حق کان محروم رکڻ، ڏيءَ کي جائداد ۾ حصو نہ ڏيڻ، پسند جي شادي نہ ڪرڻ، حق بخشائڻ، بدلي جي شاديءَ ۾ قربان ڪرڻ، ڪارو ڪاريءَ جي رسم ۽ ٻين انيڪ ذهني ۽ جسماني غلامين ۾ جڪڙيو وڃي ٿو. جنهن جو وڏو سبب تعليم جو فقدان بہ آهي. سنڌ ۾ اسلام جي اچڻ کان پوءِ آهستي آهستي ڪجهہ سجاڳي آئي، پر خاص طور عورتن جي حقن جي لاءِ جاکوڙ تعليم جي عام ٿيڻ کان پوءِ ٿي آهي. تعليم يافتہ ۽ باشعور عورتن سنڌي سماج جي انهن مسئلن جو گهرائيءَ سان اپياس ڪيو ۽ پنهنجيءَ صنف جي مسئلن کي اثرائتي نموني عام جي اڳيان ڪني اچڻ لاءِ هنن ڪافي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ۾ انهن موضوعن تي لکيو آهي.

اها بلڪل حقيقت آهي تہ ڪوبہ سماج تيستائين ترقي يافتہ ۽ مڪمل طور سڌريل نٿو سڏي سگهجي جيستائين ان جي اڏاوت ۾ مرد ۽ عورت جي گڏيل سوچ، سگهہ ۽ صلاحيتون ڪتب نٿيون اچن. سو اسان جي پڙهيل لکيل عورتن علم ادب جي معرفت پنهنجن خيالن ۽ سوچن کي عام جي اڳيان آڻي، نہ فقط سنڌي سماج جي عورتن جي مسئلن جي نشاندهي ڪئي آهي، پر ٻين بہ ڪيترن موضوعن تي اثرائتو لکيو آهي. انهن جي فن ۽ فڪر جي جائزي مان سنڌن مطالعي، مشاهدي، تخليقي صلاحيتن ۽ ذهني اوسر جي ڄاڻ پليءَ پٽ پوي ٿي. ڪلاسيڪل شاعري ۽ لوڪ ادب کان سنڌي نثر و نظم جي مختلف صنفن ۾ ليکڪائن پنهنجي ذهني بلنديءَ جا ڪمال پيش ڪيا آهن، مائي مرڪان شيخڻ جا صوفيانہ ڳيچ، مائي ملياٽي نيامت جو سنڌ جي عظيم ڪلاسيڪل شاعريءَ جي ورثي کي سهيڙڻ ۽ خود شاعره هئڻ ۽ ڪيترين گمنام شاعرائن جا چيل ڳيچ، سهرا ۽ گيت ڄاڻائين ٿا تہ، اسان جي پينرن بياني ۽ قلمي

قوت سان پنهنجي وجود کي مڃرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سنڌي عورت جي سمجهه، سياڻپ، صبر، ذهانت، همت ۽ جرئت کي مجيندي، شاهه سائينءَ ڪيس سسئي، سهڻي، مارئي، مومل، نوري، سورٺ ۽ ليلىٰ جي روپ ۾ هڪ منفرد ۽ لازوال حيثيت عطا ڪئي آهي.

سنڌي ادب ۾ شاعريءَ سان گڏ نثر نويسيءَ ۾ عورتن جو وڏو حصو آهي، جنهن جا بنيادي اهڃاڻ ڊاڪٽر فهميده حسين موجب، هن ريت آهن:

> ”ڪيترن ڳيچن ۾ سنڌي عورت جي پڙهيل هئڻ بابت اشارا ملن ٿا جن ۾ پاڻ خط لکڻ يا خط پڙهڻ جو ذڪر ملي ٿو“. (فهميده ڊاڪٽر: 1993)

اهڙيءَ ريت مختلف دورن ۾ عورتن جي پڙهيل لکيل هئڻ جي ڄاڻ ملي ٿي، پر انگريز دور ۾ ”جديد **تعليمي سرشتي**“• جي رائج ٿيڻ کان پوءِ عورتن جي ذهني سجاڳيءَ ۽ علمي جدوجهد جا ثبوت تحريري طور باقاعدي ملن ٿا. هن دور ۾ اسڪول ۽ ڪاليج قائم ٿيا ۽ زناني تعليم لاءِ ڪوششون ورتيون ويون. هندومردن توڙي عورتن ۾ تعليم جي لاءِ گهڻي سجاڳي هئي، پر پوءِ مسلمان رهنمائن جيئن، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، ميران محمد شاهه، عبيدالله سنڌي، شمس العلماء دائودپوٽو، عبدالواحد سنڌي ۽ ٻين جي ڪوشش سان مسلمان عورتون اڳيان آيون. ”سنڌ مدرسة البنات“ ۽ ٻيا اسڪول قائم ٿيا. ليڪن زناني تعليم جي فائدي ۾ مضمون ۽ مقالا، ناول ۽ ناٽڪ لکيا. جن ۾ مرزا قليچ بيگ جو ناول ”زينت“ ۽ ڪوڙومل چندن ڪلناڻيءَ جو ”پڪو پهه“ ۽ ٻيون تحريرون ڇپجي پڌريون ٿيون.

شريمتي گلي سدارنگاڻي پهرين سنڌي عورت هئي، جنهن صحافت جي ميدان ۾ انهيءَ وقت قدم رکيو هو. اهڙيءَ ريت اڳيان

• جديد تعليمي سرشتي مان مراد اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جو موجوده تدريسي طريقو آهي، جنهن مطابق ملندڙ تعليم ۽ ڊگرين جي موٽ ۾ روزگار ملي ٿو.

هلي، موهني دوداڻي، پاروتي آڏواڻي، پاروتي گدواڻي، ايشوري جوتواڻي، ساوتري مي چنداڻي، ڪملا ڪيسواڻي، تارا مير چنداڻي، ميران ٻائي، دادي ليليٰ، پوپٽي هيراننداڻي، سندري اتم چنداڻي، روشن آرا مغل، بيگم طاهره آغا، ڊاڪٽر شمس عباسي، ڪلاپرڪاش، ثميره زرين، خيرالنساء جعفري، رشيده حجاب، ماهتاب محبوب، خانم خديجه دائود پوٽو، زيب.اي شيخ، رشيده شيخ، امينا خميساڻي، حميده کهڙو، مريم نوحاڻي، دُرشهوار سيد، فهميده حسين، نيلوفر جويو، ريٽا شهاڻي، ڪلاپرڪاش، ومي سدارنگاڻي، وينا شرنگي، نورالهديٰ شاهه، ماهتاب اڪبر راشدي، نعيمه جمع تيجاڻي، ثرياسوز ڏيپلائي، غلام فاطمه شيخ، تنوير جوڻيجو، نورافروز خواجه، سحرامداد، قمرجهان مرزا، تهمينا مفتي، خورشيد عباسي، ام ڪلثوم، ج-ع منگهاڻي، سنڌو پنهور، شبنم گل، زيب نظاماڻي، ناهيد مغل، تانيه ٿيٻو، نائله سمون، فهميده شرف بلوچ، عطيه دائود، امر سنڌو، ثمينه ميمڻ، تسليم زنئور، حميرا نور، سحر گل پٽي، ڪزبانو سنڌي، ساجده جبين، وينگس، ارشاد سعيد عباسي، خديجه شيخ، شبانه سنڌي، شگفته شاهه، ريحانه ملاح ۽ ٻين سنڌي نثر جي خدمت ڪئي آهي. سنڌن لکڻيون نئين زندگي، سه ماهي مهراڻ، سوجهرو، سرتيون، اديون، ڪلاچي، سنڌي ادب، پارس، نئون سياپو، سپون ۽ ٻين رسالن ۽ روزاني اخبارن ۾ شايع ٿيون آهن ۽ ٿي رهيون آهن. مٿين ليکڪائن مان ڪيترين جا لکيل ناٽڪ، ناول، آتم ڪهاڻيون، ڊائريون، سفرناما، ۽ افسانن جا مجموعا ڇپجي چڪا آهن. جن مان ڪجهه ڪتابن جا عنوان هن ريت آهن:

## مقالن ۽ مضمونن جا مجموعا:

مضمون نثر جي اهم صنف آهي، جنهن ۾ مضمون نگار پنهنجي پسند، مطالعي ۽ مشاهدي سان ڪنهن موضوع تي خيالن جو اظهار ڪندو آهي، مقالو ٿي جنهن سان لکيل نثر جو ليک

آهي. سنڌي ليکڪائن انهن ٻنهي صنفن ۾ گهٽو ڪم ڪيو آهي. ڪتابي صورت ۾ سنڌن ڇپيل مضمونن ۽ مقالن جي مجموعن مان چند هن ريت آهن: ”خوش خصلت خاتون“، ”شڪستهءِ زندگي“ (بادام ناتوان)،”ڳچين سندا ڳچ“ (ڊاڪٽر حميده کهڙو)، شاهه لطيف تي تحقيق“ (ڊاڪٽر در شهوار سيد)، ”پارت ۽ روس ٻانهن ٻيلي“ (سندري اتم چنداڻي)، ”هڪ پشپ پندرهن پنکڙيون“، ”چٽن چٽڪن چت ۾“، ” زنده جا قوم رهندي“،” ٻولي منهنجي ماءُ“، ” ڏاهي مَ تيان“ (پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي)، ”ورهاڱي جو ورجاءُ“، (ماهتاب محبوب)، ”عورت سماج ۽ ڏاڏ“ (پروفيسر تنوير جوڻيجو)،”پائي پٽ ڪٺا“ (ڊاڪٽر نور افروز خواجه)،” ادبي اهڃاڻ“،”ادبي ويچار“ (ڊاڪٽر خورشيد عباسي).

## سوانح عمريون، آتم ڪهاڻيون ۽ ڊائريون:

سوانح نگاري نثري ادب جو اهم حصو آهي. اسان جي ليکڪائن سوانح عمري، آتم ڪهاڻي، خاڪي ۽ ڊائريءَ جي صنف ۾ پڻ لکيو آهي، جيئن: ”تاريخ جو وساريل ورق“ (غلام فاطمه شيخياڻي)،” جيتامڙيءَ جي ڊائري“، ”سام سان ٻه گهڙيون“ (ڊاڪٽر سرلاديوي)، ” منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق“ (پوپٽي هيراننداڻي)، ”منهنجي پيشي جا گل و خار“ (وينا شرنگي)، ”گهنڊ جاڻ وڳو“،” پيهريءَ جا ٻه پل“ (ريٽا شهاڻي)،” ڳالهيون پيٽ ورن ۾“ (ڊاڪٽر شمس عباسي)، ”منهنجو سورج مکي“ (شبنم گل)، ”قيدياڻيءَ جي ڊائري“ (اختر بلوچ) ۽ ٻيا ڪتاب آهن.

## سفرناما

سفرنامي جي صنف ۾ سفرناما نگار پنهنجي سير ۽ سفر جو احوال، ذاتي مشاهدي، بياني قوت ۽ علمي ۽ ادبي انداز سان پيش ڪندو آهي. ليکڪائن نثر جي هن اهم صنف ۾ طبع آزمائي

ڪري، سفرناما پڻ لکيا آهن، جن ۾ ”روس جي نئين سپيتا جو سفر“ (سندري اتم چنداڻي)، ”مارر جي ملير جا“ (خيرالنساء جعفري)، ”هوائن جي آڌار“ (فهميده حسين)، ”اندر جنين اڃ“، ”سرهي سرهي سار“، ”راهون چند ستارا“ (ماهتاب محبوب)، ”هينئڙي منجهه هرن“ (ڪلا پرڪاش)، ”پکا ۽ پنهوار ڏٺي مون ڏينهن ٿيا“ (وينا شرنگي)، ”جتي منهنجا اونيڙا)، ”ريٽا شهاڻي)، ”ٿي مسافر ٿي شهر“ (مريم پليجو ۽ اختر پليجو) ۽ ٻيا سفرناما شامل آهن.

## افسانن جا مجموعا

افسانو نثر جي هڪ سگهاري صنف آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ هزارن جي تعداد ۾ افسانا ڇپيل صورت ۾ موجود آهن، جن ۾ عورتن جو ڪيل ڪم گهٽي تعداد ۾ آهي. ڪيترين اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل افسانن کان علاوه سندن گهٽائي افسانوي مجموعا شايع ٿيا آهن، جن مان چند هن ريت آهن: ”اڃا وار ڳاڙها گل“، ”توجنين تات“، ”پوري“، ”ٻنڌڻ“، ”ڪرنڌڙ ديوارون“ (سندري اتمچنداڻي)، ”رنگين زماني جون غمگين ڪهاڻيون“، ”مون توکي پيار ڪيو“، ” خزان جو دور پورو ٿيو“، ”شهناز“ (پوپٽي هيرانندداڻي)، ”مرڪ ۽ مامتا“، ”وارن ۾ گل“ (ڪلا پرڪاش)، ”ڪيئن وساريان ويڙهيچن“، ”زندگي ناٽڪ“ (وينا شرنگي)، ”پچڻ کي پچاء“، ” ٻبليءَ جون آکاڻيون“، ” منع ٿيل ميوو“، ”رشتن جو رقص“ (ريٽا شهاڻي)، ”توجنين جي تات“، ”مٺي مراد“، ”گيت اڃايل مورن جا“، ”روشن چانورو“، ” آءُ اهائي مارئي“ (ثميره زرين) ”منهنجو تخليقي سفر“،” تخليق جو موت“ (خيرالنساء جعفري)، ”پرهه کان پهرين“، ” چانديءَ جون تارون“،” لهر لهر زندگي“ (ماهتاب محبوب)، ”هڪ حوا ڪيئي ڪهاڻيون“ (ڊاڪٽر فهميده حسين)، ”جلا وطن“،” ڪربلا“،” رڻ ۽ رڃ جو اتهاس“ (نورالهديٰ شاهه)، ”امرت منجهه ڪڙاڻ“،” عيبن هاڻي“ (پروفيسر تنوير جوڻيجو)، ”هيلو ڪو وري آءُ“ (نذير ناز)، تنهنجي ڳولها تنهنجون ڳالهيون“

(جيجي زرينہ بلوچ)، ”سوچن جي صليب تي“، ”مارئي ۽ مان“ (ميمڻ روشن تبسم)، ”تلاش“ (تبسم ماهتاب قريشي)، ”ڪوڪو جيون سواليہ نشان“ (ناهيد مغل)، ”مشعل ٻرندي رهندي“ (صنوبر سيد)، ”اڪيون ميگهہ ملار“ (خديجہ شيخ)، ”سامائي تہ سک ويا“ (نيلوفر جويو)، ”نرڳ“ (زبيده ميتلو)، ”منهنجي وس ناهي جيڏيون“ (سڪينہ ميمڻ)، ”اڻ ڇاتل شهر جو نقشو“ (شبنم گل) ۽ ٻيا ڪافي افسانوي مجموعا آهن.

## ناول

ناول جي صنف، سنڌي نثر ۾، انگريزي ناول ”راسيلاس“ جي ترجمي سان متعارف ٿي آهي، جنهن کان پوءِ ڪيترائي طبعزاد ۽ ترجما ڪيل ناول سنڌي نثر ۾ موجود آهن، جن ۾ ليکڪائن جي شموليت رهي آهي. ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ عورتن ڪافي ناول لکيا، جن مان ڪجهہ هن ريت آهن: ”گورا“ (ڪماري ڪرپالاڻي- ساڳيءَ ليکڪا پوءِ گلي سدارنگاڻيءَ جي نالي سان ”اتحاد“ لکيو)، ”اتحاد“ (گلي سدارنگاڻي)، ”پريم جيون“، ”آشا“، ”نماڻي نار“، ”رنم رت ڦڙا“، ”خلوت ۾“ (بادام ناتوان)، ”هڪ سسئي سئو سور“، ”ٽنل ساز“، ”پريت پراڻي ريت نرالي“ (سندري اتم چنداڻي)، ”منجو“، ”حسرتن جي تربت“،”جيءَ ۾ جهوري تن ۾ تات“،” سيلاب زندگيءَ جو“ (پوپٽي هيراننداڻي)، ”هڪ دل هزار ارمان“، ”وقت وٿيون ۽ وڇوٽيون“، ”حياتي هوتن ريءَ“ (ڪلاپرڪاش)، ”منهنجا معصوم سڄڻ“ (وينا شرنگي) ”ينيرڪي جي پڻ پڻ“، ”پرهہ جا پياڪ“ (ريٽا شهاڻي)، ”خواب خوشبو ۽ چوڪري“،”پيار پناهون ڇانورا“ (ماهتاب محبوب)، ”منهنجي چاهتن جي منزل“ (ڪزبانو سنڌي) ”سپنو ساپيان ساڻ“ (شبانہ سنڌي).

## ناٽڪ

ناٽڪ جي صنف ۾ پڻ ليکڪائن پاڻ ملهايو آهي. سندن لکيل ناٽڪ [illegible] جي مختلف پهلوئن تان پيش ٿي

رهيا آهن، جن ۾ ڇپيل ڊرامن جو تعداد تمام گهٽ آهي. چند ڇپيل ناٽڪ هيٺيان آهن، جيڪي مختلف مخزنن ۾ شايع ٿيا آهن. ”چنڊ ۽ رلي“ ڪتابي صورت ۾ آهي.

”جهانگير ۽ نورجهان جي اوائلي زندگي1939ع“ (ساوتري جهانگياڻي)، ”بليٽن“، ”روئي ڏنو رات“، ”لالڻ“ ”سيڻ ۽ ڏيڻ“، ”ايمان جي قيمت“ (ماهتاب محبوب)، ”وڻجارا“ (سندري اتم چنداڻي)، ”ليک“ (نور شاهين)، ”چنڊ ۽ رلي“ (غزاله شاهين پٺو)، ”بي افعالي“ (ثريا سوز)، ”لهرن جو گيت“ (شبنم گل).

**صحافتي** نثر جي خدمتن ۾ پڻ ليکڪائون اڳيان اڳيان رهيون آهن، ورهاڱي کان اڳ گلي سدا رنگاڻي، پاروتي گدواڻي، رکي سي ٽڏاڻي، ڪملا ڪيسواڻي ۽ ٻين سنڌي صحافت جي ميدان ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. 1947ع کان پوءِ بيگم زينت عبدالله”مارئي“ رسالي جي ايڊيٽر جي حيثيت سان، بيگم خانم خديجه دائود پوٽو، ماهوار”اديون“، گلبدن جاويد مرزا ”سرتيون“ ۽ فهميده حسين ميمڻ ”سگهڙين سٿ “ جي صفحي (هلال پاڪستان ڪراچي اخبار) جي ذريعي گهڻين قلمڪارائن کي اڳيان آندو. ان کان علاوه به ڪيترن ئي ماهوار رسالن ۾ ليکڪائن لکيو. ڪجهه عورتن ڪالم لکيا جن ۾ خاص طور ماهتاب محبوب، ثريا سوز، فهميده حسين، عطيه دائود، انيتا شاهه، گلبدن جاويد، وينگس، ارشاد سعيد عباسي، شبنم بلوچ، نذير ناز، شهر بانو، حميرا علواڻي، مارئي ميمڻ، سسئي پليجو، شازيه مري، فهميده جروار شبانه سولنگي، امر سنڌو، عرفانه ملاح ۽ ٻيون اچي وڃن ٿيون.

مٿئين احوال مان معلوم ٿئي ٿو ته ليکڪائن جو سنڌي نثر ۾ وڏو حصو رهيو آهي. هتي فقط نثر جي چند ڇپيل ڪتابن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، پر جيڪڏهن سندن ڪيل ڪم جو اونهو اڀياس ڪيو وڃي ته ڪيترائي اهم نقطا نروار ٿي سامهان ايندا، جن مان خبر پوندي ته اسان جي قلم ڪارائن جي قلمي پورهئي سان سنڌي

نثر کي کهڙي ۽ کيتري هٿي ملي آهي؟ يا سندن لکڻين ۾ کهڙيون اوڻايون يا چڱايون آهن؟ هنن کهڙا نوان موضوع متعارف ڪرايا آهن؟ يا وٽن مسئلي ۽ مؤقف جي پيش ڪرڻ جو ڏانءُ ۽ ڏات کهڙي آهي؟ سندن تحريرن ۾ اثر انگيزي آهي يا نہ؟ يا ڇا هو سنڌي عورت جي مسئلن کي پنهنجي لکڻين ذريعي اجاگر ڪري سگهيون آهن؟ سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ سنڌي نثر جون خاصيتون ۽ خاص طور نج سنڌي لفظن جو استعمال سندن تحريرن ۾ آهي يا نہ؟ اهڙن گهڻن سوالن جي جوابن سان پڙهيل لکيل سنڌي عورت جي ذهني بلندي ۽ قلم جي وسعت سامهون ايندي تہ گڏ ايندڙ اديبائن لاءِ هن ڏس ۾ مختلف رخن کان رهنمائي ٿيندي.

نثر جي صنفن جي حوالي سان ليکڪائن جي ڪم جو تجزيو ڪرڻ سان اها خبر پوي ٿي تہ هنن تقريبًا نثر جي سيني صنفن ۾ قلم جا جوهر پيش ڪيا آهن، جنهن مان سندن خيالن جي رواني، مطالعو، مشاهدو ۽ علميت تہ بکي ٿي، پر سنڌي نثر جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ ڪيل اهي ڪوششون پڻ پنهنجي جڳهہ تي هڪ اهم حيثيت رکن ٿيون. جيئن تہ نثر اظهار جو تفصيلي ذريعو آهي ۽ ان جي ڪيترين ئي صنفن جيئن ناول، ناٽڪ، افسانو، سوانح عمري، آتم ڪهاڻي، خاڪو، روزنامچو، سفرنامو، مضمون، مقالو، تاثر، خط، ڪالم وغيره جي ذريعي ليکڪ پنهنجا خيال پڙهندڙن تائين پهچائيندو آهي ۽ انهيءَ لاءِ هو ڪيترائي لفظ چونڊي، انهن کي جملن ۾ هنڌائتي ڪتب آڻڻ لاءِ پڻ ويچاريندو آهي. اهڙيءَ ريت هو پنهنجي بيان جي اسلوب کي بهتر کان بهتر بنائڻ لاءِ گهڻائي ورق لکندو آهي. سندس اهڙي محنت تڏهن مقبول ٿيندي آهي، جڏهن ان ۾ ادبي طور اثرانگيزي پيدا ٿيندي آهي. پر سٺي نثرنويسيءَ جي خوبي فقط "ادبي نثر" بہ نہ آهي. ان کان سواءِ پڻ ڪي خوبيون آهن، جيڪي سهڻي نثرنويسيءَ جون ضامن آهن.

"چنائي، ليکڪ جو مشاهدو، مطالعو، ٻوليءَ جون سڀ خوبيون، خيالن جي بلندي، اصليت، فطرت نگاري ۽ روح ۽ جذبو نثر جي

سينگار جا سامان آهن". (الانا، ڊاڪٽر: 1944، 14)

ڊاڪٽر الانا صاحب جي ڄاڻايل نثر جي مٿين اهم خاصيتن سان بلڪل متفق ٿيندي به منهنجي نظر ۾ هيٺين چند خاصيتن جو اضافو اثرائتي ادبي نثر جي ترقيءَ ۾ معاون ثابت ٿيندو، جن ۾ موضوع جي چٽائي ۽ مواد سان مطابقت، فن پاري جي معنويت، مقصديت ۽ موزون ضخامت، معياري ترتيب ۽ ترڪيب ۽ پراثر اسلوبِ بيان اچي وڃن ٿا.

عورتن جي نثر ۾ شموليت جي باري ۾ هن مقالي جي شروع ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. سندن اهڙيءَ شموليت سان سنڌي نثر کي ڪهڙي هٿي ملي آهي؟ جي حوالي سان ليکڪائن جي نثرنويسيءَ ۾ فقط ٻن خوبين يعني موضوعن ۽ ٻوليءَ جو ئي جائزو وٺنداسين ته به سندن ڪم تي ڪافي حد تائين روشني پيئي سگهندي. اها بلڪل حقيقت آهي ته هر فن پاري جي ڪاميابيءَ جي ضمانت انهيءَ فن جون فني گهرجون آهن، پر اها به پڌري پٽ سچائي آهي ته انهن فني گهرجن جي پورائي سان گڏوگڏ اهم ترين اها ذات/ تخليقي قوت به آهي، جنهن جي اثر هيٺ اهو اظهار ٿئي ٿو. فنڪار/ قلمڪار جڏهن ڪنهن موضوع تي قلم کڻي ٿو، تڏهن سندس ذات ۽ ذانءُ ملي، ڪيس انهيءَ فن جي پيش ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا ۽ اهو فن پارو بهتر کان بهتر وجود ۾ اچڻ لاءِ ضروري آهي ته نه فقط فنڪار جي تخليقي جوهر جي ذات اُتم هجي، پر منجهس انهيءَ فن ۽ ذانءُ کي سمجهڻ ۽ وڌائڻ جو به شوق هجي. مطلب ته ذات ۽ ذانءُ جو ميلاپ لازم ۽ ملزوم آهي. ٻين لفظن ۾ ته،

> "ڪنهن به فن کي تخليق ڪندڙ تخليق ڪار (Creative artist) هوندو آهي، جنهن ۾ تخليقي صلاحيت بنيادي هجي ٿي ۽ تربيت ۽ سکيا ان کي چمڪائي صحيح پيش ڪرڻ ۾ مدد ڪندي آهي". (فهميده، ڊاڪٽر: 1997، 23)

هاڻي تخليقي قوت جي ذات جو تعلق فطري صلاحيتن سان ته

بلڪل آهي، پر سگهاري فني گهاڙيٽي جو ڏانءُ، ماحول، مطالعي، مشاهدي، شوق ۽ جذبي مان جُڙي ٿو. ڪنهن بہ ادبي فن جي موضوع جي چونڊ ۽ سهڻي سيبتي ٻوليءَ جو استعمال هن ڏس ۾ اهم حيثيت رکن ٿا.

موضوعن جي حوالي سان جيڪڏهن نثري صنفن جو جائزو ونون ٿا تہ معلوم ٿئي ٿو تہ نثر جي فن پارن ۾ آتم ڪهاڻيون، سوانح عمريون، خاڪانگاريون، ڊائريون، سفرناما، شخصي احوال تي آڌاريل هجن ٿا تہ ناٽڪ، ناول، افسانا، مضمون ۽ مقالا ڪيترن ئي موضوعن تي لکجي سگهجن ٿا، جن ۾ سماجي مسئلن سان گڏ سياسي، مذهبي، اخلاقي، سائنسي ۽ ٻيا موضوع آندا وڃن ٿا. ڪيترن ئي سماجي موضوعن جيئن: بک، بيروزگاري، جنگ، امن، غريبي اميري، ڏک سک، زندگي موت، فرقيواريت، لسانيت، وطنيت، انساني حقن جو استحصال ۽ ٻين موضوعن کي ليکڪن مختلف صنفن ۾ نون نون نمونن سان پيش ڪيو آهي، جنهن ۾ بنيادي مقصد سچ لکڻ ۽ سماج جي حالتن جو سچو عڪس پسائڻ آهي. مطلب تہ،

> ”ادب جي تقاضائن موجب ليکڪ کي لازمي طرح اعليٰ انساني قدرن جي ترجماني ڪرڻي آهي. ليکڪ لاءِ پابندي ڪابہ معنيٰ نٿي رکي“. (امر جليل: 1993، 222)

هند ۽ سنڌ جي ليکڪائن نثر ۾ ڪيترن ئي موضوعن کي قلم جي گرفت ۾ آندو آهي. شروع دور ۾ گلي سدارنگاڻيءَ جي ناول ”اتحاد“ گڏيل هندوستان ۾ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. اهو ناول موضوع جي لحاظ کان وقت جي حالتن مطابق اهم شمار ٿئي ٿو، جو ان ۾ هندو مسلم فسادن کي روڪڻ لاءِ ڀائيچاري جو سنڌ ڏنل هو. ان کان پوءِ پروفيسر پوپٽي هيراننداڻيءَ کان موجوده وقت تائين اسان جي ڪيترين ليکڪائن سنڌي نثر کي مختلف موضوعن ... نوازيو آهي. پروفيسر پوپٽيءَ جو سچو فن مقصديت ۽ واضح ... ... ڪري ٿو.

هوءَ وطنيت ۽ سنڌيت جي جذبي سان سرشار ليکڪا آهي. هن ذاتي زندگيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ ترقيءَ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيون. سندس تحريرن توڙي تقريرن ۾ سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ٻوليءَ جي لاءِ حب سمايل آهي. عورت ذات جي حوالي سان هوءَ سنڌي عورت کي سماج ۾ بااختيار، باهمت ۽ خوداعتماد ڏسڻ جي خواهان رهي. سنڌيت ۽ سماج ۾ عورتن کي درپيش مسئلن کان علاوه پڻ پوڙهپڻيءَ انيڪ موضوعن تي لکيو آهي. فقط مضمون نويسيءَ ۾ ئي هن سماجي، ادبي، علمي، تاريخي، تنقيدي، اخلاقي، تمدني ۽ ٻين موضوعن تي ڪل 9 ڪتاب لکيا آهن. ساڳيءَ ريت سندري اتمچنداڻيءَ پڻ گهڻن ئي موضوعن تي لکيو آهي.

> ”سندري جي موضوعن جي پکيڙ سماج جي پکيڙ جيتري آهي. سندس ڪهاڻين ۾ عورت جا نازڪ جذبا ۽ نازڪ خيال سمايل آهن. ننڍن ننڍن مڪالمن ۾ جذبن جا پنڌار آهن“. (جوٽيجو، ڊاڪٽر: 2006، 84)

سندري عورت جي نفسيات جو مطالعو پليءَ پت ڄاڻي ٿي. هوءَ عورت جي فطرت جي هر رخ تان پردو کڻڻ جي اهليت رکي ٿي. ان کان سواءِ هن ورهاڱي جي بدترين حالتن، معاشي بدحالي، سنڌ ڇڏڻ جو ڏک، عورتن ۾ تعليم جي کمي ۽ انهي لڻي ۽ اجهي لاءِ تڙپندڙ انسانيت جا ڏک اثرانگيز نموني بيان ڪيا آهن.

ڪلاپرڪاش مامتا جي جذبي سان سرشار ليکڪا آهي، جنهن جي ناولن ۽ ڪهاڻين جا موضوع گهر، گهرهستي، والدين ۽ اولاد جي تعلق سان گڏ تعليم يافته ۽ نوڪري پيشه عورتن جي مسئلن سان لاڳاپيل آهن. رينا شهاڻي ننڍين ننڍين خواهشن ۽ جذبن کي به اظهار جي زبان ڏيڻ ڄاڻي ٿي. هندوستان جي سنڌي سماج جي حياتيءَ جي حقيقت نگاريءَ سان هن ڪيترا مختلف ۽ نوان موضوع روشناس ڪرايا آهن. رينا جي ڪهاڻين جي خاص خوبي اها آهي ته هن جون ڪهاڻيون

مختصر، چرڪائينڊڙ ۽ عام واقعن متعلق هوندي به خاص انداز ۾ هجن ٿيون، جنهن ۾ وڏو ڪمال سندس موضوعن جي چونڊ ۽ اسلوبِ بيان جو آهي. هوءَ معمولي کان معمولي ڳالهه، جذبي يا واقعي کي نظرانداز نٿي ڪري. موضوع کي چٽائيءَ سان پيش ڪرڻ ۾ مهارت رکي ٿي. هندوستان جي سنڌي سماج جي حقيقت نگاري گهڻن ۽ مختلف موضوعن سان ڪئي اٿس. ريٽا نثر جي تقريبًا هر صنف ۾ لکيو آهي. هوءَ مسلسل لکندڙ ليکڪا آهي. سندس ڪتابن جو ڳاڻيٽو ڏيهن تائين آهي.

مٿي ڄاڻايل ليکڪائن کان سواءِ هند جي ٻين ڪيترين عورتن پڻ سنڌي نثر جي موضوعن ۾ منفرد اضافو ڪيو آهي، جن ۾ ايشوري جوتواڻي، تاراميرچنداڻي، اندرا شبنم، سوني مولچنداڻي، مايا راهي، اندرا واسواڻي، ارونا ڄيٺواڻي، وينا شرنگي، ڪملا گوڪلاڻي، رڪمڻي سندرچئناڻي، ڪملا گوڪلاڻي، رشمي راماڻي، اندرا شبنم، رتناگوديا ”رولاڪ“ ۽ ٻيون آهن.

بيگم زينت عبدالله چنا جو شمار سنڌ ۾ 1947ع کان پوءِ پهرين ڪهاڻيڪارا طور ٿئي ٿو. سندن ادارت هيٺ ”مارئي“ مخزن نڪرندو هو. سنڌي نثر ۾ بيگم زينت جو ڪم گهڻي مقدار ۾ نه آهي، پر هن چند اهم ڪهاڻيون لکيون آهن.ڪانئن پوءِ ثميره زرين، رشيده حجاب، خيرالنساء جعفري، ۽ ماهتاب محبوب جا نالا اچن ٿا، جن ۾ ماهتاب جو ڪم مثالي آهي. هن نثر جي گهڻين صنفن ۾ لکيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن جو ڳاڻيٽو پندرهن تائين آهي. هوءَ عورت جي نفسيات جو مضبوط مشاهدو رکي ٿي. عام موضوعن کي به خاص نموني سهڻن لفظن، چوڻين، پهاڪن، گفتارن، تشبيهن سان اثرانگيز نموني پيش ڪرڻ جو فن بخوبي ڄاڻي ٿي.

ڊاڪٽر فهميده حسين جو نالو سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ورتل ڪوششن ۾ هڪ خاص اهميت جو حامل آهي. کين ٻوليءَ تي عبور حاصل آهي. تحقيق، تنقيد ۽ لطيفيات جي حوالي سان سندن خدمتون

لاجواب آهن. ان ڪانسواءِ نثر جي ٻين صنفن ۾ ڪم ڪيو اٿن. موضوعن جي لحاظ کان عورت جي شخصي ۽ ذهني آزاديءَ سان گڏ سماج ۾ رائج غلط ريتن ۽ رسمن جي مخالفت ۾ لکيو اٿن. مطلب تہ اسان جي نثر جي ليکڪائن سنڌي سماج جي ڪيترن مسئلن کي پنهنجي لکڻين جو موضوع بڻايو آهي، جن ۾ سنڌي تهذيب ۽ تمدن جي ايثار، سنڌيت، لسانيت، استحصالي نظام، فرقيواريت، انساني بنيادي حقن جي حاصلات لاءِ جاکوڙ ۽ خاص طور عورتن سان ٿيندڙ ناانصافين ۽ علمي سجاڳيءَ لاءِ لکيو اٿن، پر اجان بہ وٽن ڪنهن حد تائين موضوعن جي کوٽ ملي ٿي، جنهن جي لاءِ ضروري آهي تہ هو نثر جي جنهن صنف تي قلم کڻن تہ انهيءَ کان اڳ قومي ۽ بين الاقوامي ٻولين جي ادب جي مطالعي معرفت موضوعن جو ڪينواس وسيع ڪن. دنياوي مسئلن جي تناظر ۾ سنڌي سماج جي مسئلن کي تورين جو اڄ اليڪٽرانڪ ميڊيا معرفت سڄي دنيا ڳنڍجي هڪ نقطي تي جمع ٿي ويئي آهي. اڄ جي سنڌي قلمڪار، جديد تعليم سان آراستہ ۽ ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ جي ڄاڻ سان گهڻي ڀاڱي سلهاڙيل آهي. جيڪڏهن هو ٿوري محنت ۽ ڪوشش ڪري تہ وٽس تمام مختلف ۽ منفرد موضوع اچي سگهن ٿا ۽ هلندڙ موضوعن کي سهڻائيءَ سان پيش ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ هو موضوع جي مواد سان مطابقت ۽ اثرائتي اسلوب تي ڌيان ڌرين.

جيئن تہ ٻولي انساني اظهار جي وڏي وسيلي هئڻ سان گڏ قومن جي تهذيب تمدن ۽ ثقافت جو اهڃاڻ آهي تہ دنيا جي هر سماج جي علم ادب ذريعي ئي انهيءَ سماج جي ٻولي وڌي ويجهي ۽ زنده رهي ٿي. سنڌي ٻوليءَ جي بتدريج اوسر ۾ ادب جي معاونت تي غور ڪرڻ سان ڄاڻ پوي ٿي تہ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ ادب جو ۽ ادب جي واڌ ويجهہ ۾ ٻوليءَ جي سهڻي ڪتب جو وڏو هٿ آهي. پروفيسر اعجاز قريشي ادب وسيلي ٻوليءَ جي ترقي يافتہ هئڻ جي باري ۾ لکيو آهي تہ،

"سنڌي ٻولي هڪ تمام وسيع، پرپور ۽ هر ثقافتي، سماجي، سياسي ۽ سائنسي واڌاري کي اظهار جو روپ ڏيڻ جي سگهه رکي ٿي ۽ سنڌ جي ڏاهن هڪ لمحي لاءِ به سنڌي زبان جي زندگيءَ سان پرپور درياهه کي سڪڻ نه ڏنو ۽ اڄ اسان ۾ هڪ قوم جي حيثيت ۾ پنهنجي قومي ورثي ۽ ثقافت تي فخر ڪرڻ جو تمام پرپور جذبو موجود آهي ۽ اهو اسان جي ادبي ورثي جي پيداوار آهي".

(قريشي: 2008، 74- 75)

جتي ٻوليءَ جي علمي ۽ فني ترقي ۽ ادب جي تخليقي عمل جي گهاٽي سٻنڌ ۾ اسان جي شاعرن، اديبن ۽ دانشورن جون قلمي ۽ عملي ڪوششون اهم آهن، اتي اسان جي ليکڪائن به وسان ڪين گهٽايو آهي. سيني جي گڏيل ڪوششن سان هر دور ۾ نه فقط سنڌي ٻوليءَ ۾ جدت آئي آهي، پر ان جي ڪلاسيڪل لفظن جي اهميت کي قائم رکندي، ليکڪائن گهٽي کان گهٽو ٻوليءَ جي محاورن، پهاڪن، لفظي ۽ لساني ترڪيبن، تشبيهن، علامتن، گفتارن، تجنيس حرفيءَ سان سجيل جملن تي ڌيان ڏنو آهي، جن ۾ ڪجهه قلمڪارائن جون لکڻيون ته سنڌي ٻوليءَ جي مڙني خوبين سان نوازيل آهن، جنهن سان نثر جي سونهن ۽ سوڀيان کي ته چار چنڊ لڳا آهن، پر سندن اهي لکڻيون ادب ۾ پڻ هڪ اهم حيثيت حاصل ڪري ويون آهن. اهڙين ليکڪائن ۾ پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي، سندري اتمچنداڻي، ماهتاب محبوب، خيرالنساء جعفري، نورالهدیٰ شاهه ۽ ٻيا نالا آهن. چند تحريرن جا مثال هن ريت آهن:

ٻوليءَ جي ڪلاسيڪل لفظن کي جيئارڻ ۾ پروفيسر پوپٽيءَ جو نالو فخر سان ڳڻي سگهجي ٿو. هوءَ لکي ٿي ته،

"قدرت ڪيس وردان جي روپ ۾ سونو جسم ڏنو هو ۽ پوءِ ڏهاڳ ڏيئي ان وردان کي سراپ ۾ بدلائي ڇڏيو هو. پراما

پنهنجي سوني سياءَ سان ان سراپ کي وري ڦيرائي وردان بنائي ڇڏيو هو. هن جي ٻنهي پيشاني ۽ نڻ کان خالي نڪ، چپن جي مٺڙ مشڪ ۽ اکين جي سيتل نهار سان اڳي کان به وڌيڪ سينگارجي ويو هو". (هيراننداڻي: 1984، 75)

سندري اتمچنداڻيءَ جي طبعزاد توڙي ترجمو ڪيل تحريرن ۾ نج سنڌي لفظن جو حسن ۽ تجنيس حرفيءَ جا ڪمال موجود آهن.

"عورت جي جواني ڍلي سگهي وڃي، پر هُن جي ڪُک تازي ئي رهندي آهي. تارا پاروتي ڦلڪي مٿان انبڙيءَ جي ڦار رکي، گرهه ڳهندي هئي. پر تڏهن به سال جي اندر ئي دونهي سان ڪارائيل سندس جوانيءَ هڪ سفيد مکڙيءَ کي جنم ڏنو، اها مکڙي هئي ڪمل". (اتمچنداڻي: 1983، 10)

ماهتاب محبوب جو بياني اسلوب بلڪل مختلف ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان ڪيترن ئي سهڻن پهاڪن ۽ چوڻين سان سجيل آهي.

"بنگلي جي هڪ ويران ڪنڊ واري ڪمري ۾ پنجاسي ورهين جو ڊاڪٽر زندگيءَ جا آخري پساهه ڪٽي رهيو هو. گذريل ڏهاڪن سالن کان هر ڪنهن اهائي وائي وات هئي ته، بچڻ جو آسرو ڪونهيس، چاڻ آيو رهيو! پر هو ته چڻ الله سائينءَ کان پڪي پلاٽ جيان نوانوي سالن جي ليز لکرائي آيو هو. چڱا ڀلا ڏسڻا وائسڻا جوان جماڻ هليا ويا، پر هن کي نه لهر آئي نه لوڏو. ايڏين سارين بيمارين هوندي به توڏي جيان پئي ٽڳيو. دم کان وٺي دستن تائين هر پيچيده ۽ ڳجهي مرض ۾ ورتل هو". (ماهتاب محبوب: 1985، 84)

نورالهدىٰ شاهه سنڌ جي ڏهاڪي کان لکي رهي آهي. سندس ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ گهڻا مقبول ٿيا آهن. هن جون ڪل 76 ڪهاڻيون، چار مجموعن "جلاوطن"، "ڪربلا"، "رڻ ۽ رج جو اتهاس" ۽ "ڪيڏارو" جي عنوان سان شايع ٿيون، جيڪي هن وقت گڏيل مجموعي ۾ آهن. هن

نہ فقط گھٽن، نون ۽ اثرائتن موضوعن کي قلم جي گرفت ۾ آندو آهي، پر ٻوليءَ جي سونهن جي لحاظ کان سندس ڪهاڻيون وڏو درجو رکن ٿيون. وٽس پيارن پوپٽ جهڙن لفظن ۽ اڇوتن اثرائتن جملن جي ڪابہ کوٽ ڪانهي. لکي ٿي تہ،

”هو پلا ڪيئن ماڻهن کي يقين ڏياري ها، تہ هُو غلاميءَ جي سنگهر ڇني آيو آهي. هو آزاد آهي. آزاد آهي. شيدي آهي تہ ڇا آهي، هن جا احساس تہ اڇا اجرا آهن. چنڊ جهڙا، جهڙو پريءَ جو چهرو آهي. هن جي دل تہ هر ماڻهوءَ جهڙي آهي. هن جي رت جو رنگ تہ ساڳيو آهي. پر ڪجهہ چوڻ بدران هو روئندو رهيو. پريءَ جي چنڊ جهڙي چهري کي چمڻ لاءِ هن نچڻ شروع ڪيو هو. اهو ناچ.جيڪو هن کي غلاميءَ واري دور جو ساروڻو پاسندو هو. غلاميءَ جي سنگهر ڇني هن آزادي ماڻي هئي. اهو تہ ڪٽس گمان ئي ڪين هو تہ سموريون زنجيرون ڇني اچڻ کان پوءِ بہ هن جو رنگ ۽ روپ زنجير بڻجي سدائين سندس پيرن ۾ پيو هوندو، جيڪو هو ڪڏهين بہ ريٽي نہ سگهندو. ساري زماني جون شڪستون سندس نصيب هيون، ڇوجو هن جو رنگ اڇو ڪونہ هو. دل چيو هيس تہ ساري زماني جي ٻوٽ تي دانگيءَ جي ڪارنهن ملي ڇڏي. دانگيءَ جي ڪارنهن جيڪا سندس مَنَ ۾ واسو ڪندي ٿي ويئي“. (شاهہ: 1980، 158- 159)

انهن مختصر حوالن کان پوءِ قارئين اهو اندازو پليءَ پت لڳائي سگهن ٿا تہ نثر ۾ ليکڪائن جو ڪيل ڪم معياري آهي ۽ وٽن تخليقي صلاحيتن جي کوٽ نہ آهي، گهريلو ٻوليءَ جي لفظن، پهاڪن ۽ چوڻين جي استعمال ۾ هُنن پاڻ ملهايو آهي. جيئن تہ هر ٻار ٻوليءَ جي شروعات ماءُ کان سکڻ سان ئي ڪري ٿو ۽ عورتن وٽ ڪيترن اهڙن لفظن جو ڪتب عام هجي ٿو، جيڪي لفظ عام طور وهنواري ۽ ڪتابي ٻوليءَ

۾ ڪم نہ ايندا آهن. اهڙا لفظ ۽ چوڻيون گهرو زناني عالم جو صدري خزانو آهن. وقت جي وهڪري سان ڏينهون ڏينهن ٻوليءَ مان انهن جو استعمال گهٽبو وڃي ۽ نئين نسل ۾ اهڙن لفظن کي ورجائڻ جو رجحان بہ موجود نہ آهي. انهيءَ لحاظ کان ڏسنداسين تہ اسان جي ليکڪائن ڪيترن گهريلو لفظن ۽ چوڻين کي پنهنجين لکڻين جي سونهن بنائي نہ فقط سنڌي ٻوليءَ جي لغت جي خزاني کي ضايع ٿيڻ کان بچائي، جياريو آهي، پر سنڌي نثر جي واڌاري ۾ اضافو ڪيو آهي.

## حوالا


1. فهميده حسين ڊاڪٽر: "شاهہ جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ"، سنڌ ثقافت کاتو، 1993ع، ص 118
2. الانا غلام علي ڊاڪٽر: "سنڌي نثر جي تاريخ"، زيب ادبي مرڪز 1977ع، ص 42.
3. فهميده حسين ڊاڪٽر: "ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ" سنڌ ادبي اڪيڊمي، 1997ع، ص 21.
4. امر جليل: "سهڻي (امر جليل نمبر) سهڻي پبليڪيشن، ڪوڪر محلو حيدرآباد، سيپٽمبر 1973ع، ص 222.
5. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر: "سنڌي ادب جي تاريخ" (جلد ٽيون)، سنڌي لئنگويج اٿارٽي،حيدرآباد 2006ع، ص 84.
6. قريشي اعجاز پروفيسر: (مرتب) "سنڌي ٻولي: ماضي حال ۽ مستقبل" سنڌي ادبي سنگت سنڌ، 2008ع، ص 74- 75.
7. هيرانندڻي پوپٽي: "زندگي نہ ڪوتا نہ ڪهاڻي" (مرتب: خالد سنڌي)، سنڌي ادبي اڪيڊمي، سرڪيولر بلڊنگ حيدرآباد، 1984ع، ص 75.
8. اتمچنداڻي سندري: "تو جنين جي تات"، عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد، 1983ع، ص 10.
9. ماهتاب محبوب، "لهر لهر زندگي"، نيوفيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد، 1985ع، ص 84.
10. شاهہ نورالهدیٰ: "جلاوطن"، اگم پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد سنڌ، 1980ع ص 159.

# نثر ۾ اسلوب جي اهميت

نثر ۾ سهڻي اسلوبِ بيان جي تمام وڏي حيثيت ۽ اهميت آهي. اهو تحرير جو اسلوب ئي آهي، جو ڪنهن ليکڪ کي ٻئي کان ممتاز ۽ منفرد حيثيت عطا ڪري ٿو. اسلوب ڇا آهي؟ انهيءَ لاءِ اهو چئي سگهجي ٿو تہ مصنف جو طرزِ تحرير/ عبارت آرائي يا ٻين لفظن ۾ بياني ڍنگ اسلوبِ بيان (Style) آهي.

اسلوب ليکڪ جي ذات جو چٽو آئينو/ شخصي عڪس آهي. انهيءَ کي وڌيڪ هن ريت سمجهي سگهجي ٿو تہ، مثال طور جيڪڏهن هڪ ئي موضوع تي مضمون لکڻ لاءِ ٻن الڳ علمي ۽ ادبي شخصيتن کي ڏنو وڃي تہ هر هڪ جو بيان جو طريقو الڳ هوندو ۽ انهيءَ جو سبب ان فرد جي علمي، ادبي سگهہ ۽ اهي شعوري ۽ لاشعوري قوتون آهن، جن تحت هو لکي ٿو. معنيٰ تہ هر ليکڪ جو مطالعو، مشاهدو ۽ فڪري قوت سندس لکڻيءَ مان واضح ٿئي ٿي. جيڪا جداگانہ هجي ٿي. اسلوبِ بيان کي ٻن جزن خارجي ۽ داخلي ۾ ورهايو ويو آهي.

> **"Style is a Combination of two elements the idea to be expressed and the individuality of the writer".**

اسلوب جو خارجي مظاهر، ٻوليءَ ۾ گرامر جي پابندي، ترتيب ۽ آرائش ۽ ٻيون خوبيون آهن، پر داخلي ڪيفيتون بلڪل فطري آهن. جن ۾ مصنف جي ذهني سطح، ڪردار، قلبي قوتون، مزاج، تعليم ۽ طبعي رجحان وغيره شامل آهن. انهيءَ فطري ذات ۾ اظهار جو ايترو تہ مخصوص ۽ ذاتي ..بو شامل هوندو آهي، جنهن سان اسين ڪنهن لکندڙ کي ڄاڻون ٿا ۽ تحرير مان ئي سندس سڃاڻپ ڪري وٺون ٿا. هاڻي اسلوب جي خارجي ڪيفيت وڌيڪ آهي يا داخلي ڪيفيت جو پڙ ڳرو آهي؟ انهيءَ لاءِ اڃو تہ ماهرن جي

راءِ ڏسون.

ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻيءَ موجب ته”

**”اسلوب لکندڙ جي دل ۾ نه هوندو آهي، بلڪ لکندڙ جي دل هوندو آهي“.** (1)

جڏهن ته نورالهديٰ شاهه اجا به اڳتي وڌي اسلوب جي فطري جاذبيت کي ميجتا ڏيندي لکي ٿي ته:

**”ليکڪ جي دل ان جي لفظ لکندڙ آڱرين ۾ به ڌڙڪندي آهي ۽ انهن لفظن کي ڏسندڙ اکين ۾ به“.** (2)

هاڻي ڏٺو وڃي ته ليکڪ جي لکڻي سندس خيال ۽ فڪر جي نمائندگي ڪري ٿي، جنهن جو تعلق سڌو سنئون ادبي فن سان آهي ۽ ادبي فن جو معنويت ۽ مقصديت سان گهرو لاڳاپو آهي. انهيءَ لحاظ کان اسلوب جيترو داخلي ڪيفيت جو محتاج آهي، ايترو ئي خارجي مظاهر جي اصولن جو پابند به آهي. باقي اها به حقيقت آهي ته موضوع ۽ مطلب مطابق اسلوب جي گهرج پيدا ٿئي ٿي.

**”اسلوب جي باري ۾ هڪ خيال اهو به آهي ته اسلوب جو معنويت سان پاڻ مراهو لاڳاپو آهي. ڪنهن به خاص خيال يا فڪر سان ان جي فني گهرج جو اسلوب ۽ اسٽائيل پاڻيهي اچي وڃي ٿو.“** (3)

ڪنهن به ليکڪ جي لکيل ناٽڪن، ناولن، افسانن، سفرنامن، خطن، مضمونن، مقالن، ڪالمن ۽ ٻئي نثر جي ڪم جي پرک ڪرڻ سان خبر پوي ٿي ته هن مختلف صنفن جي فني گهرج مطابق لکيو آهي، پر ته به سندس لکڻيءَ جي انفراديت ۽ خاص طرزِ ادا وري به قائم رهندي آهي، جنهن کي اسلوب سڏبو آهي.

اسلوب جي باري ۾ اها چٽائي بلڪل ٿي چڪي آهي ته اها

لکندڙ جي بلڪل انفرادي (Individual) خاصيت آهي. پنهنجي افڪارن ۽ خيالن جي پيش ڪرڻ جي ڍنگ (Technique of expression) ۾ انفرادي خاصيتون ڪنهن بہ شخص کي ٻئي شخص کان الڳ حيثيت ڏين ٿيون. (Uniqueness of the style) يعني اهڙيون خاصيتون، جيڪي ٻئي شخص ۾ نہ هجن يا خاص طرزِ تحرير. انهن "خاص طرزِ تحرير" ۾ سندس ذهني اپروچ، جذباتيت جو عمل دخل، ڄاڻ، تجربا، مشاهدا، بلڪ باطن لفظن جي صورت ۾ سندس ذات جو مطالعو ٿي ظاهر ٿين ٿا.

نثر ۾ هر موضوع پنهنجي مواد جي لحاظ کان هڪ جداگانہ نوعيت جو متقاضي ٿئي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو نثر جي مختلف صنفن جا اسلوب جدا جدا رنگ رکن ٿا. ناٽڪ، ناول، ڪهاڻي، مضمون نويسي، آتم ڪهاڻي، سفرنامو مطلب تہ هر صنف جي اسلوب جون گهرجون الڳ آهن.

سنڌي نثر جي اسلوبن جي جائزي مان اها بہ خبر پوي ٿي تہ هر دور ۾ نثر جا مختلف اسلوب رهيا آهن. شروع دور ۾ دقيق نثر ۾ لکڻ کي مؤثر سمجهيو ويو، پر ترت ئي شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي ڪوشش سان سليس نثر جڳهہ والاري.

> **"سادي ۽ سلاست ڀري عبارت کي عام ڪرڻ ۾ مرزا قليچ بيگ جو وڏو ڪمال آهي. هن پنهنجي عبارت ۾ سليس نثر کي سڀ کان وڌيڪ جڳهہ ڏني".** [4]

1947ع کان اڳ هڪ وقت اهڙو بہ آيو، جنهن ۾ هندو ليکڪن جي لکڻين ۾ هندي، سنسڪرت، گرمکي ۽ ٻين ٻولين جا لفظ وڌيڪ شامل ٿيڻ لڳا ۽ مسلمان ليکڪن وٽ عربي، فارسي ۽ اردو ٻوليءَ جي لفظن جو واهپو وڌيو. پر وري بہ ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، لال چند امرڏنو مل، ڊاڪٽر دائود پوٽا ۽ ٻين جي ڪوشش

سان ٻيهر نج سنڌي نثر عام ٿيو. اهڙيءَ ريت سنڌي نثر جي اسلوب جي ترقي ۽ توسيع عمل ۾ آئي.

**”سنڌي نثر ۾ ڪيترن ئي قسمن جا اسلوب ظاهر ٿيا آهن. ڪيترن ئي نثرنگارن پنهنجي غيرمعمولي صلاحيتن ۽ قوتن سان ادبي اسلوبن کي روان، هموار ۽ شائسته بنايو آهي“.** (5)

ڏنو وڃي ته اعليٰ نثرنويسن جي تحرير ۾ ڪمال سندن عبارت جي دلڪش ۽ منفرد اسلوب جو آهي، جنهن سبب کين علمي توڙي ادبي حلقي سان گڏ عام مان پڻ پذيرائي ملي ٿي. اهڙا نثرنويس بيشڪ نثر جي مختلف صنفن ۾ ڪم ڪن ته به سندن اندازِ بيان بلڪل بهترين ۽ اثرائتو هوندو آهي. اعليٰ ۽ پختي نثري اسلوب جي تخليق ۾ ذوق، هڪمنائي، غيرمعمولي فطري جاذبيت، مصنوعيت کان پاڪائي، سلاست ۽ صفائي، تنظيم، تسلسل ۽ ٻيون ادبي لياقتون هونديون آهن.

## حوالا


(1) شمس الدين عرساڻي ڊاڪٽر: ”سنڌي نثر جي اسلوب جو ارتقائي خاڪو“ (مقالو) ٽه ماهي مهراڻ-3، 1968ع، ص 113.

(2) نورالهديٰ شاهه، ”ڪيڏارو“ (ڪهاڻي ڪليات) روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2004ع، ص 400.

(3) ميمڻ فهميده حسين ڊاڪٽر: ”ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ“، سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي، 1997ع، ص- 149.

(4) مرزا حبيب الله ڊاڪٽر: ”شمس العلماء مرزا قليچ بيگ بحيثيت نثرنويس“ (پي ايچ ڊي جو اڻ ڇپيل مقالو) 1978ع، ص- 149

(5) عرساڻي شمس الدين ڊاڪٽر: ”سنڌي نثر جي اسلوب جو ارتقائي خاڪو“، ٽه ماهي مهراڻ-3، 1968ع، ص- 113

# عورتن جي تعليم

**سعادت آ، فضيلت آ، حقيقت آ علم**
**حڪومت آ، سياست آ، عبادت آ علم**

علم انسان جي تئين اک ۽ دين جو سوجهرو آهي، علم جي الاهي نور سان انساني ڪردار جا گل ڦل ٽڙي، انسانيت جي تعمير ڪن ٿا ۽ قومن جون تقديرون جاڳي اٿن ٿيون. سماج جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ جو راز يقينن انهيءَ ۾ ئي سمايل آهي ته هتان جو هر فرد تعليم يافته هجي ۽ هو فقط ڪاغذي ڊگري هولڊر نه پر صحيح معنيٰ ۾ ڄاڻ ۽ شعور جو ادراڪ رکندڙ هجي علم جي نور جي سگهه تمام طاقتور ۽ مضبوط آهي جنهن جو اندازو اسان کي اڄ به ايترو نه آهي جيترو هئڻ گهرجي. انهيءَ جو سبب فقط اهو آهي ته آباديءَ جي اڌ حصي يعني عورت ذات جي، تعليم ۽ علمي سجاڳيءَ تي اسان جي توجهه گهٽ آهي.

زناني تعليم جي ضرورت ۽ اهميت جو اندازو هن حديث سڳوريءَ مان احسن نموني ٿئي ٿو. پياري رسول پاڪ محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته:

طَلبَ العلم فريضتہ عليٰ کُلِ مُسلِمَ وَمُسلِمَتہ.

ترجمو: علم جي طلب فرض آهي هر مسلمان مرد ۽ عورت تي.

مٿئين حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته عورت جي علم جي حاصل ڪرڻ کي اسلام ۾ ڪيتري فوقيت ڏنل آهي؟ اها عورت ئي آهي جا پنهنجي معصوم ٻچڙي کي لوليون ڏيئي پينگهي ۾ سُمهاري ٿي ۽ فرشتو ٻار انسان به ٿيئي ٿو ته شيطان پڻ ٿي سگهي ٿو. هر ماءُ جي آس ۽ اميد هوندي آهي ته سندس اولاد نيڪ ۽ صالح هُجي ڪيس ڪڏهن به ڪوسو واءُ نه لڳي پر اهو ماءُ جي ڏنل تعليم، تربيت ۽ دعائن جو نتيجو هوندو آهي جو هو سمجهدار ۽ سماج جي لاءِ ڪارائتو فرد ثابت ٿيندو آهي. جيڪڏهن اها ماءُ پڙهيل لکيل هوندي ته طبيعت ۾ سلجهيل، سلقيه مند ۽ صلح پسند هئڻ ڪري چاهيندي ته سندس اولاد پنهنجو وقت ضايع نه ڪري ۽ هاڪاري سرگرمين ۾ هجي ڪيس وقت جو قدر، پئسي جي اهميت ۽ دنياوي ضرورتن جي ۽ دين جي حڪمن جي ڄاڻ ضرور هوندي آهي. انهيءَ ڪري سندس تربيت سان

ملڪ جي تعليم جي تناسب ۾ اضافو پڻ ٿيندو ۽ هوءَ چاهيندي تہ سندس اولاد تعليم يافتہ ٿيئي.

عورتن جي تعليم جي اهميت کان انڪار نہ اج ڪري سگهجي ٿو ۽ نہ ئي پوين دور ۾ هو. اسلام جي حوالي سان نظر ڊوڙائبي تہ حضرت عائشہ صديقہ رضہ(محدث حديث) اسما بنت ابو بڪر, حضرت انس رضہ جي والده, بيبي رابعہ بصري ۽ ٻين ڪيترين عورتن قرآن پاڪ ۽ حديث جي علمن کي سکيو اڳيان هلي ٻيون پڻ ڪيتريون عورتون پنهنجي علم ۽ عقل سان ڪامياب ٿيون. ان کان پوءِ هندوستان ۾ ملڪ نور جهان, مسز بند رانائيڪي, محترمہ شهيد بينظير ڀٽو حسينہ واجد ۽ ٻين ڪيترين عورتن ملڪن تي حڪمرانيون ڪيون ۽ پنهنجي پنهنجي رياستن ۾ عوام جي اڪثريت جي دلين کي فهم ۽ فراست سان کٽيو.

سنڌ جي تعليم جي حوالي سان جيڪڏهن تجزيو ڪجي تہ سنڌي عورت اج ڪافي پٺتي پيل نظر اچي ٿي. ڳوٺن جي عورتن جي سماجي ۽ معاشي حيثيت مضبوط نہ آهي جنهن جو وڏو سبب علم جي ڪمي آهي, انهيءَ جي ابتڙ شهرن ۾ سنڌي عورت جي ڪجهہ قدر علمي, سماجي ۽ معاشي حيثيت مضبوط آهي. شهرن ۾ ڪيتريون نينگريون, اعليٰ تعليم حاصل ڪري رهيون آهن جنهن ۾ ڪي ڊاڪٽر ۽ انجنيئر آهن تہ ڪن قانون جي تعليم ۾ پاڻ ملهايو آهي. اج جي سنڌي پڙهيل ڳڙهيل عورتن ۾ شوبزنس, بيوٽيشن, بيڪنگ ۽ ٻين شعبن ۾ پڻ ڪم ڪرڻ جو رجحان آهي. سنڌ جي شڪارپور جي پهرين عورت ڊاڪٽر ساران صديقي(جنم 1900ع) هئي. جيڪا پنج سئو هندو شاگردن جي وچ ۾ پهرين واحد مسلمان عورت هئي, جنهن دهليءَ مان 1934ع ۾ ايم بي بي ايس جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ لاهور ۾ فاطمہ جناح ميڊيڪل ڪاليج ۽ ڪنگ ايڊورڊ ڪاليج جا امتحان ونڻ ويندي هئي. ڪراچيءَ جي سول اسپتال ۾ وڏو عرصو زنانو وارڊ اڪيلي سر هلايائين.

اهڙي ريت پوءِ عورتن ۾ ڊاڪٽريءَ جي تعليم جو رجحان وڌيو. ڪيتريون اعليٰ درجي جون ليڊي ڊاڪٽرز جيئن ڊاڪٽر رضيہ انصاري, ڊاڪٽر لطيفان گانڌي, ڊاڪٽر آفتاب منير, ڊاڪٽر امينا اشرف عباسي ۽ ٻيون آيون ۽ اج انيڪ ڇوڪريون ڊاڪٽريءَ جي تعليم حاصل ڪري رهيون آهن. ڪيتريون عورتون درس وتدريس جي شعبي سان لاڳاپيل

رهيون. جن ۾ دادي ليلا، آپا مريم توحاڻي، ڊاڪٽر شمس عباسي ۽ ٻيون آهن ته سياست ۾ بيگم طاهره آغا، بيگم صغران هدايت الله، ڊاڪٽر فهميده مرزا، ڊاڪٽر حميده کهڙو ۽ ٻيون آهن.

مطلب ته شهر جي عورتن کي ڪيترائي موقعا مختلف فيلڊس ۾ تعليم جي باعث ميسر ٿين ٿا. جو هو پيرن تي بيهي پنهنجي حياتي نه فقط ناهين ٿيون پر وڏو نالو پيدا ڪن ٿيون. انهيءَ جي برعڪس سنڌ جي ڳوٺن ۾ تعليم جي وڏي ڪمي آهي جڏهن ته آباديءَ جو وڏو انگ ڳوٺن ۾ رهي ٿو. انهيءَ ڪري گڏيل طور تعليم جو سيڪڙو گهٽ ئي شمار ٿيندو. هن سيٽلائيٽ جي دور ۾ اسان جي آباديءَ جي اڌ حصي جو علمي معيار ايترو ته ڪريل آهي جو اسان ڪنهن به حالت ۾ دنيا جي حالتن جي برابري ڪرڻ جي لائق نه آهيون.

هلندڙ وقت ۾ اخبار ۾ آيل هڪ خبر مطابق"سنڌ جا 12 هزار هڪ سئو اوڻتيهه اسڪول اهڙا آهن جن کي ڇت ميسر ڪونهي. حميرا علواڻي ڪاوش 28 فيبروري 2009ع ۾ لکيو هو ته:

"اڪيڊمي آف ايجوڪيشن پلاننگ اينڊ مينيجمينٽ آف پاڪستان جي سروي مطابق پاڪستان ۾ 12737 اسڪول بند آهن جن ۾ 60 سيڪڙو اسڪول سنڌ جا اسڪول آهن جيڪي گهڻي ڀاڱي ڳوٺن جا اسڪول آهن ۽ سنڌ ۾ مجموعي طور 51 کان 64 سيڪڙو ٻار تعليم حاصل ڪرڻ کان محروم آهن.

اهو تجزيو ته ڪٽي پنج سال اڳ جو آهي پر موجوده وقت به ڪو خاص ٻوٽو ٻريل ڏسڻ ۾ نٿو اچي مٿي ڄاڻايل انگن اکرن موجب 60 سيڪڙو ٻارن جي تعليم کان محروميءَ ۾ اڌ انگ بلڪل نياڻين جو به هوندو جڏهن ايتريون نينگريون بنيادي تعليم کان محروم آهن ته پوءِ سيڪنڊري ۽ هائر تعليم تائين ڪيئن پهچي سگهبو.؟

هاڻي انهيءَ جا ڪهڙا سبب آهن؟ سببن کان پوءِ ئي انهن جي اپاءَ تي غور ڪري سگهجي ٿو.

موجوده وقت ڳوٺن ۾ تعليم جي رڪاوٽن جي سببن ۾ اهم هيٺيان آهن.

1. زنانن اسڪولن جو تعداد ۾ گهٽ هُجڻ.
2. اسڪولن جو ڳوٺ کان پري هجڻ.

3. ڀوتارن ۽ وڏيرن طرفان اسڪولن جي قائم ٿيڻ، ڪلڻ ۽ جاري رکڻ ۾ رڪاوٽون وجهڻ.
4. نااهل استادن جون ڀرتيون
5. مقامي ماستريائڻين جي ڪوٽ هجڻ.
6. عوام جو تعليم جي لاءِ لاغرضائي، اڻوجهائي ۽ تعاون نہ ڪرڻ.
7. عورتن جي محنت مزدوريءَ سبب گهران وڃڻ جي ڪري، سندن ننڍين نياڻين جو گهر ۽ ٻار سنڀالڻ.
8. معاشي مجبوريون ۽ سماجي پابنديون.
9. والدين طرفان نياڻين جي تعليم تي ڀرپور توجهہ نہ ڏيڻ.
10. انتظاميہ ۽ تعليم کاتي جو پاڻ ۾ ايڪو نہ هئڻ.

۽وڏيل ڪرپشن کان سواءِ ٻيا پڻ انيڪ سبب آهن جن لاءِ اڄ منهنجو هيءُ مضممون تنگ تي چنڊ آهي. اسان ڪيترائي سيمينار ڪرايون هن ڏس ۾ ڪيتريون ئي ڪانفرنسون ڪرايون پر آئون فقط هڪڙو ئي عرض ڪنديس تہ خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي، دل جي سچائيءَ سان سنڌ جو هر هڪ شخص جيڪڏهن هن قومي مسئلي کي دل سان محسوس ڪري ۽ انهيءَ ۾ مدد ڪري تہ سنڌ ڌرتي جنت ٿي ويندي.

جيڪڏهن اسان هن گلوبل دور ۾ عورتن کي محڪوم ۽ ڪمزور رکڻ لاءِ، سڃاڻ ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ، ذهني ۽ جسماني غلاميءَ لاءِ، معاشري ابتري لاءِ، علم کان محروم ڪيو تہ هڪ اهڙي سماج جي اوسر عمل ۾ ايندي جيڪو بي وقعت، ڪمزور ۽ اخلاقي طور ڪريل سماج هوندو. اچو تہ گڏجي عهد ڪري پنهنجي آسپاس علم جا ڏيئا منور ڪريون. پڙهيل لکيل مائرن سان پڙهيل ڳڙهيل قوم ناهيون شاعر چواڻيءَ تہ:

**نياڻيون نماڻيون آهن، نيڻن جا تارا،**
**تن کي نہ ڪيو بي علم خدارا.**

("علمي سجاڳي"، سيمينار 2014ع ۾ پڙهيل مضمون)

# بيگم زينت عبدالله چنا

1947ع کان پوءِ جنهن ڪهاڻيڪار عورت جو نالو سنڌ ۾ سڀ کان پهرين ملي ٿو سا بيگم زينت عبدالله چنا آهي. بيگم زينت چنا 1919ع ۾ سيوهڻ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم سيوهڻ مان حاصل ڪرڻ بعد ٽريننگ ڪاليج فار وومين حيدرآباد مان فائنل پاس ڪيائون. سيوهڻ پرائمري اسڪول جي هيڊ مسٽريس طور ڏهه سال رهيون. 1944ع ۾ سندن شادي عبدالله چنا سان ٿي. عبدالله صاحب روينيو کاتي ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي تي پهتو. انهيءَ وقت ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي جي وڏي عزت ۽ اهميت هوندي هئي. بيگم صاحبه جو اٿڻ ويهڻ سڌريل ۽ پڙهيل ڳڙهيل طبقي ۾ ٿيندو هو. هوءَ پاڻ پڻ سلجهيل ۽ روشن دماغ هئي ڪيس مطالعي جو شوق هو ته لکڻ جو پڻ. 1970ع کان پاڪستان رائيٽرز گلڊ جون ميمبر هيون. سندن ادبي سرگرمين کان سواءِ وڏيڪ سماجي، صحافتي ۽ علمي مصروفيتون وڏيڪ هيون. 1950ع ۾ لاڙڪاڻي جي اپوا جماعت جي پريزيڊنٽ جي حيثيت سان ڳوٺن ۾ اسڪول ۽ اپوا جون برانچون قائم ڪيون. پاڻ عورتن جي سجاڳيءَ ۽ نياڻين جي تعليم لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ عورت هئي، سندس چوڻ هو ته:

"اڄ جي نياڻين جي اهم گهرج آهي ته هو هر قسم جي فني توڙي غير فني تعليم حاصل ڪن، جتي ڪين تعليم حاصل ڪرڻ جون سهولتون موجود نه آهن، اتي هو هنر پرائين. اڄڪلهه جي ترقي يافته دور ۾ هو پنهنجي ڀائرن ۽ مردن سان گڏ ٻانهن ٻيلي ٿي وقت جي تقاضائن کي منهن ڏين، جيستائين سنڌي قوم جي نياڻي ترقي يافته نه آهي. تيستائين اسان جي قوم ترقي نه ڪندي" (بيگم زينت، 1974، 235)

صحافتي خدمتن ۾ 1951ع ۾ ماهوار "مارئي" رسالي جو اجراء سندن وڏو ڪارنامو هو. هيءُ پهريون سنڌ جو عورتن جو رسالو هو جنهن ۾ عورتن جون ڪهاڻيون ۽ مضمون ڇپجڻ شروع ٿيا. هن رسالي ذريعي بيگم زينت

ڪيترين سنڌي ليکڪائن کي اڳيان آڻي سنڌي ادب ۾ متعارف ڪرائي نثر جي خدمت ڪئي. 1961ع ۾ مارئي مخزن مارشل لا جي عتاب جو شڪار ٿيو پوءِ بيگم زينت ڪجھ عرصي کان پوءِ هفتيوار "مارئي" ڪڍيو جنهن ۾ سنڌ جي عورتن، نياڻين ۽ پائرن گھڻو ساٿ ڏنو. هن رسالي جي ايڊيٽر بيگم زينت پاڻ ۽ سب ايڊيٽر حميد سنڌي هيو حميد سنڌيءَ موجب ته.

"آئون پاڻ شام جو يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هئس ته صبح جو عبدالله صاحب جي لائبريريءَ ۾ "مارئي" رسالي جي ڪم ۾ هٿ ونڊائيندو هئس بيگم زينت ۽ عبدالله صاحب جي مهربانين ۽ رهنمائيءَ سان نه فقط مونکي اڳيان پڙهڻ جو شوق ٿيو پر "روح رهاڻ" جي اجراء جي شوق پويان پڻ انهن ماضيءَ جي ادبي يادن جو هٿ هيو." (حميد سنڌي، روبرو انٽرويو (26.9.2007

ادبي پورهئي ۾ بيگم زينت جو ڪم نثر ۾ آهي، هن ڪهاڻيون، مضمون، تاثر، ڪالم ۽ ايڊيٽوريل لکيا آهن. ڪتاب "يادگارِ لطيف" کي ترتيب ڏِنائون. سندس افسانا 1950ع کان پوءِ منظرِ عام تي آيا، ته ماهي مهراڻ، نئين زندگي ۽ ٻين مخزن ۾ ڇپيل افسانن ۾ "اونداهي"، "رانديڪو"، "مٽي"، "من اجرو تن اجرو" اهم آهن.

بيگم زينت ڪي گهٽيون ڪهاڻيون ڪونه لکيون ۽ نه ئي سندن ڪهاڻيون ڪتابي صورت ۾ ڇپيل موجود آهن. عام طور اهڙيون ايڪڙ ٻيڪڙ ڪهاڻيون ادب جي وڏي افسانوي ڳاٽيتي ۾ ضم ٿي پنهنجيِ حيثيت مڃائي ڪونه سگهنديون آهن، پر سنڌي نثر ۾ سندن ڪهاڻين جو قائم رهڻ ۽ ادبي تاريخ ۾ سندن نالو هئڻ جو اهم سبب اهو آهي ته پاڻ 1947ع کان پوءِ پهرين سنڌ جي ڪهاڻيڪار عورت شمار ٿئي ٿي، کانئن پوءِ ڪجھ عرصي بعد سندن تلقيد ڪندي ڪجھ ليکڪائون سامهون آيون انهيءَ ڪري بيگم زينت جي حيثيت عورت ليکڪائن جي تاريخ ۾ بنيادي ۽ اهم آهي.

اپريل 1956ع ۾ سندس ڪهاڻي "رانديڪو" نئين زندگيءَ رسالي ۾ ڇپي جا عورت ۽ مرد جي محبت ۽ شادي شده زندگيءَ جي رُخن تي روشني

وجهي ٿي، ليڪڪا موجب تہ اسان جي سماج ۾ عورت بي اختيار آهي، مٿس قائدا قانون مڙهيل آهن، سندس جذبن ۽ دل جو مرد وٽ ڪو بہ قدر نہ آهي. هيءَ ڪهاڻي عورت جي بي حيثيت هئڻ تي احتجاج آهي، ليڪڪا لکي ٿي تہ،

"اسين آهيون رانديڪو... سماج جي هٿ ۾ ماءُ، پيءُ جي هٿ ۾! ۽ محبوب جي هٿ ۾ پڻ... ان بلند خياليءَ جو ڪو بہ داد نہ ملندو... ان مقدس جذبات جو ڪو بہ احترام نہ ڪندو ۽ جتي ڏس "محبت" هڪ ڪميٽيءَ خواهش جو مهذب نالو آهي ۽ بس." (چنا زينت، 1956ع: ص 43)

"مني" هڪ معصوم ٻار جي سڌن سادن ۽ فطري جذبن جي نمائندگي آهي جنهن جو پنهنجي بيواه ماءُ جي سواءِ ڪو بہ سهارو ڪونهي، دائود نالي نينگر کي پنهنجي ۽ پنهنجيءَ ماءُ جي وچ ۾ ڪنهن جي شراڪت منظور ڪونهي، ايترقدر جو هو پنهنجي ڳل تي ٻئي ڪنهن جي "مني" (چمي) بہ نٿو سهي سگهي، ڪهاڻيءَ جو ٻڌائيندڙ جڏهن پهريون دفعو دائود جو ڳل چمي ٿو تہ دائود کي تمام خراب لڳي ٿو پر جڏهن دائود جي ماءُ "سوني" مرڻ مهل سندس هٿ کيس ڏئي وڃي ٿي تڏهن هن جي دل ۾ دائود لاءِ وڏيڪ محبت ۽ احساس پيدا ٿئي ٿو ۽ هو يتيم ٻار کي دل سان سنڀالي ٿو ۽ دائود پڻ سندس ئي چميءَ ۾ راحت ۽ سڪون محسوس ڪري ٿو. ليڪڪا جو مؤقف هن ڪهاڻيءَ ۾ پيار جي جذبي جي اصليت کي پرکڻ جو آهي، سندس موجب تہ ٻار بہ پيار ۽ محبت جو بکيو آهي ۽ هو پيار جي زبان هڪدم سڃاڻي ٿو ۽ انهيءَ کي ئي پنهنجو ڪري ٿو. طبقاتي راڄ جي پس منظر ۾ لکيل هن ڪهاڻيءَ جو مرڪزي خيال وڻندڙ آهي "رانديڪو" ۽ "مني" ٻنهي ڪهاڻين ۾ هن محبت ۽ خلوص جي سچي ۽ فطري جذبي کي فوقيت ڏني آهي.

"من اجرو تن اجرو" ڪهاڻي مهراڻ 3، 1970ع ۾ شايع ٿي هيءَ ڪهاڻي پڻ اصلاحي نوعيت جي آهي. جنهن ۾ ڪاليج ۾ پڙهندڙ ٻن نينگرين جي صورت ۽ سيرت کي چٽيو ويو آهي. "شانو" خوبصورت پر مغرور ترين ڇوڪري آهي جنهن جي شادي هڪ امير ڇوڪري سان ٿئي ٿي، جو نشي جي عادت ۾ ڦاسي شانوءَ کي ڏکن ۽ ڏوجهرن ۾ وجهي ٿو. جا پوءِ سلهہ جي مرض ۾ گهڙيون گهاري ٿي ۽ آخر ۾ انهيءَ بنگلي جي سروينٽ

ڪواٽر ۾ رهي ٿي جنهن بنگلي ۾ سندس ڪلاس فيلو ۽ ساهيڙي ڪنهن آفيسر جي زال ٿي مالڪياڻي ٿي ويٺل آهي ۽ شانان سندس پٽيوالي جي پيڻ آهي، جيڪا آخري پساهن ۾ آهي. بيگم زينت شانل جي حسن جواني فخر ۽ غرور سان گڏ آخري وقت جي بي وسيءَ کي هن ريت لفظن ۾ چٽيو آهي.

"قدرت کيس بي انتها حسن سان نوازيو هو سندس چال ۾ ايترو تہ وقار هو جو اک نہ ڪيڻ تي دل چوندي هئي. سجو ڪاليج سندس گرويده هو سرو قد حسن جو مجمسو ۽ متس ايڏي مغروري، هٺ ۽ وڏائي."

"منهنجي اکين اڳيان پردو هٽي ويو هڏائين پڃري تي پوش چڙهيل ڪاراٽيل چمڙي هئي. ٻن کوپن ۾ پيل ٻہ ٽمڪندڙ ڏيئا هئا. منهنجي آڏو وڏو تضاد هو تہ تن جو اوجر ايئن ساٿ ڇڏي ويندو مون کي اها خبر نہ هئي." (بيگم زينت، 1970ع، ص 52)

بيگم زينت جون ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي سادي سودي نموني اصلاحي انداز جون آهن جنهن ۾ سماج جي برائين جي نشاندهي مؤثر نموني ڪيل آهي، هن پنهنجي ڪهاڻين ۽ مضمونن معرفت سنڌي عورتن کي نہ فقط سجاڳيءَ جا پيغام ڏنا پر علم حاصل ڪرڻ ۽ پيرن تي بيهڻ جي ترغيب ڏني ۽ خاص طور کين لکڻ پڙهڻ ڏي موڙڻ ۽ ادب ڏي راغب ڪرڻ ۾ هن وڏو ڪم ڪيو. ڊاڪٽر شمس عباسي سندن خدمتن کي مڃتا ڏيندي چيو آهي تہ:

"زينت چنا کي اسان وساري نٿا سگهون. اها انگريزي نہ پڙهي هئي پر سنڌي ادب سان اهڙو تہ لڳاءُ هيس جو ثابت ڪري ڏيکاريائين تہ ٻهراڙيءَ جي عورت ڪنهن ڪم ۾ پوئتي نہ آهي. اها وڏي همٿ جي ڳالهہ هئي." (عباسي شمس ڊاڪٽر، 22:2008)

## - حوالا -


1. چنا، بيگم زينت عبدالله. ڪتياڻ مولي بخش، "هونداسي حيات"، 1974ع عبرت پريس گاڏي کاتو (صہ 235).
2. حميد سنڌي (رويرو انٽرويو ميمڻ پروين موسي، 26.9.2008)
3. چنا بيگم زينت عبدالله، "رانديڪو" تہ ماهي مهراڻ. سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، صہ 43.
4. چنا، بيگم زينت عبدالله، "من اجرو تن اجرو" تہ ماهي مهراڻ مخزن 3، 1973ع، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو صہ 52.




# مشڪ ڪٿوريءَ مَڻ

منهنجي اڳيان هن وقت ڊاڪٽر افروز خواجہ جي تحقيقي مضمونن جو ڪتاب "مشڪ ڪٿوريءَ مَڻ" پيل آهي. هيءُ ڪتاب چند ڏينهن اڳ پڻ پڙهيو هئم پر اڄ جڏهن "سنڌ جا اشاعتي ادارا" وارو مضمون ڏسڻ لاءِ ڪتاب ٻيهر کوليم تہ ڪافي دير ان کي مطالعو ڪندي رهيس ۽ "مشڪ ڪٿوريءَ مَڻ" مون کي ايترو ڇڪيو جو هن وقت هي قلم کڻي چند سٽون لکڻ ويٺيس.

ڊاڪٽر نور افروز خواجہ جو نالو ڪنهن سڃاڻپ جو محتاج ناهي، هوءَ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي هڪ مڃيل، قابل ۽ محنتي استاد آهي. ڪين ادبي تاريخ جي مختلف موضوعن جي وڏي ڄاڻ آهي. هن ڏس ۾ سندن ڪيترائي ليک مختلف مخزنن ۾ ڇپيا آهن. جن مان گهڻا ڪتابي صورت ۾ اچي ويا آهن. ڇپيل ڪتابن ۾ "پرڏيهي آکاڻيون"، "ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر" (پي ايڇ ڊي جو مقالو) "پائي پٽ کٽا"، "مشڪ ڪٿوريءَ مَڻ" (تحقيقي مضمون) آهن. پوين ٽنهي ڪتابن جي هڪ اهم خوبي جيڪا ڏسڻ ۾ اچي ٿي سا اها آهي تہ ڊاڪٽر نورافروز جا ڪتاب آڳر ڪتائي شهيدن ۾ شامل ٿيڻ جيان نہ آهن ڇو تہ اهي ڪتابچا نہ پر سچ پچ ضخيم تحقيقي ڪتاب آهن. هن جو هر هڪ ڪتاب نہ فقط جهجهن صفحن پر جهجهي مواد تي مشتمل آهي. "ناول جي اوسر"، مقالي جا 711 صفحا، "پائي پٽ کٽا" جا 630 صفحا ۽ "مشڪ ڪٿوريءَ مڻ" جا 368 صفحا يعني ڪل ٽنهي ڪتابن ۾ ليکڪا 1709 صفحن تي مبني تحقيقي مواد سنڌي ٻولي ۽ ادب جي پانڌيئڙن کي پيش ڪيو آهي. جيڪو هڪ وڏو ڪارنامو آهي. ڪتابن جي طوالت جي قطع نظر جيڪڏهن فقط چند مقالن

جي مواد تي گهري نظر وجهجهي تہ ليکڪا جي علميت، ذهانت ۽ فڪر جي حوالي سان نوان رخ روشن ٿيندا.

"مشڪ ڪٿوريءَ مَٽ" ڪتاب جو عنوان شاهہ صاحب جي هن بيت مان ورتل آهي.

ڪانگل قريبن جا، اچي وائيءَ وڙُ،
تو ۾ بوءِ بهار جي، مُشڪ ڪٿوريءَ مَٽ،
اچي عجيبن جو اورانگهج اگُڙُ،
توکي پسي تڙُ، سُور نئان صافُ ٿيئي.
(سرپورب، 1_9)

هن ڪتاب ۾ آيل تحقيقي مضمونن ۾ شهيد راڻي بينظير ڀٽو کان الطاف شيخ سنڌ جو سيلاني تائين ليکڪا ڪيترين شخصيتن جي سوانحي احوال سان گڏ سندن علمي، ادبي ۽ سماجي خدمتن تي روشني وڌي آهي. جنهن ۾ پروفيسر علي نواز جتوئي، شيخ اياز، ڊاڪٽر تنوير عباسي، **سردار نواب** ولي محمد خان لغاري، ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي، پروفيسر **محرم خان، دادا** تي ايل واسواڻي، چندو لعل جئسنگهاڻي، جمال ابڙو طارق **اشرف، تنوير** جوڻيجو نذير ناز ج ع منگهاڻي، قمرشهباز امرجليل، ڊاڪٽر قاضي خادم، ڊاڪٽررابعہ، ڊاڪٽر فهميده ۽ ٻيا آهن. ڪجهہ ڪتابن جيئن "گلوريئس پاسٽ"، "آديسين ادب آهي اڪڙين ۾"، "شاهہ عبداللطيف سنڌي سماج جو ترجمان"، "دلير سلطانہ"، "جهڙو پسڻ پرينءَ جو" تي ليکڪا، مهاڳ ۽ تبصرا لکيا آهن. ڊاڪٽر نور جي ادبي پورهئي کي مان ڏيندي حميد سنڌيءَ لکيو آهي تہ.

"جن بہ عورتن ليکڪائن جنهن نموني ۾ سنڌي ادب جو مانُ مٿانهون ڪيو آهي، عزيز نورافروز خواجہ انهن مان هڪ آهي، ڪيس جَس آهي، جو هوءَ هڪ پورهيت وانگي اڄ بہ پورهيو ڪري سنڌي ادب جي هر پهلوءَ کي نمايان ڪندي لکي رهي آهي، سندس لکڻين ۾ گهڻي قدر هڪ Creativity آهي."

(حميد سنڌي 2005: 19)

حميد صاحب جنهن (Creativity) تخليقي قوت جي باري ۾ لکيو آهي. انهيءَ جو هڪ رخ ڊاڪٽر نورافروز جي سوانحي مضمونن ۾ اُتم ڏسڻ ۾ اچي ٿو ڊاڪٽر نور جڏهن بہ ڪنهن شخص جي فن ۽ ذات جي باري ۾ لکيو آهي، تڏهن انهيءَ جي ڪرداري خوبين کي اهڙيءَ ريت Discover ڪيو اٿس. جو آئون سمجهان ٿي تہ خود انهيءَ فرد کي پاڻ پڻ پنهنجي انهيءَ خوبيءَ / خاميءَ جي مڪمل طور ڄاڻ نٿي هجي، هوءَ نہ فقط خوبين جي کوجنا ڪرڻ ڄاڻي ٿي پر خاميون پڻ رومال ۾ ويڙهي سهڻائيءَ سان پيش ڪري ٿي. جيڪو تنقيد نگاريءَ جو اهم اصول آهي، انهيءَ مان سندن مشاهدي جي مضبوطي ظاهر ٿئي ٿي. هن مَدَ ۾ چند حوالا "مشڪ ڪٿوريءَ مَڻ" مان پيش ڪريان ٿي، جنهن مان پڙهندڙن کي ليکڪا جي شخصي مطالعي ۽ مشاهدي جي پروڙ پوندي. قاضي خادم لاءِ لکي ٿي تہ:

"قاضي صاحب وٽ علم جو دريا آهي، پاڻ جڏهن بہ ڪچهريءَ ۾ ويهندو يا ڪو وٽس ويندو آهي يا ڪنهن مسئلي تي ڳالهہ نڪرندي آهي تہ هميشہ مختلف ليکڪن جي لکڻين، ناولن، ڊرامن ۽ افسانن مان مثال ڏيئي، ڪهاڻي ٻڌائي، مثال بيان ڪري ٻڌائيندو، جيڪا انهيءَ وقت ان موضوع سان ٺهڪي ايندي آهي ۽ رهنمائي ملندي آهي. سندس چيل جملا اهڙا تہ دلچسپ ۽ ڏاهپ ڀريا هوندا آهن، جو ڪڏهن بہ وسري نٿا سگهن." (صہ 341)

آزاد قاضي لاءِ لکيو اٿس تہ:

"آزاد قاضي مطالعي جو شوقين آهي، ان ڪري هو هر وقت ڪونہ ڪو ڪتاب پڙهندو رهندو آهي، ڪتابن سان گهري لڳاءَ سبب هونئين شايع ٿيندڙ مواد جي سلسلي ۾ پڻ مڪمل ڄاڻ رکندو آهي. کيس تقريبًا هر ڪتاب جي ليکڪ، پبلشر ويندي سال جي بہ خبر هوندي اٿس" (صہ 354)

مٿين سٽن کي جڏهن مون هن ڪتاب ۾ پڙهيو تہ ذاتي طور آئون انهيءَ سان بلڪل متفق ٿيس، ڊاڪٽر قاضي خادم وٽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ مون ڪلاس اٽينڊ ڪيا هئا ۽ ليکڪا جي راءِ سئو سيڪڙو صحيح لڳم. ڊاڪٽر خادم ايم فل جي دوران اسان کي پڙهائڻ جي وچ ۾ هميشہ مثالن ۽ سمجهاڻين سان پنهنجو مؤقف پيش ڪندو هو ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي راءِ

4

اسان مٿي مڙهڻ جي ڪوشش نہ ڪيائين. بظاهر استاد جي حيثيت ۾ سخت هوندي بہ سندس رويو شاگردن سان دوستاڻو هو. ساڳيءَ ريت آزاد قاضيءَ سان بہ جڏهن يونيورسٽيءَ ۾ ملاقات ٿي اٿم تہ سندن هٿ ۾ ڪتابن جو بيگ تہ ڏيگ ڪتاب هٿ ۾ بہ هوندا آهن. ۽ هڪ ڀيرو دفعا ڪجھ ڪتابن جي باري ۾ سوال جواب ڪيوسين تہ سندن مطالعي جو متعرف ٿيڻو پيو. پيو تہ نهيو پر خود منهنجي نالي جڏهن ڊاڪٽر صاحب اهو لکيو تہ:

"پروين تڙ تڪڙي آهي، پر هوءَ واقعي تڙ تڪڙ ۾ سنا ڪم ڪري ٿي وڃي" تہ يقين ڪريو مونکي پنهنجي انهيءَ جلد بازيءَ جي خوبيءَ يا خامي جي ڳهٽي سُڌ نہ هئي، پر سندن انهن جملن مونکي پنهنجو پاڻ سان متعارف ڪرايو.

آئون سمجهان ٿي تہ ڪتابن جو مطالعو تہ هر ڪو ڪري ٿو، پر ماڻهن جو مطالعو هر هڪ جي وَس جي ڳالھ نہ آهي، ۽ اهو مطالعو ۽ پرک ۽ پروڙ اهو ڪري سگهندو آهي، جنهن جي طبيعت ۾ خلوص ۽ بي ريائي هجي جيڪي ٻين سان ٽڏائيءَ ۽ پيار سان پيش ايندا هجن وڏي ڳالھ تہ ڪيس شخصي مطالعي ۽ مشاهدي تي عبور هجي.

هن ڪتاب معرفت ڊاڪٽر نورافروز ڪيترين شخصيتن جي خوبين ۽ فن کي ظاهر ڪيو آهي. تہ گڏ سندن پنهنجيءَ ذات ۽ علميت جو عڪس پڻ "مشڪ ڪٿوريءَ مَڙ" مان چٽيءَ ٻَرِ پسجي پيو.

## حوالا


(1) شاهواڻي، غلام محمد (مرتب) "شاھ جو رسالو" 2005ع، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، ص 841.
(2) حميد سنڌي: خواجہ نورافروز ڊاڪٽر، "پائي پٽ ڪٽا" 2005ع. گنج بخش پبليڪيشن حيدرآباد. ص 19.
(3) خواجہ نورافروز ڊاڪٽر، "مشڪ ڪٿوريءَ مَڙ"، 2010ع. گنج بخش پبليڪيشن حيدرآباد، ص 340 ۽ 341.
(4) ساڳيو حوالو ص 354

# تون ڇپر تون ڇانءَ

تازو سنگت معرفت اديءَ وينا شونگيءَ جي ڪتاب ”تون ڇپر تون ڇانءَ“ کي پڙهڻ جو موقعو مليم. پڙهڻ کان پوءِ جڏهن ڪتاب جي آخر ۾ پهتيس ته آخري صفحي تي ليکڪا جو ڇپيل ادبي تعارف پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي، هيل تائين مونکي اها خبر هئي ته وينا جا ڏهن کان ٻارهن تائين ڪتاب ڇپيل آهن. پر جڏهن سندس ڪتابن جو تفصيل ۽ ڳاڻيٽو ڏٺم ته حيراني ٿي ته هن نه صرف مضمون، مقالا، ڪهاڻيون، مونولاگ، سفرناما ۽ يادگيرين تي مشتمل ڪتاب لکيا آهن. پر شاعري پڻ ڪئي آهي ۽ سندس سنڌي ڪتابن جو 2008ع تائين انگ 19 تائين آهي. يقيناً انهيءَ کان پوءِ پڻ ڪتاب شايع ٿيا هوندا. گهڻو لکندڙ ۽ گهڻو پڙهجندڙ وينا شرنگيءَ سنڌي، اردو، انگريزي ۽ هنديءَ ۾ ايترو ته محنت ۽ شوق سان لکيو آهي جو اڄ 1984ع کان 2011ع تائين جي ٿوري عرصي ۾ سندس تحريرن کي هند توڙي سنڌ سان گڏ ڪيترن ملڪن مان مانُ ملي پيو.

هن ڪتاب ”تون ڇپر تون ڇانءَ“ جو عنوان شاهه لطيف جي سرڏهر جي هيٺين بيت مان ورتو آهي.

جيڏو تنهنجو نانءُ، ٻاجهه ٻه اوڏيائي مڱان
رِءَ ٿنيين، رِءَ ٿوئين، تون ڇپر،تون ڇانءَ
ڪُجاڙو ڪهانءَ؟ توکي معلوم سڀ ڪا.
(سرڏهر 8_2)

”تون ڇپر تون ڇانءَ“ ۾ آيل ٽيويهين مضمونن ۾ گهڻي ڀاڱي سوانحي مضمون آهن. جن ۾ امر شهيد ڪنور، سنت سائين چانڊورام، ماهري ديوي،

تيرت بسنت، دلگير، گوبند مالهي، اُتم، پرم اپيچنداڻي، ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي، گوردن ڀارتي، ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، پاروچاولا، ناڪر چاولا، ڊاڪٽر سليمان شيخ، هيم ناگواڻي، ڪملاڪيسواڻي، ڪيل پورهئي کي مجتا ڏيڻ لاءِ وينا شرنگيءَ جيڪي مضمون ۽ مقالا لکيا يا مختلف گڏجاڻين ۾ پڙهيا، سي هن ڪتاب ۾ سهيڙي پيش ڪيا ويا آهن. انهيءَ کان سواءِ ٻين مضمونن ۾ متّرا بندرابن شري ڪرشن جي پوتر ڀومي، شاهه جون سورميون، بزرگ رحمت ڀازحمت ۽ سندس سفرنامي ”وايون وڻجارن جون“ تي امين لاکي جو تبصرو پڻ هن ڪتاب ۾ شامل آهي.

وينا نثرنگار تہ آهي ئي آهي، پر کيس شاعريءَ سان پڻ سنو شغف آهي. شاهه صاحب جي تہ اصل شيدائڻ آهي، هن پنهنجي ڪيترن ڪتابن جا عنوان شاهه جي رسالي مان چونڊيا آهن جيئن، ”پاڻ سڄاڻ سپرين“، ”پکا ۽ پنهوار ڏني مون ڏينهن تيا“، ”ڪيئن وساريان ويڙهيچن“، ”سارنگ سار لهيج“، ”وايون وڻجارن جون“ ۽ ”تون ڇپر تون چانءَ“ آهن. هن ڪتاب ۾ آيل مضمونن مان پڻ ڪيترن جا عنوان شاهه جي بيتن مان ورتل آهن جيئن، ”مون سي ڏنا ماءِ“، ”سڄڻ سفر هليا“، ”ڪاپائتي سپ ڪا، ڪتي سيباڻي“، ”جووهي سولهي“، هُن سڄي ڪتاب ۾ انيڪ هنڌن تي شاهه صاحب جي بيتن جو ڪتب موقعائتو ۽ ملهائتو آندل آهي. جنهن مان سندس لطيف شناسيءَ جي خوبيءَ کي داد ڏيڻو پوي ٿو. ان کانسواءِ هن ڪتاب جي مضمونن ۾ ڪيترن هنڌن تي ٻين شاعرن جو ڪلام پڻ مثال طور ڏنل آهي. جن ۾ تليسداس، سچل، سامي، ڪوي ڀهلاج، شيخ اياز، دلگير، بيوس، استاد بخاري ۽ ٻيا آهن خاص طور وينا جي پنهنجي شعر جا پڻ سٺا نمونا شامل آهن. ڪتاب مان ڪجهه حوالا هيٺ پيش ڪجن ٿا، تہ جيئن پڙهندڙن کي ليکڪا جي مضمونن جو مدعا معلوم ٿيئي. سنڌي ادبي سنگت جي ڀهرين سيڪريٽري ۽ سنڌ ۾ ترقي پسند ادب جو پايو وجهندڙ مشهور ناول نگار گوبند مالهيءَ جي باري ۾ لکيو اٿائين تہ.

”مالهيءَ جي سڀ کان وڏي خوشقسمتي، ڪاميابي ۽ حاصلات

منهنجي نظر ۾ سنڌ جو دورو رهيو. جيڪو هر ڪنهن کي نصيب نٿو ٿي سگهي. پنهنجي جهونن ساٿين سان ملاقات، درگاهن جي زيارت، علمي ادبي بئٺڪن ۾ شرڪت، پنهنجي ڳوٺ جو درشن، اهو موقعو سچل ڪانگريس دوران ڪين نصيب ٿيو. سندس ڇهري ۾ اکين جي چمڪ جي مان چشم ديد گواهه رهيس" (... 70)

دادا اي جي اتم جي باري ۾ لکيو اٿس ته.

"سنڌي ٻولي ۽ ساهتيه زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ آهي. ڪيترن اڳڪٿي ڪئي ته ڏهن سالن ۾ ٻولي مري ويندي، پر اُها ختم نه ٿي آهي. مان آشاوادي آهيان. ٻولي ختم ٿيڻ جي ناهي. هي ويچار بزرگ ليکڪ، ڪالم نگار، دادا اي. جي اُتم پنهنجي ريڊيو ملاقات دوران ظاهر ڪيا هئا. دادا اتم جي جاءِ تي اگر ڪو ٻيو هجي ها ته موجوده دور جي ناساز گار حالتن کي ڏسي آشاوادي لفظ بدران نراشاوادي رخ اختيار ڪري ها." (صه 76)

اخلاقي قدرن جي حوالي ۾ شاهه جي سورمين جي مضمون ۾ لکي ٿي ته.

"اڄ جنهن کي جتي موقعو مليو اُتي اک اڙائين، دل ترڪيءَ تي کنيو پيا گهمن جنهن جو نتيجو نونڌ لڳي ساهيڙي ڀڳي. پرديسي پريتم سان ڇو پريت جو پيچ پاتم لاءِ سر سسئي ۾ فرمايو آهي.

ديسي سيڻ ڪجن پرديسي ڪهڙا پرين.

اسان کي مٿي ماٺي رشتو سوچي سمجهي ڪرڻ گهرجي، ٻُڻ بنياد ڄاتل سڃاتل سان ڏسي ڪري ئي سنڱ ڳنڍجي، ان طرف واضح اشارو آهي. اڄ جي سماج ۾ زندگيءَ جا اڻوٺ ٻنڌن ڇوٽا ٿئن؟ هر ڪو ٻاهرين ڏيک ويک تي هرکي ٿو. مٿان موقعو هٿان کسڪي وڃي. جلدي ڪري ٿيو ڏيون، ٻاهرين چمڪ دمڪ جي حوالي سان شاهه جي سورميءَ ليلا جي هار تي هرکجڻ واري ڳالهه اسان جي اڳيان آهي. غلطي ڪري سينو ساهڻ بدران نوڙت نياز سان محبوب کي پائي سگهجي ٿو". (صه 158)

وينا شرنگيءَ جي سوانحي مضمونن ۾ جڻ انهيءَ شخصيت جي سچيءَ حياتيءَ جو خاڪو موجود آهي، هوءَ ٿوري ۾ گهڻو چوڻ جي قائل آهي. هن وٽ اصطلاحن، پهاڪن ۽ چوڻين جو چڱو استعمال ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جيئن، "ٻاهران چڪي ملي، اندر ٻڙٻڙ دڪي"، "لڏيہ ڏٺي تہ لڏاٽي بہ"، "جيئري نہ سنوَ مئي دٻ دٻ ڪري پٽيو"، "پنج ئي آڱريون برابر نہ آهن"، "مهر جا مينهن وسڻ"، "اک اڙائڻ"، "پريت جو پيچ پائڻ"، "سينو ساهڻ"، "هٿان ڪسڪي وڃڻ"، "پاتال ۾ پيهي وڃڻ"، "ڏونگر ڏورڻ" ۽ ٻيا انيڪ آهن.

هيءُ ڪتاب نثر جي اهم صنف مضمون نويسيءَ متعلق آهي ۽ مضمونن جي اهم خوبي سونهن ۾ سوڀيا، موقعاتن شعرن، پهاڪن، چوڻين قولن ۽ حرف تجنيس جي سينگاريل جملن سان موضوع کي مجائڻ ۾ آهي. سو وينا پڻ هن ڪتاب ۾ ڪيترن هنڌن تي اهڙن اصطلاحن جو بخوبي استعمال ڪيو آهي. باقي اڄڪلهہ هند ۾ ڇپيل اڪثر ڪتابن ۾ پروف جون ڪجهہ غلطيون ضرور ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. جنهن مان ايئن سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ يا تہ ڪمپوزنگ ڏيان سان نہ ٿي ڪيل هجي يا پروف خبرداريءَ سان چڪاسيل نہ آهن.

ڪجهہ ننڍين خامين جي هوندي بہ وينا شرنگيءَ جو هيءُ مضمون نويسيءَ تي مبني 190 صفحن جو ڪتاب نثر ۾ اهميت جوڳو آهي. خاص طور سوانح جي مد ۾ لکيل هي ادبي مضمون ادبي تاريخ جو اهم حصو شمار ٿيندا.

# ماهين هيسباڻي: بحيثيت شاعره

ماهين هيسباڻي نوشهروفيروز ۾ غلام مرتضيٰ هيسباڻيءَ جي گهر ۾ ڀهرين اپريل 1976ع تي جنم ورتو. هن نياڻيءَ کي ننڍپڻ لاڪون علم، ادب سان پيار هيو. سندس ماءُ ماريه بلوچ چواڻيءَ ته، شاعريءَ سان ماهين کي روحاني لڳاءُ آهي. جنهن عمر ۾ ڇوڪريون گڏو گڏي راند ڪنديون آهن مون هن کي لکندي پڙهندي گهر جي ڪنڊ ۾ اڏيل ننڍڙي نيلام گهر جي ميزباني ڪندي شعر پڙهندي ڏٺو". ۽ هن ڪيترن ئي ادبي پروگرامن ۾ ۽ پروگرامن جي ميزباني ڪندي انيڪ شعر سهڻي تلفظ ۽ ادائيگيءَ سان پڙهيا ۽ جهونگاريا آهن. سندس ڀهرين سڃاڻپ شاعريءَ کي سهڻائيءَ سان پڙهڻ هئي ۽ ٻي سڃاڻپ ذاتي مجموعي "تون" جو ڇپجڻ رهي. جنهن سان هوءَ هڪ شاعره جي حيثيت ۾ صاحبِ ڪتاب تي سامهون آئي آهي.

ماهين شاعره هئڻ سان گڏ ڪالم نگار، ڪمپيئر ۽ جرنلسٽ آهي. هن پبلڪ ائڊمنسٽريشن ۾ 2001ع ۾ ايم اي ڪئي ته سنڌي ادب ۾ 2006ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ ايم اي ڪيائين. ماهين جا ڪالم روزاني ڪاوش، عوامي آواز ۽ عبرت ۾ ڇپجي چڪا آهن جيڪي سياسي، ادبي، علمي ۽ سماجي موضوعن تي مشتمل آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "بينظير ڀٽو جون چونڊ لکڻيون" (ترتيب) 2008ع، "تون" شعري مجموعو 2005ع ۾ ڇپيا آهن.

"تون"، ڪتاب 127 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ بيت، دوها، ٽيڙو، چئوسٽا، نظم، گيت، وايون ۽ غزل آهن. ڪتاب جو مهاڳ، امداد حسينيءَ لکيو آهي ته مهتاب اڪبر راشدي ۽ حبيب جتوئيءَ پاران سندس

فن جو جائزو ڏنل آهي. هن ڪتاب جو انتساب، سندس ماءُ ماريہ بلوچ جي نانءُ آهي. جنهن ئي سندس شوق کي اتساهي پنيرائي ڪئي ۽ اهو ڪتاب وجود ۾ آيو. "تون" شعري مجموعو نظم سان شروع ٿئي ٿو سچ تہ ادب جي شروعات نثر جي بجاءِ نظم سان ٿي آهي ۽ اهو بہ سچ آهي تہ شاعريءَ جي شروعات عورت کان ٿي آهي. اها ماءُ جي هنج آهي. جتان ماءُ جي لوليءَ جي صورت ۾ شاعري اُسري آهي. عورتن ئي جذبن جي اظهار لاءِ ڳيچ، سهرا ۽ لوليون چيون. شاعري فقط ڏکن سکن ۽ محبتن جو عنوان نہ آهي دراصل شاعري پنهنجي ارد گرد جي ماحول جي سياسي، سماجي، معاشي ۽ علمي حالتن جي عڪس سان گڏ مڙني انساني روين جي عڪاس آهي. شاعر جا احساس ۽ جذبا سهڻن لفظن جو روپ ڌاري سندس شخصيت جو آئينو ٿي سامهان اچن ٿا. ماهين جا احساس ۽ جذبا هن ڪتاب ۾ انهيءَ وقت جا آهن جڏهن هوءَ سندس چواڻيءَ تہ"عشق جي عين کان بہ اڻڄاڻ هئي." سندس شاعريءَ ۾ خيالن جي گهرائي ۽ بيان جي رواني‌ءَ سان گڏ ٻوليءَ جي سونهن آهي. جنهن ۾ وڏو ڪمال تجنيس حرفيءَ جي صنعت جو پڻ آهي. جيئن چوي ٿي تہ:

پهرئين پيار ۽ پيريءَ جي پيڙا ۾ ٿورو ئي فرق هوندو آهي.

ڊاڪٽر منظور قادر لکي ٿو تہ:

"ماهين جي شاعريءَ ۾ جيتري سادگي آهي، خيال جي اڏام اوتري اوچي ۽ مثانهين آهي. سندس شاعري موکيءَ جي ان مَڌ جيان آهي جنهن ۾ زهر جهڙي ڪڙاڻ بہ آهي تہ مدهوشيءَ جهڙو سرور بہ آهي". (I)

سندس خيال جي بلنديءَ جي حوالي سان هتي چند مثال پيش ڪجن ٿا.

**پرين جن کان پنهنجا جدا ٿي وڃن ٿا**
**خدا جو قسم سي جڏا ٿي وڃن ٿا**
**نہ ڪر پيار ماهين ايڏو انهن سان**
**محبت مان جيڪي خفا ٿي وڃن ٿا.**

هيئين چوسٽي ۾ درد جو اظهار ڪيترو نہ اونهائيءَ سان ٿيل آهي.

اندر اڌ لڳا پيا آهن
سينا سپُچڳا پيا آهن
سارا ساز ڀڳا پيا آهن.
ڳايان گيت ڪيئن الاامان.

(2)

نظم"اي ڄامشورا" ۾ ڄامشوري جي هوائن، سپنن جي سنسارن، سهڻن مست نظارن، پيار جي ڪهاڻين ۽ حسن جي ادائن، کي هن دلفريب نموني سان پيش ڪيو آهي. ساڳيءَ ريت يونيورسٽي ۽ يادون پڻ هڪ بي انتها وڻندڙ نظم آهي هن ننيڙي ڳتڪي ۾ ماهين جو شاعراڻو اظهار جهجهيين صنفن ۾ آهي. هوءَ چوڻ جو فن ڄاڻي ٿي. سندس چيل هڪ گيت جي لفظن جي اُٿت ڏسو:

**ماني پچايان، ويٺي واجهايان ڪڏهن ايندين ڍولڻا،**
**ڏيئڙا ٻاريان، هر هر ساريان ڪڏهن ايندي ڍولڻا.**
**تون ڪڏهن ايندين ڍولڻا.**

(3)

شاعري ٿورن لفظن ۾ خيال جو اظهار آهي. ماهين جو هيءُ اظهار پيار، محبت ۽ رومانس ضرور آهي پر انهيءَ ۾ لفاظي نہ آهي سنوان سڌا لفظ آهن. اثرائتا ۽ تزُ لفظ آهن، جن کي هن مختلف گهاڙيٽن اندر اوتيو آهي پر هوءَ مطمئن نہ آهي ڪيس اڳيان وڌڻ جي جستجو آهي.
چوي ٿي تہ:

**آ درد ڏنو دورين، مون کي محبتون گهرجن،**
**جيڪي ويون کسجي، سي قربتون گهرجن،**
**مسجد مندر، چرچ ۾، ٿو ڇا ڳولين انسان؟**
**افق تائين جي پهچن، سي عبادتون گهرجن،**
**چون ٿا تہ آهي، هڪ شاعره ماهين،**
**مون کي تہ شاعريءَ لاءِ، اجان رياضتون گهرجن.**

چندر ڪيسواڻي ماهين جي فن کي پيٽا ڏيندي لکيو آهي تہ "ماهين جي شاعري مفروضن کان آجي پروڙ ۽ پائڻ جي نئين جڳ ۾ ان جي اندر کي چٽي رهي آهي."

ماهين ڪيٽرن ئي ٽي وي چينلز جيئن، پي ٽي وي، آواز مهراڻ ۽ ڪي ٽي اين تي پروگرام مئنيجر ۽ پروڊيوسر، نيوز ڪاسٽر ۽ ڪمپيئر طور ڪم ڪري چڪي آهي ۽ ڪري رهي آهي. سندس ور الطاف ميمڻ پڻ اليڪٽرانڪ ميڊيا سان لاڳاپيل آهي کيس ٻن نياڻين هڪ پٽ سنڌيار جو اولاد آهي سندس گهڻي توجهہ ميڊيا جي ڪم تي هئڻ سبب آئون سمجهان ٿي سنڌي ادب کي نقصان ٿي رهيو آهي جو ماهين جو هڪ ڪتاب 2005ع ۾ آيو آهي ان کان پوءِ سندس ڪوبہ ڪتاب نہ اچي سگهيو آهي. هوءَ لکي رهي آهي پر وقت جي ڪميءَ سبب انهيءَ کي پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۾ ڪجهہ دير ٿي رهي آهي. اميد تہ اڳيان سندس ٻيو ادبي پورهيو پڻ نروار ٿيندو.


**حوالا:**

1 ـ قادر منظور/ سولنگي مصطفيٰ(ترتيب) "سنڌ جون شاعر عورتون"، سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد 2015ع، ص. 174.

2ـ هيسباڻي ماهين "تون" نئون نياپو پبليڪيشن، ڪراچي، 2013 ص 104ـ

3ـ ساڳيو حوالو ص ـ104

4ـ ساڳيو حوالو ص ـ88

# ڊاڪٽر عابده گهانگهرو جو فن: تحقيقي جائزو

عابده گهانگهرو محرابپور، تعلقو ڪنڊيارو ضلعو نوابشاهه ۾ 24 نومبر 1969ع تي جنم ورتو. هن شروعاتي تعليم محرابپور مان حاصل ڪئي. اڳيان هلي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ ڪراچي يونيورسٽي ۽ فيڊرل اردو يونيورسٽي، ڪراچي مان بي اي، ايم اي ۽ پي ايڇ ڊي ڪيائين سندس تحقيق جو موضوع "سنڌي شاعريءَ ۾ ترقي پسند نظريا ۽ لاڙا." آهي.

ادبي دنيا ۾ سندس پهريون مضمون 1991ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان کان پوءِ ڪهاڻي جي صنف ڏي رجحان ٿيس. 1997ع ۾"عوامي آواز" اخبار ۾ عورتن جو صفحو"سورمي" سنڀاليائين جنهن ۾ پڻ سندس ڪهاڻيون ڇپيون. تحقيقي ڪم ۾ اچڻ کان پوءِ سندس لاڙو مقالن ڏي رهيو. هوءَ استاد طور تدريسون خدمتون سرانجام ڏيئي رهي آهي. سندس تحريري فن ۾ مضمون، مقالا، ڪهاڻيون ۽ ٻارن لاءِ آکاڻيون شامل آهن جن جا سندس ٻه ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. "تخليق جو انت"(ڪهاڻيون) ۽"ماريه ميز ۽ لائبريري" (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون). "تخليق جو انت" ڪتاب کي مهراڻ ميڊيا سروس وارن، سُرهاڻ ويلفيئر سوسائٽيءَ جي سهڪار سان 2014ع ۾ شايع ڪيو. جنهن ۾ 18 مختصر ڪهاڻيون آهن جن جا عنوان"الا ڏاهي مَ ٿيان، "ليڪڪا ۽ خوف" "خود غرض ماءُ"، "غيرتي پاءُ"، "زال جي نوڪري"، "مهرالنسا"، "استيٽس"؛ "انصاف ڪيپي" ۽ ٻيا آهن. ڪتاب جو انتساب شهيد نظير عباسي جي ونيءَ حميده گهانگهرو جي نالي آهي. ڊاڪٽر خورشيد عباسي، زوار پيرزادو، حميده گهانگهرو ۽ طاهره ڏيرو طرفان ڪتاب جي باري ۾ تاثرات ڏنل آهن. ڊاڪٽر عابده گهانگهرو جون هي ڪهاڻيون ساديون سوديون بناوٽ ۽ تصنع کان پاڪ، حياتيءَ جي حقيقت نگاريءَ تي مشتمل آهن. روزمره جا واقعا آهن. جيڪي فڪشنائيز ڪيا ويا آهن. جن

جو اصل موضوع ۾ مقصد عورت ذات جي استحصال خلاف آواز اٿارڻ آهي. ليکڪا ڄاڻائڻ چاهيو آهي تہ پڙهيل ڳڙهيل عورت کي ڪيتري قدر برداشت ڪرڻو تو پوي ۾ ڪيئن مـن مارڻو تو پوي؟. گڏ جيڪڏهن هوءَ نوڪري نٿي ڪري تہ بہ قصوروار ۾ جيڪڏهن ڪري ٿي تہ بہ قصوروار. پنهنجي ذهني سڪون ۾ گهر جي بهتريءَ لاءِ ڪيس ئي همٿ ڪرڻي آهي. اهڙا ڪردار پيش ڪري ليکڪا عورت کي دلي قوت ڏني آهي. سورٺ جو سوڊل کي سمجهائڻ، مارئيءَ جو پنهنجي ور ظفر جي يو اين او جي ايوارڊ حاصل ڪرڻ لاءِ جتن ڪرڻ، ريحانہ فتح علي جو پنهنجي ڪيريئر ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سياست کي منهن ڏيڻ(هوءَ يونيورسٽي ۾ پنهنجو سبجيڪٽ تبديل ڪري ٿي پر مقصد ماٺي اڳيان وڌي ٿي) يا ڊاڪٽر سعيده جو سمجهہ سان مسئلي کي منهن ڏيڻ اهي سڀ بهادر ۽ سمجهدار عورتون ليکڪا ذڪر ڪيون آهن تہ ڪٿي ڪٿي هن مايوسيون پڻ بيان ڪيون آهن جيئن انيلا يا مهروءَ جي بيوسي(ڪهاڻي مهرالنساءَ) مرڪ (ڪهاڻي مرڪ) صفيہ(الا ڏاهيءَ مَر ٿيان) ۾ چند بيا ڪردار آهن.

عابده گهانگهرو جون هيءُ ڪهاڻيون سندس ادبي سفر جي شروعات آهن جيڪي تقريبن 2000ع جي دور کان لکيل آهن اڄ انهن ڪهاڻين کي 16 سال گذري چڪا آهن هن حساس ليکڪا وٽ عورت ذات جي ڏکن لاءِ دکي دل آهي هوءَ سندس غمن ۾ پائيوار ڏسڻ ۾ اچي ٿي ائين لڳي ٿو هن وڏيءَ دل سان لکيو آهي پر ڪٿي ڪٿي تسلسل جي ڪمي محسوس ٿئي ٿي تہ ڪتاب ۾ ڪجهہ بيهڪ جون نشانيون ۾ اعراب صحيح نموني ڏنل نہ آهن. جيڪا پروف جي غلطي چئي سگهجي ٿي. ٻوليءَ جي حوالي سان سندس تحريرون متاثر ڪن آهن. جن ۾ خاص طور چند ڪهاڻيون سني ڪلائيميڪس ۾ موضوع جي حوالي سان منفرد آهن جيئن پر اعتماد ڇهرو غيرتي ياءُ، تحقيق، ليڪ ٽا، ايوارڊ، اسٽيٽس ۾ تخليق جو انت آهن. ٻوليءَ جو استعمال هن ريت آهي ڪهاڻي ”تخليق جو انت“ ۾ لکي ٿي تہ:

”سيما جو مڙس سکيو ستابو ماڻهو هو سيما جي مائٽن سندس اسٽيٽس ڏسي ڪيس سڱ ڏنو هو. چڻ ڪيس خدا سرٽيفڪيٽ ڏنو هو تہ سيما پٽ ڄڻيندي

سو هنن سيما کي ان اوڙاهہ ۾ اڇلايو هئو. هوڏانهن سيما جو مڙس جيڪو پهرين زال مان ڇهن ڏيئرن ڄمڻ ڪري بيزار ٿي پيو هو ان هيءَ ٻي شادي گهٽ پر پٽ ڄڻن جي لاءِ هڪ پروجيڪٽ سائين ڪيو هو. مٿان سيما کي اهو الٽيميٽم تہ پٽ نہ ڄڻڻ جي صورت ۾ هوءَ مائٽن وٽ ويندي بلڪل ائين جيئن پروجيڪٽ ناڪام ٿيڻ جي صورت ۾ ملازمن کي گهر موڪليو ويندو آهي.(ص.79)

نصير سومرو هن ڪتاب جي تبصري ۾ لکيو آهي تہ. "جڏهن عورتن جي حقن بابت ليکڪائون لکنديون آهن تہ جهڙڪر مرد ۽ عورت درياءَ جا ٻہ ڪنارا محسوس ٿيندا آهن جيڪي ڪڏهن بہ ملي نٿا سگهن پر هن ڪتاب ۾ مرد بابت ليکڪا جا ويچار منصفاڻا آهن. اهو بہ لکيو اٿس تہ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيتريون ڪهاڻيون اهڙيون آهن جيڪي ناٽڪ جي رنگ ۾ اچي سگهن ٿيون." (ڪاوش دنيا)

ڊاڪٽر عابده جو تخليقي سفر جاري ۽ ساري آهي. سندس ايندڙ ڪتابن ۾ "سُکن واري سڌ" (مضمون ۽ مقالا) "سنڌي ٻوليءَ تي عربي ٻوليءَ جو اثر"(تحقيق) آهن.

حوالا:

1- گهانگهرو، عابده ڊاڪٽر، "تخليق جو انت" مهراڻ ميڊيا سينٽر، ڪراچي، 2014ع ص.79
2- سومرو نصير، ڪاوش دنيا مئگ روزاني ڪاوش ڪراچي.

# سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽون

(ڇپائي جي ادارن جي ڪوٽ ۽ ادبي ڪتابن جي مقدار جو جائزو)

ٻولي انساني اظهار جو اهم ذريعو آهي، ته ذهني ۽ علمي شعور پڻ. ٻوليءَ جي ئي وسيلي انسان پنهنجي خيالن جو اظهار زباني ۽ تحريري طور ڪري ٿو. ڪنهن به سماج جي مهذب هئڻ جي تصوير ان سماج ۾ ڪتب ايندڙ ٻولين جي ادب ۾ ڏسي سگهجي ٿي. ۽ تحقيق اهو ادب ئي آهي جنهن جي تخليق سان نه فقط سماج ۾ مثبت تبديلي اچي ٿي پر خود انهيءَ ٻولي جي واڌ ويجهه تي پڻ حيرت انگيز اثر مرتب ٿين ٿا. مطلب ته ٻوليءَ ۽ ادب جو پاڻ ۾ گهاٽو سبنڌ آهي. انهيءَ ڪري هن مقالي جي موضوع کي اڳتي وڌائڻ کان اڳ ضروري آهي ته ٻوليءَ ۽ ادب جي ڳنڍيل تعلق تي ڪجهه مختصر روشني وجهجي ته جيئن موضوع جي وضاحت آسان طريقي سان ٿي سگهي. ڊاڪٽر فهميده حسين ٻولي ۽ ادب جي لاڳاپي تي لکي ٿي ته.

"لکڻ جي فن سان ٻوليءَ جو تمام گهاٽو لاڳاپو آهي، ڇاڪاڻ ته ٻولي ان جو وسيلو آهي، خاص ڪري سهڻا سهڻا لفظ جنهن سان ذات ذٽي هڪ سگهارو فارم يا گهاڙيٽو اختيار ڪري ٿو جيڪو ماڻهوءَ جي جذبن ۽ سوچن تي اثرانداز ٿي منجهس انسان جي تخليقي صلاحيت تي حيرت، فخر ۽ خوشيءَ جا جذبا اڀاري ٿو."

(ميمڻ، 1993: 227)

مٿئين حوالي مطابق اها ڇٽائي ٿيئي ٿي ته هر عام ڳالهايل ٻولي ادب جي اظهار جو ذريعو نه آهي. بلڪ سهڻن لفظن واري ادبي ٻولي ادب جي اظهار جو ذريعو آهي. ۽ عام ۽ ادبي ٻوليءَ ۾ واضح فرق هجي ٿو. ادبي ٻولي هنڌائتن حسين لفظن، اصطلاحن، پهاڪن، چوٽين گفتارن، تشبيهن، اصطلاحن استعارن ۽ بين انيڪ خوبين سان سينگاريل هجي ٿي. جنهن ۾ اثر انگيزيءَ جي قوت خاص حيثيت رکي ٿي. ادبي ٻولي ۽ ادب جو دائرو هڪٻئي سان مضبوط جڙيل آهي جيئن ڊاڪٽر عرساڻي انهيءَ ڳانڍاپي تي لکي ٿو ته: "ٻولي ۽ ادب ٻئي پنهنجي پنهنجي دائره عمل ۾ هڪٻئي تي

اثرانداز ٿين ٿا“.

(عرساڻي، 1975: 119)

ادب ۽ ٻوليءَ جي انهيءَ ٻوليءَ جي گڏيل عمل ( Interaction of language & literature) معرفت ڪيترائي اثرانگيز ۽ اڻملهه فن پارا انساني حياتين کي سنئين دڳ تي لائي ويا آهن.

ٻولي ۽ ادب جي ترقيءَ جي ذريعن ۾ اهم ذريعو ڪتابي علم آهي. دنيا جي اها قوم ترقي يافته شمار نٿي ٿي سگهي جا پنهنجي ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي خزاني کان وانجهيل هجي. جنهن ٻوليءَ ۾ وڏي مقدار ۾ علمي ۽ ادبي تصنيفات نه آهن. سا سگهي ۽ سچي ٻوليءَ آهي ۽ اهڙو سماج ڪڏهن به ترقي ڪري نه سگهندو جنهن جي ترجماني تي انهيءَ سماج جي سڃاڻن، سمجهوئن، عالمن،اديبن ۽ شاعرن معرفت نه ٿيندي هجي. انهيءَ ترجمانيءَ جو وڏو وسيلو ڇپيل ڪتابن جي موجودگي آهي، ۽ اهوئي ادب يا لٽريچر يا ساهتيه آهي، جيڪو نثر ۽ نظم جي ٻن اهم شاخن ۾ ورهايل آهي.

سنڌي ٻولي هڪ علمي ۽ ادبي ٻولي آهي، جنهن جي نظم واري حصي ۾ ڳاهون، ڳيچ، بيت، وايون، ڪافيون، غزل، دوها، قطعا، ته سٽا، چو سٽا، ترائيل، سانيٽ، منظوم ناٽڪ ۽ ٻيو نظمي مواد شامل آهي. ته نثر جي پاڱي ۾ ڏند ڪٿائون، داستان، آکاڻيون، قصا، ڪهاڻيون، ناول، ناٽڪ مضمون، مقالا، سوانح عمريون، آتم ڪهاڻيون، خاڪا، سفرناما، انٽرويو، تقريرون، ساروڻيون، مقدما، مهاڳ، خط، ڊائريون، لوڪ ادب، تنقيد، تحقيق، لطيفيات ۽ ٻيو نثري مواد شامل آهي. ادب جو اهو مٿيون شعوري خزانو اسان وٽ ڪتابن جي صورت ۾ محفوظ ٿيو آهي. اڄ جيڪڏهن نثر ۽ نظم جي انهن صنفن ۾ ڇپيل ڪتاب اسان وٽ موجود نه هجن ها. ته يقيناً ٻولي ۽ ادب جي ارتقائي صورتحال هن ريت نه هجي ها جهڙيءَ ريت هلندڙ وقت ۾ موجود آهي. اسان جيڪو پنهنجي ماضيءَ جي تخليقي ادبي ورثي تي خوش ۽ مطمئن آهيون يا انهيءَ ورثي تي فخر سان ڪنڌ ڪڍي هلي پيا سگهون ۽ اڄ ٻوليءَ ۽ ادب جي مستقبل تي سوچ ويچار ڪرڻ جي قابل ٿيا آهيون. انهيءَ جو سبب صرف انهيءَ شاندار ادبي سرمايي جي موجودگي آهي. جنهن جي

حفاظت ۽ وڏائن ويجهائڻ ۾ سجاڻن، عالمن، محققن، اديبن، شاعرن، استادن ۽ شاگردن سان گڏ انهن ٻوليءَ ۽ ادب سان چاهہ رکندڙ پڙهندڙن جو وڏو حصو آهي. جيڪي انهيءَ کي جيئارڻ لاءِ جتن ڪندڙ ۽ ڪتب خانا قائم ڪندڙ آهن. ڪتابي دنيا جي هن مڪمل نيٽ ورڪ ۾ ڇپائيءَ جي ادارن، ڪتابن ڇاپيندڙن ۽ عام تائين وڪرو ڪري پهچائيندڙن جو جيڪو هٿ آهي. اهوادب ۽ ٻوليءَ جي واڌاري ۾ تمام اهميت جوڳو آهي. مطلب تہ اهي ڇاپخانا، پبلشرز پرنٽرز ۽ ڊسٽري بيوٽرزئي آهن، جن جي ڪري ليکڪن جون تخليقي قوتون ڪتابي صورت وٺي عام تائين پهچي مڃتا ۽ مان ماڻين ٿيون.

ڇپائيءَ جا ادارا سنڌ ۾ ڪڏهن قائم ٿيا؟ عام جام ڪتاب ڪهڙي وقت کان ڇپجڻ شروع ٿيا؟ هيستائين جي ڇپيل ڪتابن جو مقدار ۽ معيار ڪهڙو رهيو آهي؟ ڇا هلندڙ وقت ۾ ادبي ڪتابن جي ڳاڻيٽي ۽ معيار کان مطمئن ٿي اهو چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي ادب ترقيءَ ڏي روان آهي، يا تحقيق کي رڪاوٽون موجود آهي؟ انهن سوالن سان گڏ ٻيا ڪيترا سوال **آهن، جن جي** تفصيلي جوابن جي گهرج اهم آهي. مٿي ڏنل تمهيد جو **حاصل مطلب اهو** آهي تہ تخليقي ادب جي تيز رفتار اشاعت ادب ۽ ٻوليءَ **جي ڪاميابيءَ** ۽ واڌاري جي ضمانت آهي هاڻي اچو تہ ماضيءَ جي حوالي سان موجوده وقت جي ڇپيل تخليقي ادب جي ماپن جو جائزو وٺون جنهن کي 1947ع کان اڳ ۽ پوءِ جي ٻن دورن ۾ ورهايو اٿم منظوم ديني ادب ۽ آخوند عزيز الله (1747ع کان 1823ع) جي قرآن پاڪ جي نثري ترجمي ۽ ڪجهہ ٻئي نثري مواد کان پوءِ سنڌي ادب جي ڪتابن جو باقائده ڇپجڻ انگريز دور کان شروع ٿيو. جڏهن کان ڇاپخانا قائم ٿيا نہ تہ انهيءَ کان اڳ جا ڪتاب دستخط ڪتابن جي صورت ۾ هئا. خانبهادر صديق ميمڻ موجب تہ،

”سنڌي ادب جي نظم واري دور کان پوءِ هي نئون دور وري نثر کان شروع ٿيو جنهن جي پنيان نظم جا نوان نوان ڪتاب بہ شايع ٿيندا رهيا. انگريز سرڪار جي حڪومت شروع ٿيڻ سان سنڌ جو لاڳاپو بمبئي سان

ٿيو جنهن ڪري پهرئين دور وارو لٽريچر جو ٿي سگهيو ڪن ورهيه رڳو دسختط ڪتابن جي صورت ۾ پيو هلندو هو سو بمبئيءَ ۾ ليٿو گراف ڇاپخانن جاري ٿيڻ ڪري ڇاپجڻ ۽ سنڌ ۾ عام جام نيڪال ٿيڻ لڳو هڪڙي پاسي سرڪار طرفان اهل قلم جي همت افزائي ۽ قيمتي ڪوششون ٿيون ۽ ٻئي پاسي علم دوستن کي پاڻئون تصنيفات جو دلي شوق جاڳيو. تنهن ڪري نوان نوان سنڌي ڪتاب لکجڻ ۽ ترجمو ٿيڻ شروع ٿيا.“

(ميمڻ 2003: 206)

اهڙيءَ ريت انگريز حڪومت طرفان ڇاپخانن جو قائم ٿيڻ، سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ مقرر رسم الخط مقرر ڪرڻ مادري زبان ۾ تعليم ڏيڻ، سرڪاري ادارن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي مقرر ڪرڻ، تعليم کاتو قائم ڪرڻ، درسي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ لکائڻ، مترجمن ۽ اديبن کي انعام اڪرام ۽ اعزاز ڏيڻ، لغتون ۽ گرامر جا ڪتاب تيار ڪرائڻ، اخبارون ۽ رسالا جاري ڪرائڻ ۽ خاص طور علمي ۽ ادبي ڪتابن جي ڇپرائڻ تي ڌيان ڏرڻ سندن اهم ڪارناما هئا. 1852ع ۾ سنڌي صورتخطيءَ جي مقرر ٿيڻ کان پوءِ 1853ع کان 1875ع تائين 22 سالن جي عرصي ۾ ڪل 66 ڪتاب سنڌي ٻولي جي نثر ۽ نظم ۾ شايع ٿيا. بيشڪ انهن ڪتابن ۾ درسي ڪتابن جو انگ وڌيڪ هو ته به آکاڻيون قصن، داستانن ۽ تاريخ جي ڪتابن سان گڏ ناول ”راسيلاس“ (مترجم نولراءِ آڏواڻي، اڌارام ٿانور داس مير چنداڻي،) سان ناول نگاريءَ جي صنف جو بنياد پيو ۽ ”شاهه جو رسالو“ پهريون دفعو ڊاڪٽر ٽرمپ 1866ع ۾ جرمنيءَ جي شهر ليپزگ مان ليٿو پريس مان ڇپرايو. اهڙيءَ ريت ڪجهه ڪتاب ٻاهران ڇپيا پر پوءِ گهٽي ياڳي هتان جي ڇاپخانن ۾ ڇپجڻ لڳا.

پهريون ليٿوگراف پريس مرزا مخلص علي قائم ڪيو سرڪاري طور پهريون ڇاپخانو 1866ع ۾ تعليم کاتي طرفان قائم ٿيو. ۽ انهيءَ کان پوءِ آهستي آهستي ٻين نون ڇاپخانن جو قيام عمل ۾ آيو. گڏيل هندوستان ۾ ڪيترائي ڇپائيءَ جا ادارا قائم ٿي ويا. جن اخبارن جي ڇپائيءَ سان گڏ وڏي مقدار ۾ نثر ۽ نظم جا ڪتاب ڇپايا. شاهه عبدالڪريم، قاضي قاضن، شاهه

عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، سامي ۽ ٻين ڪيترن شاعرن جي ڪلاسيڪل شاعريءَ جو مواد ڇپجي عام تائين پهتو. ۽ ايئن 1947ع کان نثر ۾ نيون صنفون متعارف ٿيون، جنهن ۾ افسانو، آتم ڪهاڻي ۽ سفرنامي جي شروعات ٿي ته ٻاراڻي ادب، لطيفيات، تنقيد ۽ تحقيق ۾ معياري پر مناسب مقدار ۾ ڪم ٿيو. سوانح، مضمون نگاري ۽ ناول نگاريءَ عروج ماڻيو. هن دور جا گهڻا تڻا ناول نگار هندو هئا. ۽ سندن ذاتي ڇاپخانن سبب ناول جي صنف وڏي ترقي ڪئي سون جي ٻاڻيٽي ۾ ترجما ڇپيا ۽ معياري طبعزاد ناول ڇپيا جيئن "زينت"، (مرزا قليچ بيگ)، "نور توحيد"، "سسي نيزي پاند"، (محمد عثمان ڏيپلائي)، "نورجهان" (ڊاڪٽر گربخشاڻي) "غريبن جو ورثو"، (نارائڻ داس ميوا رام ڀمڀاڻي ۽ ٻيا ڪيترائي ناول هئا. مضمون نويسيءَ ۾ گل ڦل، مرتب پرمانند ميوا رام) "گلدستو" (ليلا رام)، "مقالات الحڪمت" (ترجمو مرزا قليچ بيگ)، "سير ڪوهستان"، (الهبچايو سمون)، "ادبي آئينو" (ڪشچند عزيز) ۽ ٻيا ڪتاب آهن.

اهڙيءَ ريت مختلف موضوعن تي نثر ۽ نظم ۾ ڪتاب ڇپيا، نثر جا لکندڙ ديوان نندیرام سيوهاڻي، ڪوڙومل، ڏيارام گدومل، محمد صديق ميمڻ، ديوان نولراءِ آڏواڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي، ڀيرومل آڏواڻي، پرمانند ميوا رام، لالچند امرڏنومل، آخوند وفا عباسي، عثمان علي انصاري، محمد عثمان ڏيپلائي، مولانا دين محمد وفائي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر محمد دائود پوٽو ڪيولرام سلامت راءِ ۽ ٻيا هئا ته شاعريءَ ۾ خليفو گل محمد گل، سيد فاضل شاهه، مير حسن علي خان، مير عبدالحسين خان سانگي، سيد غلام مرتضيٰ شاهه، فقير قادر بخش بيدل، محمد حسن بيڪس، سيد مصري شاهه، پير محمد اشرف شاهه، شمس العلما مرزا قليچ بيگ، ليکراج عزيز، ڪشچند بيوس، حمل فقير لغاري، غلام محمد شاهه گدا ۽ ٻين ديوانن جا ديوان لکيا.

انگريز دور جي عالم، اديب، شاعر ۽ محقق مرزا قليچ بيگ جو سنڌي ادب تي وڏو احسان آهي. جو هن نثر ۽ نظم ۽ انيڪ موضوعن تي طبعزاد توڙي ترجمي جي صورت ۾ مڪمل ڪتاب لکيا ۽ سندن ڪتابن وڏي

مقبوليت ماڻي ۽ انهن جو معيار ايترو اعليٰ هو جو اڄ بہ 150 سال گذرڻ کان پوءِ سندن لکيل ڪتاب "زينت"، "سائوين ڪاروپنو"، "مقالات الحڪمت"، "ديوان قليچ" ۽ بيا ڪيترا تاريخ، لسانيات، گرامر، لطيفيات ۽ شيڪسپيئر جي ڪتابن جا ترجما اهميت رکندڙ آهن. ڊاڪٽر الانا لکيو آهي تہ:

"هن دور ۾ مرزا قليچ بيگ سنڌي نثر نويسيءَ واري حصي جو علمبردار هو هن صاحب شاعريءَ ۾ پڻ جديد صنفن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ آندو. سندس اها ڪوشش سنڌي شاعريءَ ۾ جدت مچي ويئي آهي. مرزا صاحب سنڌي ٻوليءَ کي رباعيون، مثنويون، مسدس نظم ۽ گيت ڏنا. انگريزي ٻوليءَ جي مشهور ۽ نمائنده شاعرن جا چونڊ نظم، سانيٽ ۽ ترائيل وغيره سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري، انهن صنفن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ متعارف ڪرايو."

(الانا، 2006: 330)

سنڌي ادب جي تاريخ جو اونهو اڀياس اها ڄاڻ ٿو ڏئي تہ 1947ع کان اڳ نثر توڙي نظم ۾ ڪتابن جو معيار ڇپائي جي لحاظ کان بلند هو. انهن ڪتابن ۾ صورتخطي جون غلطيون نہ هئڻ برابر آهن. ڪتابن جا پروف ڏيان سان چڪاسيل آهن ۽ انهن ۾ بيهڪ جون نشانيون سهڻائي سان ڏنل آهن. مثال طور جيڪڏهن فقط ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري "شاهہ جو رسالو"، جي ٽن جلدن (ڪمشنر ڇاپو) جو مطالعو ڪبو تہ معيار کي داد ڏيڻو پوندو. انهيءَ دور ۾ ادب جي ترقيءَ ۽ ترويج ۾ ڪيترن سرڪاري ۽ غيرسرڪاري ادارن ڇپائيءَ جي ڪم کي هٿي ڏني هئي، جن مان ڪي هن ريت آهن.

ڪمشنرس آفيس ڇاپخانو ڪراچي، سنڌ گزٽ ڪمرشل پريس، مرڪنٽائيل پريس ايلفنسٽن روڊ، گورنمينٽ بڪ ڊپو حيدرآباد، سنڌ گزٽ پريس سکر، آسا ساهت منڊل، ايجوڪيشنل پبلشنگ پريس، سنڌ مسلم سوسائٽي، نئين سنڌ لائبريري، سنڌي ساهتيہ سوسائٽي، ڪوڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل، سنڌ پبلشنگ هائوس، پارت پريس، جارج پرنٽنگ پريس، هند سيا، سنڌي اديبن جي مجلس، سڌار سيا، گرسنگت، سک ٽرئڪٽ، رتن ساهتيہ منڊل، پارت جيون، سنڌي ڪتاب گهر، پوڪرداس پوجر داس،

سندر ساهت ٽيو سافيڪل سوسائٽي، رابندر ناٿ ٽئگور سوسائٽي، مرڪن ٿائيل سوسائٽي، ۽ ٻيا ڪيترائي ڇپائيءَ جا ادارا هئا. سيد مظهر جميل، ”جديد سنڌي ادب“ ۾ 1005 صفحي تي ڄاڻ ڏني آهي. تہ ”1947ع کان اڳ فقط سنڌ جي وڏن شهرن ۾ سرڪاري ۽ غير سرڪاري ڇپائيءَ جي ادارن جو انگ هڪ اندازي مطابق 115 جي قريب هو.“
(سيد، 2007ع: 1005).

هاڻ جيڪڏهن 1947ع کان پوءِ وارن ڇپائيءَ جي ادارن جو جائزو وٺبو تہ وڏي تبديلي نظر ايندي. پاڪستان ٺهڻ بعد صورتحال بلڪل مختلف ٿي ويئي. سرحدن جي ورهاست سان سنڌي ادب جو ڇپجڻ، لکجڻ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. سنڌ ۾ ڇپائيءَ جي ادارن جا مالڪ گهڻي ڀاڱي سنڌي هندو هئا جن جي هندوستان لڏي وڃڻ سان گهڻا ادارا قائم رهي نہ سگهيا ۽ گهڻا انهن مان بند ٿي ويا. هندوستان لڏي ويلن لاءِ اتي وڏا معاشي مسئلا هئا. ٻنهي ملڪن جي سياسي، سماجي، علمي، ادبي ۽ معاشي حالتن جي ابتريءَ سبب ادب ۾ وقتي ماٺار اچي ويئي پر پوءِ ڪجهہ وقت کان پوءِ ڇپائي جي ادارن جو قيام عمل ۾ اچڻ لڳو.

”ڀارت کان لڏي آيل واپارين مان ڪن واپارين نہ فقط ڪتابن جا دوڪان کوليا، پر انهن سنڌي ڪتابن جي ڇپائڻ جو سلسلو پڻ هٿ ۾ ڪنيو. هن سلسلي ۾ حيدرآباد ۾ آر-ايچ احمد اينڊ برادرس، ميشرس يوسف اينڊ برادرس، ڪتابن جي ڇپائي جي سلسلي ۾ اڳيان اڳيان هئا. انهن کان سواءِ مولانا محمد عثمان ڏيپلائي ۽ بشير احمد اينڊ سنز وارن پڻ هن ڏس ۾ وڏو ڪم ڪيو. ڏيپلائي صاحب، شاهہ جي رسالي جو انتخاب ڇپايو ان کان سواءِ ڏيپلائي صاحب ناولن ڇپائڻ جو سلسلو پڻ شروع ڪيو. آزاد بڪ ڊيپوءَ طرفان محترم غلام محمد شهواڻي جي ترتيب ڏنل شاهہ جي رسالي جو نسخو ڇپايو ويو.“(الانا، 2006: 351)

اهڙيءَ ريت آهستي آهستي سرڪاري ۽ غير سرڪاري ڇاپخانا جاري ٿيا جي هن ريت آهن.

اسلاميہ دارالاشاعت، سنڌ سڌار سوسائٽي، ماڊرن سنڌ پبلشنگ

هائوس، زندگي پبليڪشن، اداره انسانيت، جيلاني پبليڪشن بدين، جميعت الشعراءَ لاڙڪاڻو ايجوڪيشن بڪ ڊپو زيب ادبي مرڪز انجمن فروغ ادب هالا، موتي رام ايس راماڻي، شيخ غلام علي اينڊ سنز سردار پرنٽنگ پريس ڳاڙهي ڪاتو فردوس پبليڪيشن هالا، سهڻي پبليڪيشن، روح رهاڻ پبليڪيشن، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد / ڄامشورو انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشورو سنڌ ثقافت کاتو سنڌ سرڪار جو اشاعتي کاتو سنڌي ادبي سنگت، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد، سنڌي ساهت گهر، نيو ٿنڪرس فورم، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي ايم سيد اڪيڊمي، آزاد ڪميونيڪيشن، اردو سنڌي فائونڊيشن، مارئي سماجي سنگت ڪراچي، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور، واڳڻو در، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، نسيم بڪ ڊپو ناري پبليڪيشن، نيو فيلڊس پبليڪيشن، گنج بخش پبليڪيشن، ادبيات حيدرآباد، پيس پبلشرز، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، ذڪي پرنٽرز ڪانيا واڙ اسٽور ڪراچي، پاپولرز پرنٽرز ۽ هندستان ۾ ساهتيه اڪيڊمي دهلي، بمبئي ڪونج پبليڪيشن، پرميلا پبليڪيشن، الهاس نگر ۽ ٻيا ادارا قائم ٿيا جن ڪيترا ڪتاب شايع ڪيا آهن.

ورهاڱي کان پوءِ جي لکندڙن ۾ علامه آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو جي ايم سيد، حسام الدين راشدي، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، محمد ابراهيم جويو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد عثمان ڏيپلائي، مخدوم محمد صالح ڀٽي، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو جمال ابڙو سراج الحق ميمڻ، حميد سنڌي، امر جليل، طارق اشرف، نسيم کرل، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، ڊاڪٽر نواز علي شوق، مراد علي مرزا، ماهتاب محبوب، نورالهديٰ شاهه، نصير مرزا، الطاف شيخ، عبدالحئي پليجو عطا محمد ڀنڀرو بدر ابڙو ولي رام ولڀ. مخدوم طالب المولىٰ، محمد بخش، "واصف"، شيخ اياز نارائڻ شيام، عبدالڪريم گدائي، محمد صديق مسافر، استاد بخاري، تنوير عباسي، فتاح ملڪ، تاجل بيوس، ملڪ نديم، امداد حسيني،

سحر امداد، اياز گل، ڊاڪٽر ادل سومرو ۽ ٻين جا ڪتاب شايع ٿيا آهن. انهن ڇاپخانن معرفت نثر ۽ نظم جا شاهڪار ڪتاب شايع ٿيا، جن کي وقت جي دز اڄ تائين لٽي نہ سگهي آهي. جيئن ڪهاڻي، ناٽڪ، ناول، سفرنامي، مضمون نويسيءَ ۾ "پشو پاشا" (جمال ابڙو)، "آب حيات" (غلام رباني آگرو)، "بلو دادا" (اياز قادري)، "ڊمي"، "چوٿيهون در"، "شبنم شبنم ڪنول ڪنول" (نسيم کرل)، "جڏهن مان نہ هوندس"، "دل جي دنيا"، "ٽيون وجود" (امر جليل)، "لهر لهر زندگي" (ماهتاب محبوب)، "جلاوطن"، "ڪربلا" (نورالهديٰ شاهہ) "خورشيد"، محمد عثمان ڏيپلائي، "شڪنتلا"، (رشيد احمد لاشاري)، "ڪي جو ٻيجل ٻوليو"، "پڙاڏو سوئي سڏ"، "مرڻ مون سين آ" (سورج ميمڻ)، "همہ اوست" (آغا سليم)، ۾ "اندر جنين اُڃ" (ماهتاب محبوب)، "ڏوري ڏوري ڏيهہ" (تنوير عباسي)، "هو جي وڻ ولات جا" (عبدالحئي پليجو)، "بندر بازاريون" کان "نيو هالا کان نيويارڪ تائين" جا (الطاف شيخ جا پنجاهہ سفرناما)، "سنڌي سڀاجهڙا" (اسماعيل عرساڻي)، "ڳالهہ ٻولهہ" (گرداس واسواڻي)، "ويچار" هروا مل سدارنگاڻي ۽ ٻيا تنقيد، تحقيق، لطيفيات، ٻاراڻو ادب، ۽ ڪيترن موضوعن تي سوين ڪتاب شايع ٿيا آهن. نظم ۾ پڻ شاعرن پاڻ ملهايو آهي، شيخ اياز سنڌي شاعريءَ کي "پونئر پري آڪاس"، "ڪلهي پاتم ڪينرو"، "پتڻ ٿو پورو ڪري"، "اٽي اور الله سين" ۽ ٻين شاهڪار ڪتابن سان مالا مال ڪيو آهي تہ مخدوم طالب المولىٰ، ڊاڪٽر تنوير عباسي، امداد حسيني ۽ ٻين جي شاعريءَ جي مجموعن سان ادب جي نظم واري پاڳي ۾ وسعت آئي آهي.

مٿين هن بنيادي تفصيل کان پوءِ آئون پنهنجي اصل موضوع يعني ڇپائي جي ادارن جي ڪوٽ ۽ تخليقي ادب جي ڪتابن جي مقدار ۽ معيار ڏي اچان ٿي. مٿي جيڪو جائزو ڏنو ويو آهي، اهو پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۽ پوءِ جي دور جو آهي، پر هتي جيڪڏهن 1947ع کان جي دور جي ڇپيل ادب کي بہ ٽن حصن 1947ع کان 1980ع ۽ 1980ع کان 2010ع تائين ۾ ورهائي چند چاڻ ڪبي تہ ڪي نيون حقيقتون سامهون اينديون. جن سان نہ فقط موضوع جي چٽائي احسن طريقي

سان ٿيندي پر هن اهم مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ پڻ مدد ملندي.

حقيقت ۾ سنڌي ادب جي اشاعتي ترقيءَ جو درجي وار اڀياس هڪ وڏو اڀياس آهي، جو هڪ مقالي ۾ آڻڻ ممڪن نہ آهي، پر هتي مختصر طور هن ڪانفرنس وسيلي چند اهم نڪتن کي ٻڌندڙن لاءِ ذهن نشين ڪرائڻ چاهينديس جيڪي هلندڙ وقت ۾ ڇاپخانن ۾ ڇپيل تخليقي ادب جي ڪميءَ بابت آهن ۽ اهو بہ ڄاڻائيندس تہ ڪهڙا اُپاءَ عمل ۾ آڻجن جن سان اسين ٻيهر هڪ شاندار تخليقي ادب جي ورثي جا مالڪ ٿي سگهون.

ڇپائيءَ جي ادارن جي ڪوٽ جي حوالي سان سڀ کان پهرين آئون اهو ٻڌائڻ چاهيان ٿي تہ مٿي بيان ڪيل ادارن مان هن وقت ڪيترا ڇپائيءَ جا ادارا جيئن، ادرلاءِ انسانيت، زيب ادبي مرڪز، سهڻي پبليڪيشن، انجمن فروغ ادب هالا ۽ سردار پرنٽنگ پريس ۽ ٻيا بند ٿي ويا آهن. باقي جيڪي موجود آهن، انهن ۾ گهڻن ادارن وٽ ساليانو ڇپيل ڪتابن جو ڳاڻيٽو 4 کان 5 تائين آهي. اهو سروي مون روبرو ۽ ٽيلفون ذريعي ڪيو تہ گنج بخش پبليڪيشن جي عمران قلندري، نيو فيلڊس جي فيروز ميمڻ، ناري پبليڪيشن جي نذير ناز، نسيم بڪ ڊپو جي نسيم صاحب ۽ ٻين کان معلومات ملي تہ سندن ادارن ۾ ڇپيل ڪتابن جو انگ ساليانو 4 کان 5 يا ان کان بہ گهٽ آهي، "سنڌيڪا" جهڙي مشهور اداري جي مالڪ نور احمد ميمڻ سان ٽيليفونڪ گفتگو موجب تہ.

"هن وٽ ساليانو ڇپيل ڪتابن جو ڳاڻيٽو 12 تائين مَس آهي ۽ وٽس ڇپائي لاءِ پيل ڪتابن جا مسودا پنجاهہ کان بہ مٿي آهن."

(ميمڻ، 4.3 2011)

هاڻي انهيءَ مان اها وضاحت ٿي تہ اسان وٽ فقط چند ادارا اهڙا آهن جن وٽ ڪجهہ قدر ڇپائيءَ جو ڪم مقدار ۾ اهميت جوڳو آهي، جيئن سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، سنڌ ثقافت کاتو (سرڪاري ادارا)، روشني پبليڪيشن. هاڻ هتي ڌيان جوڳي ڳالهہ اها آهي تہ، سرڪاري ادارن وٽ هر عام ماڻهوءَ جي نہ پهچ آهي ۽ نہ سندن ڪتابن شايع ٿين ٿا ۽ نہ ئي سندن طريقہ ڪار ڪو اهڙو آهي جو ان مان هر لکندڙ مستفيض ٿي سگهي. ذاتي پبليڪيشن (ذاتي ادارو) ظاهر آهي، تہ تجارتي بنياد تي ڪم ڪن ٿيون ۽ انهن جا هلائيندڙ گهڻي ڀاڱي تہ

ليڪڪن ڪان پئسا وٺي پوءِ ڪتاب ڇاپين ٿا ۽ اهڙين حالتن جي ڪري ڪيترا معياري لکندڙ بہ ڪتاب ڇپرائڻ جي همت ساري نٿا سگهن. انهيءَ ڪري انيڪ ڪتاب مسودن جي شڪل ۾ پبلشرن ۽ ليکڪن وٽ موجود آهن، جنهن سان ادب جو وڏو نقصان ٿي رهيو آهي، جو چند ڏهاڪن ۾ وڏيڪ واضح صورت اختيار ڪندو.

سنڌي قوم پڙهيل ڳڙهيل قوم آهي، اسان وٽ ادب پڙهندڙن جو هڪ وڏو طبقو آهي، پر ڇپائيءَ جي ادارن جي کوٽ، وڌندڙ مهانگائي، ملڪ ۾ وڌيل ڪرپشن ۽ غير محفوظ، سماجي، سياسي ۽ معاشي حالتون ۽ ٻين ڪيترن سببن جي ڪري پڙهندڙن تائين سٺن ڇپيل ڪتابن جو اهو انگ نٿو پهچي جيترو پهچڻ کپي. هلندڙ وقت ۾ تحقيق ڏانهن وڌندڙ رجحان سبب پڻ تخليقي ادب ۾ ڪجهہ ڪمي آئي آهي انهن سڀن نڪتن جي نشاندهي ادبي تاريخ جي اوسر ۾ اڳيان هلي ضرور ٿيندي. پر اجان بہ وقت ويو نہ آهي انهيءَ تي سوچڻ، حل ڪڍڻ ۽ اُپائن تي عمل ڪرڻ جون ڪوششون ڪرڻ گهرجن. هيٺ انهيءَ مسئلي جي حل لاءِ چند نڪتا پيش ڪريان ٿي.

1. انگريز حڪومت ڇاپخانن کي قائم ڪرڻ طرف تمام گهڻي توجهہ ڏني هئي، جنهن سان سنڌي ٻولي ۽ ادب جي وڏي ترقي ٿي، سنڌي ٻولي ۽ ادب کي بچائڻ لاءِ سنڌ حڪومت کي سرڪاري ڇاپخانن جي وڌيڪ قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺڻ گهرجن ۽ انهن ادارن کي وڏي گرانٽ ڏني وڃي.
2. ادبي ادارن ۽ جماعتن پاران گڏيل ڇپائيءَ جا ادارا قائم ڪرڻ گهرجن.
3. سرنديءَ وارن کي شخصي طور هن نيڪ ڪم ۾ مدد ڪرڻ گهرجي.
4. ملڪ جي ڪجهہ حصن ۽ خاص طور پنجاب ۾ ڪاغذ سستو موجود آهي. ڇپائيءَ جي ادارن کي سنڌ حڪومت ڪان ڪاغذ جي سستي حصول ۾ مدد وٺڻ گهرجي.
5. پوري صوبي ۾ ڪتاب جي قيمت جو هڪ معياري ماپو مقرر هئڻ ضروري آهي، جيئن مناسب قيمت جي ڪري هر ڪتاب هر هڪ پڙهندڙ تائين پهچي.
6. ڪتاب جي ٻاهرين سونهن سوڀيا پنهنجي جڳهہ تي اهم ضرور آهي، پر جيڪڏهن ڪتابن جي موضوعن ۽ مواد تي وڌيڪ ڌيان ڏنو وڃي تہ معياري ادب تخليق ٿيندو.

7. ادبي ڪتابن جي کوٽ جي سببن ۾ اهم سبب نون ليکڪن جو گهٽ اُسرڻ آهي، جيئن تہ اسان وٽ وڏن ليکڪن جيئن محمد عثمان ڏيپلائي، مخدوم طالب المولى، شيخ اياز، جمال ابڙو، نسيم کرل، اياز قادري، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ڊاڪٽر نجم عباسي، استادبخاري، پوپٽي هيراننداڻي ۽ ٻين جي وفات سبب تخيلقي ادب ۾ وڏو خال اچي ويو آهي. ۽ هلندڙ وقت ۾ موجود پراڻا ليکڪ پڻ گهٽ لکي رهيا آهن ۽ ان کان سواءِ نون لکندڙن کي ڇپائيءَ جي مسئلن جي ڪري اُسرڻ جو موقعو گهٽ ملي رهيو آهي، انهيءَ ڪري نون لکندڙن جي همت افزائي لاءِ موقعا فراهم ڪرڻ گهرجن.

8. ادبي صنفن ۾ مختلف موضوعن تي لکيل ڪتابن جا انعامي مقابلا ڪرايا وڃن ۽ ادبي نشستون ۽ ڪلاس منعقد ڪرايا وڃن.

9. سنڌي ڪتابن جي ڇپائيءَ ۽ وڪري جي مسئلن جي ڪري ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽون ڏينهون ڏينهن وڌي رهيون آهن هن اهم موضوع تي خاص طور سيمينار ڪرايا وڃن تہ جيئن ڪي چڱا سڌارا عمل ۾ اچن منهنجي نظر ۾ جيڪڏهن مٿين نڪتن مان چند تي بہ عمل ٿيو تہ يقيناً سٺا نتيجا سامهان ايندا ۽ سنڌي ادب وڌيڪ وڌندو ۽ ويجهندو.

## حوالا


1۔ ميمڻ فهميده حسين، "شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ" 1993ع ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز صہ 227.

2۔ عرساڻي شمس الدين، ڊاڪٽر، "سنڌي ٻولي ۽ ادب جو باهمي ميل"، تہ ماهي مهراڻ 1971ع، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو صہ 119.

3۔ مميڻ، خانبهادر محمد صديق، "سنڌ جي ادبي تاريخ"، 2003ع، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور صہ 206.

4۔ الانا، غلام علي ڊاڪٽر، "سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا"، 2006ع، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، حيدرآباد، صہ 330.

5۔ سيد، مظهر جميل، "جديد سنڌي ادب"، 2007ع، اڪيڊمي بازيافت، ڪراچي، صہ 1005.

# ڪتاب قومن جي طاقت، وقار ۽ وجود جو اهڃاڻ آهن

(هلندڙ صديءَ ۾ ڇپيل سنڌي ادب جي ڪتابن جو مختصر جائزو)

23 اپريل پوريءَ دنيا ۾ ڪتابن جي ڇپائيءَ جو عالمي ڏينهن ڪري ملهايو ويندو آهي جنهن ڪي هاڻي پاڪستان ۾ ۽ خاص سنڌي ٻولي ۽ ادب جي حوالي سان سنڌ ۾ پڻ سٺي موٽ ملي رهي آهي. هلندڙ وقت ۾ انهيءَ ڏينهن ۽ خاص طور پوري مهيني ۾ ڪيترائي ڪتابي ميلا ۽ سيمينار منعقد ڪيا وڃن ٿا ۽ ڪيترائي ليک نه فقط سنڌ ۾ پر پوريءَ دنيا ۾ انهيءَ موضوع تي لکيا وڃن ٿا ته جيئن اهو بيان ڪجي ته ڪتابن جي علميت ۽ افاديت ڇا آهي.؟ انهن جي اهميت ڪيئن وڌائجي.؟ موجوده نسل ۽ ايندڙ نسل کي ڪهڙيءَ ريت اهو ذهن نشين ڪرائجي ته ڪتاب سندن بهترين ساٿي دوست آهن ۽ کين پنهنجي حياتين کي سنئين دڳ لائڻ لاءِ مطالعي کي ڪيتري فوقيت ڏيڻ گهرجي. مطلب ته ڪتابن ۽ ڪتب خانن جي واڌاري ۽ اهميت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هن ڏينهن کي خاص طور ملهائڻ اهميت جوڳو ۽ احسن عمل آهي.

تحقيق، ڪتاب ۽ معياري ڪتاب انساني غور و فڪر ۽ دلي امنگن جا ترجمان هجن ٿا. جنهن ۾ ليکڪ جا جذبا، سوچون، ويچار، احساس ۽ اميدون ته شامل هوندا آهن پر وڌ ۾ وڌ ڪمال سندس همٿ، قوت تعليم، تجربي، مطالعي ۽ محنت جو هجي ٿو. ڇو ته ڪوبه شخص جيڪڏهن بنا پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ جي قلم کڻي ٿو ته هو ڪا وڏي کيپ نٿو ڪٽي سگهي. ورق ويترا ورائڻ جي بجاءِ پڙهي قلوب ۾ ڪڙهڻ بعد ئي ڪا املهه تصنيف ليکڪ جي قلم مان صورت وٺي قائم دائم ٿئي ٿي. سنڌ جو مهان ڏاهو اديب شمس العلما مرزا قليچ بيگ ڪئين سال اڳ اها ڳالهه سمجهائي ويو ته:

"اپياس ڪرڻ سان ماڻهوءَ جون سياوي طاقتون ۽ عادتون ڪمال تي پهچن ٿيون، آزمودي ۽ تجربي ڪرڻ سان وري ماڻهوءَ جو اپياس وڌي ڪمال تي

پهچي ٿو. جڏهن علم استعمال ۾ آڻجي ٿو ۽ ان تي عمل ڪجي ٿو تڏهن ڏاهپ حاصل ٿئي ٿي."(1)

پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه پنهنجي ڪتاب"معاشرو ۽ تعليم" ۾ صفحي نمبر 44 تي لکيو آهي ته:

"ڪتاب قومن جي وجود جي شاهدي ۽ ان جا ضامن آهن. قومن جو افتخار ڪثرت تصنيف ۾ آهي. ڪتابن کان سواءِ قومن جو ماضي مبهم ۽ اونداهو آهي، پر ڪتابن سان اهو روشن ۽ همت افزا آهي. ڪتابن کان سواءِ قوم جي نه جاگرافي آهي ۽ نه تاريخ ۽ نه ئي ڪتابن کان سواءِ قوم جو وجود آهي ۽ نه ئي وري وقار." (2)

مٿئين جملن تي جيڪڏهن غور ڪبو ته سورهن آنا سچ لڳي ٿو. بيشڪ معياري ۽ علمي ۽ ادبي ڪتابن جو مطالعو ماڻهوءَ کي برائيءَ کان چڱائيءَ طرف، ڪوڙ کان سچ طرف، جنگ کان امن طرف ۽ نفرت کان پيار طرف آڻي سندس ضمير کي اڇو اجرو ڪري ٿو.

بخاري استاد ته ڪتابن ۾ دفن ٿيڻ ۽ انهن ورقن جي ڪفن کي ترجيح ڏيندي چئي ويو ته:

ڪتابن سان آ دل منهنجي
ڪتاب آهن چمن منهنجو
ڪتابن ۾ دفن ٿيندس،
ورق ٿيندا ڪفن منهنجو.

(3)

مطلب ته ڪتاب هڪ اهڙو بي بها ۽ اڻ ملهه خزانو آهي. جنهن جي بي قدري "يا ڪمي ٿيڻ هڪ سانحي کان گهٽ نه آهي. منهنجي نظر ۾ ته ڪم نصيب آهي اها قوم جنهن جي پڙهيلن وٽ ڪتابن جي بدران هٿيار آهن ۽ بدبخت آهن اهي استاد يا شاگرد جيڪي مطالعي کان وانجهيل آهن. بي ادب آهن انهيءَ قوم جي ايندڙ نسلن جا معمار جن وٽ لکڻ پڙهڻ جو فقدان ۽ هٿن ۾ ڪتاب نه آهن. ڪتاب ته ٻارن جي لاءِ رهنمائي، جوانن جي

لاءِ ترقيءَ جو گَسِ ۽ وڏن لاءِ ونڊر ۽ روح جي راحت آهن ۽ ڪتاب ئي پوري قوم جي طاقت، وقار ۽ وجود جي شناخت، آهن.

جڏهن ڪتابن جي افاديت ۽ علميت کان انڪار نہ ڪالھ هو ۽ نہ ئي اڄ آهي تہ پوءِ ڇا هن انٽرنيٽ ۽ سوشل موبلائيزيشن جي دور ۾ سنڌ واسي هن علمي ۽ ادبي ترقيءَ ۾ اڳتي وڌيل آهن؟ ڇا سنڌ ۾ تعليمي شرح گهٽ هوندي بہ اسان کي پرامید هئڻ گهرجي تہ سنڌ ڌرتيءَ جا رهندڙ علمي ۽ ادبي ذوق رکندڙ آهن ۽ اسان وٽ ادبي ڪتابن جو مستقبل روشن آهي.؟

هاڻي انهيءَ سوال جا جواب ڪافي آهن پر ٿوري ۾ ايترو چونديس تہ سنڌي قوم هڪ باشعور قوم آهي جنهن ۾ علمي ۽ ادبي ذوق صدين کان موجود آهي. اڄ جيڪڏهن سنڌ جو سروي ڪرايو وڃي تہ سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ انيڪ اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب موجود ملن ٿا تہ پبلڪ لائبريريون پنهنجي مدد پاڻ تحت قائم ٿيل آهن. هن مهانگائي جي دور ۾ خاص طور جڏهن ڪتاب ڪافي قيمت ۾ ڇپجن ٿا ۽ ملن بہ مهانگا ٿا تہ بہ ماڻهو خريد ڪري پڙهن ٿا. روڊن، رستن، دوڪانن ۽ هوٽلن تي گهٽ پڙهيل ماڻهن جي هٿن ۾ پڻ اخبارون ۽ رسالا ۽ ڪي ڪتاب ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جنهن مان اهو سمجهڻ گهرجي تہ سنڌي ادب جو مستقبل روشن آهي. ڪو وقت هو ڪتابن جي ٽائيپنگ ٿيندي هئي ۽ هڪ ڪتاب چڱين ڏکين مرحلن مان نڪري پوءِ ڇپبو هو پر اڄ ڪمپيوٽر سان ڪمپوزنگ ۽ اعليٰ جديد مشينن سان ڇپائيءَ سان ڪيترين ئي آسانيون ٿي ويون آهن، جو سوين ڪتاب بهترين ڪاغذ ۽ سهڻن ٽائيٽل ڪورن سان سنڌي ادب جي سونهن کي چار چنڊ لڳائي رهيا آهن.

نئين صديءَ ۾ يعني 2001 کان پوءِ تہ ڪتابن جي ڇپائيءَ جو نيٽ ورڪ گهڻو مضبوط ٿيو آهي. انهن ۾ ادبي ڪتابن جي ڇپائيءَ جو ڳاڻيٽو ڪيترو آهي.؟ يا معيار ڪهڙو آهي؟ يا انهن جا ڪيترا ڇاپا ڇپيا آهن؟ عام ۾ يا علمي طبقي ۾ ڪهڙي قسم جا ڪتاب وڌيڪ مقبول ٿين ٿا؟ ۽ ٻيا ڪيترائي سوال آهن جن جي جوابن سان تحقيق سنڌي ادب جي ترقيءَ ۽ ترويج جي موضوع تي روشني پئي سگهي ٿي. پر هتي آئون هنن چند صفحن ۾ فقط اهو جاٿائڻ ٿي چاهيان تہ هلندڙ صدي سنڌي ٻولي ۽ ادب

جي لاءِ خوش آئيند ثي آئي آهي. خاص طور تي ڪتابن جي لکڻ، پڙهڻ ۽ ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ وڏي پيش رفت ٿي آهي. ڪيترائي نوان ادارا پڻ ڇپائيءَ جا متعارف ٿيا آهن ته ڪي پراڻا ادارا پڻ ڪم ڪري رهيا آهن. سنڌ جا ڪي ڪتاب پنجاب ۽ ٻين صوبن مان پڻ شايع ٿيا آهن. پر انهن جو ڳاڻيتو اٽي ۾ لوڻ برابر آهي. گهڻي ڀاڱي ڪراچي، حيدرآباد، سکر، جيڪب آباد، لاڙڪاڻو، خيرپور، شڪارپور ۽ ٻين هنڌان شايع ٿين پيا. جيڪي ادارا ليکڪن ۽ شاعرن لاءِ مددگار ثابت ٿين پيا. انهي ۾ سرڪاري ادارن کان سواءِ روشني پبليڪيشن، سنڌيڪا اڪيڊمي، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور، ناري پبليڪيشن، سمباره پبليڪيشن، سنڌيا، مارئي اڪيڊمي، گنج بخش، نيو فيلڊس، سچل مرڪز لاڙڪاڻو، ڪويتا حيدرآباد، محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، سجاڳي پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ راڻي حيدرآباد، مهراڻ ميڊيا سروس ڪراچي، ڪاڇو پبليڪيشن ڪراچي، روپا سجاول، سنگهار شهدادڪوٽ، نئون نياپو ڪراچي، جنسار ميهڙ، پوپٽ خيرپور، ٻالڪ ادبي اڪيڊمي سچل ڳوٺ، ساهتي نوابشاهه، سچائي اشاعت گهر حيدرآباد، سنڌي ساهت ۽ ٻيا ڪيترائي ادارا آهن جن سان سنڌي ڪتابن کي ڇپجڻ ۾ هٿي ملي رهي آهي ۽ سوين علمي ۽ ادبي ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن. پوين چند سالن ۾ ڇپيل ڪجهه ڪتابن جو وچور هن ريت آهي.

نثر جا ڪتاب:

"زندگي جي ويڙهه ۾" (ڪهاڻيون) ناياب ڪوکر، "سيتا زينب"، "زيب سنڌي"، "جوين به تي ڏينهڙا"، نواز خان زنئور، "حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾"، "محمد وارث عباسي"، "ڪڇريءَ جا مور"، ڊاڪٽر ڪمال جامڙو، "جهنگ جا ماڻهو"، خالد ڪنڀر، "قلندري فڪر"، ڊاڪٽر مخمور بخاري، "ون يونٽ ۽ سنڌ"، پروفيسر اعجاز قريشي، "سفر زندگيءَ جو"، قاضي علي محمد ڏيپلائي، "اڪن اڇا گل"، "پيجو فقير"، "چنڊ ٻيرن هيٺ"، "پنهنجي ڌرتي"، عباس ڪوريجو "ڪٿ ياسين دامن صحرا ۾"، قربان شيخ، "سونهن، سهائي، سوچ"، غلام حسين رنگريز، "تڏهن ملنداسين"، موٽومل "ڪنول" ڪوهستاني، "عزاداري جي تاريخ"، زوار عبدالستار درس، "ڪير ٿر جي پنيان ڪائي چنگهاڙ آ"، مختيار تنيو، عرفان سچل، ڊاڪٽر

بشير احمد شاد، ”ڳالهيون ڪتيون ناهن“، ”پيرا اجان مون پنڌ ۾“، ”ياد ياد هڪ زندگي“، قاضي خادم، ”سِٽ سِٽ قصو ڪٿا“، ڪهاڻي(ڪهاڻيون) سليم چنا، ”راج ڪرتهه“، منظور ڪوهيار، ”تخليق جو انت“، عابده گهانگهرو، ”جمود“، امر جليل، ”پيهي منجهه پاڻ“، بدر ابڙو، ”اڌ صديءَ جو اوجاڳو“، انور ابڙو، ”مسافتون ياد جون“، محمد علي پٺاڻ، ”جديد ادبي تنقيدي رويا“، مبارڪ علي لاشاري، ”شاهه لطيف جا فڪري سرچشما“، تاج جويو ”سنڌ جي تاريخ“، فقير محمد سنڌي، ”دنيا جا سور“، عطاءُالله ڪوريجو ”نڪري پيس نيپال ڏانهن“، اسحاق انصاري، ”ڏورمَ ڏيئان ڏار“، معشوق ڏاريجو ”فن ۽ فنڪار“، (انٽرويو) ڪوثر برڙو ”ڪلاس فور جي محبوبہ“، ”ڪن پل جو ڇانورو“، ممتاز بخاري، ”وطن پنهنجو وڙهي ونبو“، عاشق مغيري، ”ڌرتيءَ جو ڌنار“،(مرتب) سارنگ منير سومرو ”عظيم هستين جا عظيم قول“، فقير محمد سنڌي، ”سنڌ جا املهہ هيرا“، مرزا نادر علي ابڙو ”طارق توڪان پوءِ“(ترتيب) فقير ڍول، ”اهل دل عظيم انسان“، ياسر عبدالغني خاصخيلي، ”هنگلاج ۾ چانهن“ غلام رباني آگرو ”گل جو خواب“، ڪفايت گل، ”چڱو قاسم موڪلاڻي ڪانهي“، يوسف سنڌي، ”ڳولا جو سفر“(مترجم) اياز پٿو ”نوابشاهہ کان شهيد بينظير آباد تائين“، خادم حسين چانڊيو ”شاعراڻہ ويچار“، نصير سومرو، ”پرين وس نہ پنهنجي“ ايوب گاد، ”پيار جي هڪ صدي“، رفيق سومرو، ”نيٽين نندڪوڙ“(لطيف شناسي) تاج صحرائي، ”شير مير بحر فن ۽ شخصيت“ مولائي ملاح، ”پانڌي ۽ پروڙ“، ادريس عاجز عباسي، ”محڪوم اکين ۾ آجپي جو سپنو“، مولي بخش برڙو، ”شاهہ عبداللطيف ڀٽائي“، ”شخصيتون، درسگاهون“، غلام شبير، ”لاڙي پهاڪا ۽ چوڻيون“، انجنيئر عبدالوهاب سهتو ”مون کي هوائن ۾ ڳولجان“، ”تون منهنجي ساهہ ۾ آهين“، طارق خشڪ، ”اجان پنڌ ۾ آهيون“، ”ويندڙ رت جي شام“، پرويز، ”تر جو ماڻهو“،(ترتيب) واحد ڪانڌڙو ”آواز جو شهنشاهہ“، سيد صالح محمد شاهہ(ترتيب) نصير مرزا، ”جاگيرداراڻي جبر هيٺ“، نسيم بخاري، ”اڻ سڄاتل“، انور شيخ، ”زيب النساءَ“(طويل ڪهاڻي) ڊاڪٽر محمود مغل، ”شاهہ لطيف جي وائي ۽ وائيءَ جي اوسر“، عبدالستار پيرزادو، ”ٻنڌڻ ٻاروچن جا“، عبدالغفور الستي، ”ڌرتي منهنجو گهر“، ”ڏاهپ جو

جنم"، آڳاٽي سنڌي ٻولي"، ڊاڪٽر محبت ٻرڙو "سنڌ آئيندي جو اتساهہ"، نصير ميمڻ"، يار "حيدر"، "رابيل مکڙي"، محمد انور بلوچ، "بحر حاڪم" سيد محمد شاهہ بخاري، "ڪنپ مورٽين جا"، امر اقبال، "زندگي مرجهي وبل گل جهڙي"، منصور حسين، "ڪراچي سنڌي جي مارئي"، گل حسن ڪملتي، "توکي مون ساريو"، زيب سنڌي، "مون کي ساهہ کڻڻ ڏيو"، "همہ منصور هزار"، غلام نبي مغل، "گل گل هٻڪار"، رئوف نظاماڻي، "هڪ ليڪڪ جو تخليقي سفر"(امر جليل جي باري ۾ 5 جلد) ترتيب مختيار ملاح، "سنڌو بقا مان فنا آهيان"، "هيءَ منهنجي سنڌ تہ ناهي"، "امر جليل جي سنڌو"، امر جليل، "سنڌو جا قديم وهڪرا"، شير خان سيلرو، "ڏور ٻہ اوڏا سپرين"، "مهرالنساءَ لاڙڪ"، "اوسيئڙي ۾ جڙيل آس"، عبدالسلام ٿهيم، "ڪچا رشتا"، دريا خان شنباڻي، "لاڙڪاڻو ليڊرن جي ڌرتي"، ستار پيٽي، "اذيتن جي اُس"، جعفر شهاڻي، "شاعر جي اک سان آمريڪا جا عڪس"، ڊاڪٽر مشتاق ڦل، "شاهہ لطيف جا شيدائي"، راهب علي لاڙڪ، "ڪوجهو ٿهر ڪلاچ ۾"، زاهد راڄپر، "ياتم جهاتي جهان ۾"، شيام ڪمار، "اڄي رات ڪارو چنڊ"،(ڊراما) محمد علي پٺاڻ، "اجهاميو ٻران"، (ناول) ظفر، "جڏهن ماڻهو بغاوت ڪن ٿا"(ترجمو) امان الله شيخ، "معجزا اوهان لاءِ منتظر آهن"، نديم گل عباسي، "اسلامي تهذيب جي تاريخ"، همسفر گاڏهي، "وجود جي ڳولها"(ڪهاڻيون) فرزانہ شاهين، "سرواڻ"(ترجمو) عبدالرزاق عمراڻي، "ڀهرين جنوري"،(ڪهاڻيون) انور ابڙو "آئينا ۽ عڪس(ڪالم) ڊاڪٽر ذوالفقار سيال، "عشق جو آسيب"، رسول ميمڻ، "نڙيءَ ۾ اٽڪيل سچ"(ڪهاڻيون) انور ڪاڪا "خوابن جا رشتا"، منور سراج، "آءُ اسان وٽ ويهہ"، امر اقبال، "سنڌي ادب جو جائزو ۽ لطيفيات"، "اٿي رائوربل"، "اخلاقي قدر"، "وکرسووهاءِ"،سنڌي نثر جي صنفن جو اڀياس، " "سنڌي ادب تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو" "عالم سڀ آباد ڪرين"(لطيف شناسي) "سون ورنيون سوڊيون"(ڪهاڻيون ترتيب) "پلئہ پايو سچ، (تحقيق ۽ تنقيد)ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ، "ايڪويهين صدي ۽ شاهہ لطيف" (ترتيب) امان الله شيخ، "نسيم کرل ۽ سندس فن"، ڪشمير سومرو "چٽبو سچ"، "دانهون منهنجي ديس جون"، غلام مصطفيٰ سولنگي، "رشتن جو درد"، پارس صنم ڪاظمي،

"اڻ پورو وجود"(ڪهاڻيون) ممتاز لوهر، "اجري ڏرتي ميرا ماڻهو"، بيدل مسرور، "سرگوشيون(ڪالم) امر اقبال، "ساهت ڏيهه جا سرجڻهار"، رضوان گل، "جن سين لنئون لڳي"، اقرار پيرزادو "سگنيچر"، حسيب ڪانهيو "بدلجندڙ دور ۽ سنڌ" نصير ميمڻ، "ننڊ نہ ڪجي ناڪئا"، صدام حسين درس، "جنم جنم الميو" (ڪهاڻيون) يار محمد چانڊيو "دل جي شيلف مان"، محبوب پٿي، "سائنس ڏنو سوجهرو"(ٻاراڻو ادب) آزاد بخاري "سنڌ جي سڳنڌ"، فتح محمد ٽيهو "چنڊ ڪڙيو چيلهار ۾" (ترتيب) شهاب ۽ دليپ، "ناري جا ڏات ڏٺي"، سائل پنيرو "سهائي سپرين جي"، ايوب ڪوسو "چڱو پٽائي آءُ هلان ٿو"(صادق فقير جي ياد ۾) ترتيب، علي نواز آريسر ۽ زاهد.

**نظم جا ڪتاب:** "ٿر وڏو و ستار" "ڏوهيڙا" حاجي محمد حاجن استاد، "فناسواءِ سڀ فنا"، "روپ بہ مايا پريت بہ مايا"، جاويد شبير، "ڳاءِ تہ ننڊ اچي"، حفيظ باغي، "چنڊ، سمنڊ ۽ مان"، شبانہ سنڌي، "لفظن پوڄيو آ بنواس"، سيما عباسي، "جلا وطن ننڊون"، آڪاش، "ديوان بهرام"، بهرام امازي، "عشق سينگار آ"، الطاف حسين لاڪير، "مرڪيو چهرو مند جو"، **خطائي ٽيهو** "زندگي جهومي پيئي"، نياز ملاح، "خواب اکين ۾ پلجن"، اسير ملاح، **"منهنجو عشق سڪندري"**، مشتاق علي مشتاق ميراڻي، "صليب جو سڏ" **اياز امر شيخ**، "مري شال ملهايان"، آزاد بخاري، "گهٽيون گهاو ڏين پيون"، سليم چنا، "آءُ آهيان نياز"، نواز علي نياز "تنهنجي سهڻي سار"، "سونهن جي بارگاهہ"، صديق مهيسر، "هن مون کي چڏي ڏنو"، ايوب گل، "جيءُ جيارو جن"، سجاد ميراڻي، "آس جا ڏيئا"، جبار تاثير سومرو "ڪٽي شام ٽيندي"، يونس همدم، "نيڻ آلا ٿي ويا"، رحمت سومرو "رڻ ۾ رات نري"، رحيم داد جوڳي، "بند اکيون آواره سپنا"، اسير امتياز "ڪاڇي پيئي ڪوڪ"، جوهر بروهي، "اسان کي اکيون جڻ روئڻ لاءِ مليون"، ايل داس ڀيل، "نيرا ناڻي نيڻ"، مريم مجيدي، "موتي ميڙيا مون"، فقير اصغر سيتائي، "پتڻ جون پڪارون"، عبدالغفار شيخ، "توکي آ منهنجو سلام سائين"، سگهڙ فقير ڏاڏو ڏنل، "تنهنجي خوشبو آئي هوا سان"، محبتي ملاح، "چانڊوڪيءَ جي پاڪر ۾" اداسي جکراڻي، "سنڌو ڏارا"، ظفر پيرزادو "حُسن کي سجده"، حيدر ملاح، "اڪڙين آلاڻ"، ڪفايت علي لاڙڪ، "جل تي ڪنول جيان"،

”جاڳ او ٻالڪ جاڳ“، گوهر سنڌي، ”سمنڊ ۾ سپ“، سرڪش سنڌي، ”ياد ٻهانا ڪيا“، ماڻڪ ملاح، ”خوشيون پرڏيھ جا پنڇي“، سائل پيرزادو، ”منفرد“، مسرور پيرزادو ”هوائن جي هندوري“، وفا عظيم جلباڻي، ”چاهتون ۽ خواهشون“، محمد موسيٰ جروار، ”آسن جا ڏيئا“، جبار تاثير سومرو، ”هٿيوپاند رخن تان“، گلاب سولنگي، ”عشق جو آسمان“، مولابخش ڪيريو، ”ريشمي غزل“، بالا بلوچ، ”سانوڻي درد جي“، درد هوش محمد ابڙو ”دراوڙ دل جي تنهائي“، اياز جاني، ”ڏونگر مون سين رو“، آتش پنهيار، ”اجان مان سوچ ۾ آهيان“، علي حسن سرڪي، ”سپنا تڙپن ساپيان لاءِ“، بشير سيتائي، ”قدم ڪان عدم تائين“، روبينه ابڙو ”دنيا آڪيرو“، زاهده تاج ابڙو ”خواب ٿا ڪولين اکيون“،”صبح جو ستارو“ حبدار سولنگي، ”خدائي رقص ۾ آهي“، رحمت پيرزادو”آديسين ادب آهي اکڙين ۾“(ترتيب) ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ، ”چوٽاٽيل چنبيليا“ مارو جمالي، ”دل جي ڪول دري“، بخشل باغي، ”نگاهن جا سجدا“، رخسانه پريت چنڙ، ”آءُ غزل چو نه چوان“، نذير ناز ”شاعري ڳالهائي ٿي“ (ترتيب)، ”پئسو لڏم پٽ تان“، غلام مصطفيٰ سولنگي، ”سونهن جون سوَ صورتون“، شاهه محمد پيرزادو ”ڳوڙهو ڳوڙهو سوڳ ۾“، انجم قاضي، ”پيار جي پهرين بارش“، رضوان گل، ”سوچن جو سنسار“، عبالخالق عبد، ”هجوم درد جو“، سرتاج جاگيراڻي، ”سانيڊي چڏ ساهه ۾“، ڪامل امداد جتوئي، ”عڪس ۾ رقص“، احسن چانڊيو ”پيچرا تنهنجي پنبڻين جا“، گوهر شيخ، ”تنهنجي نانءُ“، نشا ڪنول، ”گهڙين ٻڌا گهنگهرو“، راشد بروهي، ”خواب آئينا ٿيا“، رجب ٻگهيو ”سانجھه لهي ٿي سوڳ ۾“، اداسي جکراڻي، ”اکين جي حياتي“، نذير سروهي، ”سرجٹهار“(ترتيب) ڪوثر برڙو ”سڏڪا، سارون ۽ حاڪم“شاعراڻو نثر“حاڪم علي ڪتوهر، ”نچڻا ڪيڏٹا ڪلٹا ٻار“، آزاد بخاري، ”اجايل خواب“، نجم سرهيو ”سهڻا ٻالڪ سنڌ جا“، عبدالحئي پلي ”واچوڙا وجود ۾“، ”ڊاڪٽر رضا چانڊيو“، ”سمنڊ جو رقص“، خالد ساحل ڪيريو ”سرءُ جا پن“، نور محمد سومرو ”انڌيرا روشني ٿيا“، ”سوين جا الڪا“، ملزم سومرو، ”لفظن جي سوجهري ۾“ (14 شاعرن جي شاعري ترتيب) عبدالجبار جوش، ”مرڪون محبوبن جون“، شاد جلباڻي،

"چاهہ چريا، اتساهہ چريا"، بشير سيتائيءَ ۽ ٻيا ڪوڙ سارا ڪتاب آهن جيڪي هن صديءَ ۾ سنڌي ادب جي سونهن بڻيا آهن.

هتي تہ فقط چند ڪتابن جو ذڪر خاص طور نون لکندڙن جو ڪيو ويو آهي تہ جيئن پڙهندڙن کي خبر پوي تہ سنڌي ادب هاڻي ڪتابن ڇپجڻ جي لحاظ کان اڳتي اچي رهيو آهي. يعني سنڌ وڏو نصيبدار خطو آهي جنهن ۾ هن افراتفريءَ ۾ انٽرنيٽ ۽ ميڊيا جي دور ۾ ڪتاب لکيا، پڙهيا ۽ پسند ڪيا وڃن ٿا ۽ ٻيا وڪامجن بہ خوب ٿا. جَس آهي انهن ادارن کي ۽ انهن ذات ڏٽين کي جيڪي وڏيءَ محنت سان لکن ۽ ڇپرائين ٿا. لکڻ تہ ڏکيو آهي پر وڏو مرحلو ڇپجڻ جو پڻ آهي. ڪنهن ليکڪ جي سڀ کان وڏيڪ خوشي ان ڏينهن هجي ٿي جنهن ڏينهن سندس ڪتاب ڇپجي پڙهندڙن تائين پهچندو آهي ۽ جڏهن انهيءَ ڪتاب جو مهورت ٿو ٿئي تڏهن هيڪاري سندس خوشي دوچند هوندي آهي. سوشل ميڊيا تي پيغامن جي وٺ وٺان شروع ٿي ويندي آهي ۽ بيشڪ ٿيئي پر هتي هڪڙو عرض ضرور ڪنديس تہ ڪتاب جي ڪاميابيءَ جو دارومدار نہ مهورت تي آهي ۽ نہ ئي سوشل ميڊيا جي پبلسٽيءَ تي آهي. ڪتاب تہ خود پنهنجي پڙهندڙ سان ڳالهائيندو آهي. ليکڪ جي فقط اها ڪوشش هئڻ گهرجي تہ سندس ڪتاب زنده رهي، ڇو جو ڪتاب جو زنده رهڻ ئي سندس زندگيءَ جي خوشي آهي. ڪتاب اهو زنده رهندو جنهن جو لکندڙ انهيءَ فن کي پنهنجي رت جو ريج ڏيندو. لکڻ جو فن محنت طلب آهي. ان ۾ جلد بازي ۽ تڪڙي واهہ واهہ جي بدران جڏهن بہ ڪنهن موضوع تي قلم کڻجي تڏهن تمام دل جي سچائيءَ ۽ وڏيءَ ڄاڻ سان لکجي جنهن بہ صنف ۾ لکجي چاهي اها شاعري هجي يا نثر. انهيءَ جي سٺي معلومات هئڻ گهرجي جنهن لاءِ گهڻي ۾ گهڻو پڙهڻ گهرجي. سٺا ۽ عمدا ڪتاب مطالعي هيٺ آڻجن ۽ لکندڙ کي ڪڏهن بہ مطمئن ٿيڻ نہ گهرجي. هو هڪ نقاد جيان پنهنجي لکيل کي وَرَ وَرَ ڏيئي پڙهي ۽ ان کي پرکي. اهوئي معياري ادب جي تخليق جو هڪ رستو آهي. مهورت ۽ اپياسي ويهڪون ڪتابن جي واڌ ويجهہ لاءِ سٺو ذريعو آهن ۽ انهيءَ سان ليکڪ جي همت افزائي ٿئي ٿي. ان ۾ بہ معياري طريقو هئڻ گهرجي. بعضي ائين بہ ٿيندو آهي تہ ڪتابن تي ڳالهائڻ لاءِ جن مهمانن کي

سڏيو ويندو آهي انهن کي انهيءَ ڪتاب جي موضوع ۽ مواد جي بہ ڄاڻ نہ هوندي آهي. هو تہ ليکڪ جي پورهئي کي بہ سڃايو پيش ڪري نہ سگهندا آهن۽ نہ ئي ان ڪتاب تي ڪا روشني پئي سگهندي آهي.

سنڌي ادب جي ڪتابن کي وڌائڻ لاءِ هڪ وڏي نيٽ ورڪ جي اڄان بہ گهرج آهي جنهن ۾ قائم ڪيل سرڪاري، ادارا ۽ پرائيويٽ ادارا مضبوط نموني گڏجي ڪم ڪن. سنڌ جا پبلشرز مالي طور مضبوط نہ آهن ڪين حڪومت وٽان ڪا مدد، ڪو قرضي حسنہ نٿو ملي. هُو سڀ محنت پنهنجي روزگار لاءِ خود ذاتي طور ڪن ٿا(اهو سندن شوق پڻ آهي. جو ان پويان ڪيترا پبلشرز تہ ليکڪ پڻ ٿي ويا) هو ليکڪن کان پئسا وٺي پوءِ ڪتاب شايع ڪن ٿا. وٽن مسودن جا انبار پيا آهن. ڪيترن ڪتابن جو وارو نہ اچڻ ڪري اهي ضايع پڻ ٿي وڃن پيا. منهنجي خيال ۾ اهو بہ وڏو علمي ۽ ادبي نقصان آهي جنهن تي پڻ ڌيان ڏيڻ گهرجي. ڪي اهڙيون ڪوششون عمل ۾ آڻجن جو اسان وٽ جهجها، سستا ۽ سٺا ڪتاب ڇپجي هر هڪ پڙهندڙ تائين پهچن. هندوستان ۾ پڻ ڪتاب مهانگو ٿو ڇپجي ۽ اتي سنڌي ڪتابن جا خريدار پڻ گهٽ آهن پر جيڪي بہ ڇپجن ٿا انهن جون ڪجهہ ڪاپيون مقرر ادارا خريد ڪن ٿا. انهيءَ ڪري اهو ڪتاب ڪپي وڃي ٿو. ساڳيءَ ريت هتي پڻ ٿيڻ گهرجي. هيءَ هڪ قومي فريضو آهي جنهن ۾ هر هڪ کي پنهنجو مثبت ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، اهي ڪتاب ئي آهن جن جو سٺو معيار ۽ مقدار اسان جي قوم جي زندہ هئڻ جو ثبوت ثابت ٿيندو.

**حوالا:**


1۔ بيگ، مرزا قليچ، "مقالات الحڪمت"، سنڌي ادبي بورڊ، 1972ع ۔ص۔35

2۔ شاهہ، غلام مصطفيٰ پروفيسر، "معاشرو ۽ تعليم"، سنڌي ادبي بورڊ ص۔44

3۔ بخاري، استاد "پير نہ هٽن پوئتي"، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2002ع۔ ص۔ 56

# دادا هولا رام هنس ۽ ”فلاسافي جيون جيئڻ جي“ تحقيقي نظر

موئن جو دڙي واري ماتريءَ ۾ لاڙڪاڻي جي ڪپ وٽ قمبر ۾ جنم وٺندڙ دادا هولا رام هنس ننڍيءَ عمر ۾ سنڌ کي خيرباد چيو بيشڪ ڪيس هتان جون يادگيريون جهجهيون نہ رهيون پر ڪيس سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان عقيدت جي حد تائين محبت رهي. هن پنجاهہ سالن کان بہ وڌيڪ عرصو ”اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهت سڀا“ جي ساٿ سان سنڌي ٻولي ۽ ساهت جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ ان جي هر سال ٿيندڙ سيمينارن ۾ شرڪت ڪيائين. سندن اٿڻ ويهڻ وڏن ادبي شخصيتن جيئن اُتم، موتي پرڪاش، گوبند پنجابي، رام پنجواڻي ۽ ٻين ڪيترن سان رهيو. بيسٽ سنڌي سڀا معرفت پڻ وڏو ڪم ڪيائين سندن ڪتاب پڻ انهيءَ اداري مان گهڻي ڀاڱي ڇپيل آهن. هن ڪافي ڪتاب لکيا جن مان ڪيترا هندي، مرهٽي ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيا آهن. سندن ڪتاب ”ٽي عظيم شاعر“(شاهہ، شيڪسپيئر ۽ مها ڪوي ڪاليداس) سنڌي ساهت گهر حيدرآباد شايع ڪيو. هڪ اهم ڪتاب”آتم ڪٿا هڪ اديب جي“ جو سندن يادگيرين تي مشتمل آهي. 2004ع ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ سچيون ڪهاڻيون، مضمون ۽ ٻيا ليک لکيا اٿن. بنيادي طور فلسفيا نہ خيال رکندڙ هولا رام صاحب جيون جيئڻ ۽ سهڻي جيوڻ جيئڻ جو قائل ۽ مثبت خيالن کي اهميت ڏيندڙ ۽ عمل ڪندڙ انسان رهيو. سندس چوڻ موجب تہ:

”من کي ميزان ۾ رکڻ سان انسان وڏي آورجا ماڻي سگهي ٿو سئو سالن تائين نِروڳي جيون جي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ جو من جو ميزان تن جي توازن کي آڻي ٿو. پنجويهن سالن کان لکان پيو ۽ لڳاتار لکان پيو. لکڻ کان وڌيڪ پڙهندو آهيان. شهر ۾ ساهتيہ ئي منهنجو سونهون ۽ ساٿي آهي... اکر ئي منهنجي پونجي آهن. منهنجي لاءِ تہ زندگي هڪ سُرهاڻ جو سفر آهي.“(1)

”فلاسافي جيون جيئڻ جي“ هولا رام صاحب جو بيسٽ سنڌي سڀا ممبئي وارن طرفان 2000ع ۾ ڇپايل ڪتاب آهي جو فلاسافيڪل مضمونن تي آڌاريل آهي. مضمون نويسي هڪ اهڙو پُر اثر مشغلو آهي

جنهن جا گوناگون موضوع هجن ٿا. چاهي اهي مضمون ادب تي هجن يا اخلاق تي، مذهبي هجن يا فلسفي تي پر اهي پنهنجي پڙهندڙ تي جيڪو اثر ڇڏين ٿا انهي جي پويان لکندڙ جي شخصي هنر جو وڏو ڪمال ٿو هجي هن لاءِ موضوع مطابق مضمون جي ٻولي پيش ڪرڻ ضروري آهي. مضمون تاريخي آهي، سياسي، ادبي، علمي يا فلسفياڻو آهي تہ ليکڪ کي ٻوليءَ جي حوالي سان اهو ڌيان ڏرڻو آهي تہ هو موضوع مطابق لکي ڇو جو مضمون اهڙي صنف آهي جنهن ۾ مضمون نگار جو ادبي ۽ شخصي عڪس موجود هجي ٿو.

مون پنهنجي ڪتاب"اتي رائو ريل" ۾ اها وضاحت تفصيلي طور ڪئي آهي پر هتي اهو حوالو دهرائيندي مختصر طور اهو چونديس تہ. "مضمون ۾ مضمون نگار پنهنجي خيالن ۽ ويچارن کي ڪنهن بہ موضوع تي پيش ڪري ٿو. جنهن ۾ سندس چاڻ، مطالعو ۽ دماغي شخصيت ظاهر ٿين ٿا ۽ اهو هڪ موضوع سان لاڳاپيل هئڻ ضروري آهي ۽ ان ۾ هاڪاري ۽ مثبت پيغام هئڻ گهرجن، جو ادب مثبت خيالن کي فوقيت ڏيئي، سماج جي سڌاري جو پيغام ثابت ٿئي ٿو.(2)

محترم هولا رام جو فلاسافيڪل مضمونن جو مجموعو هڪ اهڙو ئي سماج جي سڌاري جو پيغام آهي. هيءَ مختصر پر هڪ جامع ڪتاب آهي. جو هر گهر جي لائبريريءَ جي زينت هئڻ گهرجي. پنجيتاليهن مضمونن ۽ ڇانوي صفحن تي آڌاريل هن ڪتاب جو مواد گهاٽو ۽ ڪارائتو آهي. ٽائيٽل ڪور تي ٻڪها وڻ ڏنل آهن جن منجهان سج جي روشني ليئا پائي رهي آهي. جنهن جي لاءِ ڄاڻايو ويو آهي تہ وڻ ۽ سج ڄاڻ جا اهڃاڻ آهن."فلاسافي جيون جيئڻ جي" ڪتاب جي مضمونن جا موضوع، "فلاسافي آهي. گيان ۽ سچ"، "گيان ۽ سڄاڻپ"، "آدمي خدا کان جدا نہ آهي"." آتما امر آهي"، "آتم وشواس"، "ڪرم وڏو يا قسمت"، "من ئي سچو سونهون آهي". "چنتائن کان ڪيئن ڇُٽجي" "صحتمند ۽ نروڳي آورجا ماڻڻ جا راز"، "پورهيو بہ هڪ قسم جي پوڄا آهي"."ارٿ شاستر" ۽ "اڄ جو انسان" "ٽيڪنالاجي"، "وڏن ماڻهن جون وڏيون ڳالهيون" ۽ ٻيا مضمون آهن.

هي مضمون فلاسافي لفظ جي وضاحت سان گڏ انساني حياتيءَ ۾ انهيءَ جي اهميت کي واضح ڪن ٿا تہ گڏوگڏ حياتي گهارڻ جا مول متا پڻ ڄاڻائين ٿا.

انسان، انساني زندگي، ان جو سماجي ڪارج، بندي ۽ مالڪ جو تعلق، زندگي ۽ موت جو ڳانڍاپو، ڪائنات جي گود ۾ ويهي ڪائنات جا اسرار سمجھڻ، ڏيان ۽ گيان، علم، سمجھ، سياڻپ، سادگي، خوش مزاجي، سائنس ۽ سياست مطلب تہ حياتيءَ جي گهڻن رُخن کي هن مختصر ڪتاب ۾ سهڻائيءَ سان سمايو ويو آهي ۽ ليکڪ موجب تہ:

”فلاسافيءَ جي معنيٰ آهي سچائي ۽ سئائيءَ لاءِ ڇڪ“

فلاسافر معنيٰ رهبر، گرو اڳواڻ، فلاسافيءَ جو واسطو گيان سان آهي ۽ گيان جو واسطو ڏاهپ ۽ سچائپ سان آهي ان ڪري فلاسافر کي ڏاهو بہ ڪري ڪوٺيندا آهن.

هن ڪتاب ۾ هندو ازم، تائو زم، ٻڌ يزم، سکزم، ڪرسچينٽي ۽ اسلام سان گڏ ٻين مذهبن جي رهبرن ۽ اڳواڻن ۽ ڌرمي ڪتابن جيئن، گيتا، رامائڻ، بائيبل، ڪلپ سوتر، زيندِ اويستا، قرآن پاڪ ۽ ٻين مان حوالا ۽ سمجهاڻيون ڏنل آهن تہ مشهور شخصيتن، حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم، حضرت علي، حضرت عيسيٰ، رام ڪرشن، گرو نانڪ، ارسطو افلاطون، سقراط، حافظ، جامي، شاھ لطيف، سنت ڪبير، رابعہ بصري، شيخ سعدي، شيڪسپيئر، ڪارل مارڪس، گوئٽي، ٽالسٽاءِ، نيپولين بونا پارٽ، ابراهيم لنڪن، ٽئگور، غالب، علامہ اقبال، خليل جبران ۽ ٻين ڪيترن جي چوٽين کي بيان ڪيو ويو آهي.

دادا هولا رام لکي ٿو تہ:

”فنڪار، ڪلاڪار، سائنسدان، ديش ڀڳت، دانوير ۽ جيڪي بہ مهان انسان آهن انهن جي وڏي ۾ وڏي پونجي آهي، سنا ويچار. ويچار شڪتيءَ جي ٻل تي ئي هو ناممڪن کي ممڪن بنائين ٿا. شاهڪار پيدا ڪن ٿا ۽ مهان ڪاريہ ڪري ڏيکارين ٿا. خراب خيالن جي اثر هيٺ اچي انسان خراب ڪاريہ ڪري ٿو. خراب ڪاريہ انسان ۾ بي آرامي پيدا ڪري ٿو. بي آراميءَ سان تناءُ، ڊپ، چنتا، آخر بيماري ۽ ان کان پوءِ پرلوڪ. اهوئي آهي ٿورن خراب خيالن جو اُتهاس، اسين سنسار کي اهوئي ڏئي سگهنداسين جيڪو اسان جي اندر آهي. روحانيت انسان کي ٻل ۽ صحيح راھہ ۽ رستو ٿي بخشي گهڻو پئسو انسان کي ڪنور ٿو بنائي ۽ انسان جي سيوا ايشور جي سيوا آهي.“

اڳيان چون ٿا تہ: ”انسان جو جمڻ ائين آهي جيئن ٻوٽي جو اُسرڻ يا گل جو ٽڙڻ، اچو تہ تياڳ ورتي ڏاري جيئري ئي هلڻ جي ڪلا سکون. پاڻ سڃاڻڻ معنيٰ آتما کي سڃاڻڻ ۽ آتما کي سڃاڻڻ معنيٰ ايشور کي سڃاڻڻ.“(3)

مطلب تہ مضمون نگار هن ڪتاب ۾ مهان خيال ۽ سوچون سهڻن لفظن ۾ بيان ڪيون آهن. سڄي ڪتاب موجب جيون جيئڻ هڪ فن آهي جنهن جي فلاسافي آهي تہ اهڙو جيون گهارجي جو موت کي مات ڏئي وڃهي. مقصدي زندگي ئي ڪامياب آهي، روزمره جي زندگيءَ ۾ مقرر نيم سان وقت ڪٽڻ، سادگي، عبادت، ورزش، مناسب غذا ۽ ٻين جي ڪمن ۾ دست اندازيءَ کان بچاءُ، لين دين ۾ سچو رهڻ، ڪنهن ڪلا ۾ وقت گذارڻ، خوش مزاجي ۽ قربانيءَ جو جذبو ۽ ٻيون خوبيون ملائي هڪ سٺي حياتي گهاري سگهجي ٿي.

ڪتاب جي ٻولي آسان هوندي بہ ڪنهن ڪنهن جڳهہ تي مشڪل آهي ڪجهہ هندي لفظن جو استعمال آهي جي سنڌ ۾ رائج نہ آهن پر تہ بہ اهڙا لفظ ڳاٽيتي ۾ گهٽ آهن ڪيترائي هندي لفظ سمجهہ ۾ ايندڙ استعمال ٿيل آهن جيڪي موضوع جي مناسبت سان جملن جي سونهن وڌائيندڙ آهن. مجموعي طور هي هڪ اعليٰ ادبي فن پارو آهي ڪتاب جي آخر ۾ رابندر ناٿ ٽئگور جي گيتانجليءَ مان هيٺين پرارٿنا ڏنل آهي. جا ليکڪ جي بقول سندس دل جي آواز آهي.

”هي پريو! ان راهہ تي وٺي هل، جتي مَنَ ۾ ڊپ نہ هجي. گيان تي ڪو ٻنڌن نہ هجي ۽ اخلاق جي ڪري سر اوچو هجي. جتي دنيا جهگڙن ۾ ورهايل نہ هجي. الفاظ سچ جي ساکي ڀرين. جتي انسان پنهنجي ڪرم سان عامل بڻجي، جتي ٻڌيءَ جو بول بالا هجي. جتي من تنهنجي ديا سان سٺن سٺن خيالن ۽ سُڪرمَن طرف رهبري ڪري.“

حوالا:


1_ هولا رام هنس، ”آتم ڪٿا هڪ اديب جي“ بيست سنڌي سڀا ممبئي، پشپ 47، سال 2004ع. ص. 7 ۽ 8

2_ ميمڻ پروين موسيٰ. ڊاڪٽر، ”اٿي رائو ريل“ محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد 2008ع. ص. 22.

3_ هولا رام هنس ”جيون جيئڻ جي فلاسافي“. بيست سنڌي سڀا. ممبئي. سال 2000ع. ص. 56_41، 28 ۽ 26.

# جمھوريت ئي بھترين انتقام آھي

## شھيد بينظير ڀٽو جي جمھوريت لاءِ جدوجھد

ٻرياسون تہ ٻَلَ، پر اُجھامڻ ڪان اڳ،
ھزارن چراغن ڪي، ٻاري ڇڏيوسين.

سلام صد سلام! موھن جي دڙي جي وارث، لاڙڪاڻي واسي ڀٽو خاندان جي فردن تيَ؛ جن نہ فقط ايشيا جي ترقي پذير خطي پاڪستان ۾ جمھوريت جو ٻج باقاعده طور ڇٽيو، پر ان جي بقا ۽ جيئدان لاءِ پنھنجين انمول جوانين کي قربان ڪيو. اڄ جو اسين ھن زمين تي آزاديءَ ۽ سُک جو ساھ کڻي، خودمختيار طور جِي رھيا آھيون، سو بہ فقط ۽ فقط سندن بيباڪ، بھادرانہ، دليرانہ قيادت ۽ جمھوري قوتن کي وڌائڻ ۽ ويجھائڻ جي طرزِ عمل جي ڪري. جمھوريت جي جدوجھد لاءِ پيش ڪيل جانين جا ھي نذرانا ڪڏھن بہ رائيگان نہ ويندا. تاريخ ۾ ھو سون وَرنَن حرفن سان ھميشہ لاءِ شھيدن جي حيثيت ۾ زنده رقم آھن.

مٿيون عنوان ٻن حصن ۾ ورھايل ھوندي بہ ٻئي حصا ھڪ ٻئي سان مربوط ڳانڍاپو رکن ٿا. "جمھوريت ئي بھترين انتقام آھي" جي پس منظر ۾ شھيد بينظير ڀٽو جي جمھوريت لاءِ ڪيل جدوجھد ۽ جاني قربانيءَ کي آمرانہ تلسط مان نجات جي تناظري ۾ توري جيڪڏھن تجزيو ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ جمھوريت جو قيام ئي آمريت کان انتقام آھي. انھيءَ لاءِ سڀ کان پھرين اھا وضاحت ڪجي تہ جمھوريت ڇا آھي؟ ۽ انَ ۾ ڪھڙي طاقت آھي جو اھا قوت بظاھر بدلي طور نہ استعمال ٿيندي بہ بھترين انتقام ثابت ٿئي ٿي ۽ پوريءَ دنيا جي

سڌريل ملڪن ۾ جمهوري سرشتي جي پسنديدگي ڇاجي ڪري آهي؟ پاڪستان جي حڪومتي ڍانچي ۾ سياسي طور جمهوري عمل جي پرورش ڪهڙيءَ ريت ٿي آهي ۽ ان ۾ محترمہ شهيد بينظير ڀٽو جي جدوجهد سان جمهوري قوتن کي ڪيئن تقويت ملي آهي؟

جمهوريت معنيٰ راءِ جو احترام، ماڻهن جي نقطءِ نظر جي اهميت، مختلف شين جو اتحاد، ٻَڌيءَ جي قوت. جمهوري طرزِ حڪومت (Democratic System) هڪ اختياري طور چونڊيل عوامي نظام آهي. جمهوريت جي برعڪس آمريت، فرد واحد جي حڪومت، زوريءَ مسلط ڪيل طاقت، بادشاهي يا مارشل لائي راڄ، آمريت (Dictatorship) عوام جي لاءِ غلاميءَ جي زنجير آهي تہ جمهوريت، سک جو ساهہ ۽ آزاديءَ جو پروانو آهي. پوريءَ دنيا ۾ جڳن کان آمريت ناپسنديده رهي آهي. جمهوري راڄ جو طريقو خود خدا پاڪ کي پسند آهي. ڌڻيءَ سڳوري جو حڪم آهي:

”اي مؤمنو! توهين پاڻ مان پنهنجي لاءِ ديندار حاڪم ڳَڌجي چونڊيو“.

چونڊن جي ذريعي حاڪم جو چونڊجڻ احسن عمل آهي، ڇوتہ بادشاهت واري موروثي طريقي ۾ ضروري نہ آهي تہ پيءُ سنو حڪمران رهيو هجي تہ سندس پٽ بہ بهترين حاڪم ثابت ٿئي، جيئن امير معاويہ ۽ يزيد جو مثال سامهون آهي. ڪيترن مسلمانن سندس هٿ تي بيعت ڪرڻ پسند نہ ڪئي. اهڙيءَ آمريت کي ختم ڪرڻ ۾ ئي انسانيت جي بقا آهي. نبي سڳوري جي پياري ڏوهٽي بہ پنهنجي ۽ پنهنجي آل عيال جي جانين جا نذرانا پيش ڪري، آمريت جو خاتمو آندو.

دوست ڪُهائي دادلا، مُحبَّ مارائي،
خاص خليلن کي سختيون سَهائي،
”الله الصمد“ بي نياز، سا ڪري، جا چاهي،
انهيءَ منجهہ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي.

(سر ڪيڏارو، 2-5)

سچو ۽ نيڪ حاڪم چوندجڻ سان ئي جمهوريت جي پاڙ پختي ٿئي ٿي، چوندبيل عوامي نمائندو پنهنجي قول ۽ فعل جي لاءِ جوابده رهڻ گهرجي. جهڙيءَ ريت ووٽر جا فرض ۽ جوابداريون آهن، ساڳيءَ ريت چوندبيل عوامي نمائندن جا به فرض ۽ جوابداريون آهن. انهيءَ ڪري ئي جمهوريت لاءِ چيو ويجي ٿو ته،

"Democracy is a form of Government of the people, by the people and for the people."

نه فقط ملڪ جو صدر، پر سڄي نظام هلائڻ لاءِ چوندبيل قومي ۽ صوبائي اسيمبلين معرفت وزيراعليٰ ۽ وزيراعظم چوندبيا وڃن ٿا ته سينيٽ جي چيئرمن کي به مقرر مدت لاءِ منتخب ڪيو وڃي ٿو. دنيا جي ڪجهه ملڪن ۾ جمهوريت جي استحڪام ۾ رڪاوٽن سبب چوندبيل حڪومتون مقرر مدو پورو ڪري نه سگهنديون آهن، انهن ۾ پاڪستان جو شمار به ٿئي ٿو. هتي اڄ تائين 5 سالن جو مقرر مدو ڪا به جمهوري حڪومت ماڻي نه سگهي آهي، جنهن جا به ڪيترائي سبب آهن. هتي جو اڪثر عوام اڻ پڙهيل آهي، ان ڪري ڪيترا ماڻهو ووٽ جي اهميت کان واقف ناهن. ڪافي ماڻهو پنهنجي قوم، برادري ۽ پئسي وارن کي ووٽ ڏين ٿا، چاهي اهو لائق هجي يا نالائق! ووٽ پئسي جي زور تي خريد ڪيو وڃي ٿو ته چوندن دوران دنگن فسادن ۽ جهڳڙن جي ڪري به ماڻهن جو وڏو انگ پولنگ بوٿن تي نٿو وڃي ۽ عوام جي گهٽ سيڪڙي جي ووٽ وجهڻ باعث نمائندگيءَ جو صحيح فيصلو نٿو ٿئي. اها به حقيقت آهي ته ملڪ جي اسٽيبلشمينٽ طرفان صاف ۽ شفاف چوندن ڪرائڻ ۾ ڌيان نٿو ڏريو وڃي، جنهن جي ڪري ڪجهه جماعتون اقتدار ۾ اچي ملڪ ۽ قوم کي ڪرپشن باعث نقصان پڻ پهچائين ٿيون.

حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته "ووٽ قومي امانت آهي" ووٽر جو

فرض آهي تہ هُو هن اهم امانت ۾ خيانت نہ ڪري. ڪيس خبر هئڻ گهرجي تہ هُو ڪنهن لائق، سمجهدار ۽ وطن دوست کي چوندي رهيو آهي يا ڪنهن نالائق، بدنيت ۽ انسانيت جي دشمن کي ڪامياب ڪري رهيو آهي. هڪ بالغ فرد طور ڪيس پنهنجي ووٽ جي ڪمائتي استعمال ۽ صحيح انتخاب جي ڄاڻ هئڻ ضروري آهي. هر هڪ ووٽر جو ووٽ قيمتي آهي. جمهوري سرشتي ۾ ووٽر جي تمام گهڻي اهميت آهي، خود ووٽر لاءِ سندس راءِ جو اظهار پڻ هڪ وڏو امتحان آهي. صاف ۽ شفاف چونڊون ئي جمهوري راڄ جو قيام آهن، جنهن جي لاءِ ووٽر ۾ قومي سوچ جي جذبي جو هئڻ نمايان حيثيت رکي ٿو. ووٽ عوامي حياتيءَ سان واسطو رکي ٿو ۽ انهيءَ ۾ بدديانتيءَ سان نہ فقط راڄن، پر قومن جي قسمتن سان ڪيڏيو وڃي ٿو، جنهن سان ملڪ ۽ قومون تباهہ ٿي وڃن ٿا.

## بدحالي ۽ خوشحالي آهي اسان جي هٿن ۾،
## ووٽن سان ٿو مٿجي، تقدير جو فسانو.

ووٽ کي فرقيواريت، مذهبيت، لسانيت ۽ علائقائيت کان بچائڻ گهرجي، ڏانڌلين کان پاڪ چونڊون ڪامياب جمهوري سرشتي ۽ انهيءَ خطي جي سلامتيءَ جون ضامن آهن، جو سڀ ڪجهہ اليڪشن ڪميشن، اليڪشن ۾ بيهندڙ ميمبرن، عوام، موجود حڪومت ۽ اسٽيبلشمينٽ جي تعاون سان ممڪن آهي. راڄ نيتي، خلوص، سچائي، قرباني ۽ نيڪ نيتيءَ تي مشتمل هوندي آهي. جيڪڏهن چونڊيل نمائندي کان عوام کي صحيح موٽ نٿي ملي تہ هُو بيهر ڪيس ووٽ ڏيڻ کان پاسو ڪن ٿا. انهيءَ ڪري عوامي عدالت پنهنجي اڪثريت سبب صاف چونڊن ۾ پنهنجو فيصلو مڃائيندي آهي. اهڙيءَ ريت ئي وقت سان گڏ قوم ۾ راءِ جي اظهار جو ڏانءُ ڪاميابيءَ سان اچي ٿو.

جمهوريت بڏي پيئي شڪايت عوام جي،
هي وقت تو ڪري پيو وڪالت عوام جي،
محفوظ فيصلو تي رکي پاڻ وٺ اهو،
ڏسجي تہ ڇا ڪري تي عدالت عوام جي.

بادشاهت يا مارشلائي حڪومتون مرضيءَ جون مختيار هئڻ ڪري ڏاڍ ۽ ڏنڊي تي ياڙين ٿيون، جنهن جي ڪري وچيون ۽ عام طبقو اهڙن اڳواڻن ڪان پري ٿي ويندو آهي. وڏي ڳالهہ تہ اهڙن حڪومتي دورن ۾ راءِ جي آزاديءَ جي پابنديءَ سبب پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا بہ پابند هوندا آهن. آمرانہ حڪومتي سرشتي جي خامين سبب پوريءَ دنيا ۾ جمهوري حڪومت جي سرشتي کي قدر جي نگاهہ سان ڏٺو وڃي ٿو. راءِ جي اظهار واري آزاديءَ جي سفر ۾ پاڪستان جو ملڪ پڻ پنهنجون ڪوششون ڪري رهيو آهي، پر هن ملڪ ۾ جمهوريت جي وڌڻ ويجهڻ ۾ ڪافي رڪاوٽون آهن. جڏهن تہ هتي بي مثال سياسي بصيرت رکندڙ اڳواڻ ۽ رهنما رهيا آهن. قائداعظم محمد علي جناح، علامہ اقبال، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو، شهيد محترمہ بينظير ڀٽو جي ڪوشش سان هيءَ ملڪ مسلم دنيا جو آزاد ۽ روشن خيال ملڪ بڻيو آهي، پر هتي ائين بہ ٿيو آهي تہ پنهنجن ئي اڳواڻن کي قتل بہ ڪيو ويو آهي تہ سوريءَ سزاوار بہ، دهشتگرديءَ جو ڪاج پڻ بڻايو ويو آهي تہ جلاوطن بہ. تڏهن بہ اڙٻنگ ۽ اڏول انسانن طرفان هن ڌرتيءَ تي هيءُ جمهوري سفر جاري ۽ ساري آهي. ڪين ڪيتريون سزائون ڏنيون وڃن ٿيون. ڇا احتساب فقط جمهوريت جي حصي ۾ آهي؟ حقيقت ۾ هن ڌرتيءَ جي گولي تي ڪو بہ انسان غلطين ڪان آجو ڪونهي، انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ ملڪ ۾ ٿيل بدعنوانين جي جانچ لاءِ سچار، محب وطن ۽ ايماندار عدالتي ڪميٽيون مقرر ٿين تہ جيئن جمهوري سرشتا پروان چڙهن.

ڪجھ براين جي باوجود بہ پوريءَ دنيا ۾ جمهوريت کان وڌيڪ بهتر حڪمرانيءَ جو تصور اڄ ڏينهن تائين قائم نہ ٿيو آهي. حقيقت ۾ جمهوريت، نظام کان وڌيڪ قدرن جو نالو آهي. اهڙا قدر، جيڪي ماڻهوءَ ۾ ماڻهپو پيدا ڪن، اهڙا قدر، جيڪي انسان کي انسانيت جي عزت ڪرڻ سيکارين، اهڙا قدر، جيڪي محدود قسم جي جمهوري تصورن کان مٿانهان هجن، جن ۾ هر زنده ضمير شخص پنهنجي مَنَ ۾ مفتي ويهاري، پنهنجي احتسابي عدالت ۾ پاڻ ڪڙو هجي. هٿرادو هٿ ٺوڪيل احتسابي هٿڪنڊن کان ادنيٰ ۽ عام آجو هجي تہ جيئن ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جي طوفان کي هميشہ لاءِ ٻُنجو اچي وڃي.

**جمهوري قدرن جي واڌاري لاءِ هن ڌرتيءَ جي خطي تي جن شخصيتن ڪوششون ڪيون ۽ قربانيون ڏنيون، انهن ۾ شهيد محترمہ بينظير ڀٽو جي جدوجهد صد هزار بار واکاڻ جوڳي آهي. سنڌ جي هن سون ورنيءَ سوڍيءَ پنهنجين رڳن ۾ ڊوڙندڙ رت جو ڦڙو ڦڙو پاڪستان جي ڌرتيءَ کي جمهوريت جي سلاميءَ ۾ ڏنو. هر پل ۽ هر وقت مٿس هن ملڪ جو ٻچو ٻچو ناز ڪندو رهندو.**

شهيد بينظير ڀٽو جمهوريت، عوامي حقن جي بحالي، آئين جي پاسداري، ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ هڪ ڏکي جدوجهد ڪئي. سندس عزم پاڪستان جي بقا، استحڪام ۽ سالميت سان گڏ ان جي عوام کي بااختيار ۽ سياسي طور مضبوط بنائڻ هو. هُن نہ فقط قيد و بند جي صعوبتن کي صبر سان سَنو، پر ظلمن ۽ جبرن کي پڻ منهن ڏنو. پر بدلي ۾ ڪيس نوجوان ڀائرن جا لاش تحفي ۾ مليا. پنهنجيءَ پياريءَ امڙ کي حال کان بي حال ٿيندي ڏٺائين. سندس وَرَ 8 سال قيد جي سزا ڀوڳي، سختيون سَنيون ۽ هن پاڻ اڪيلي سر ٻچڙن جي تعليم ۽ تربيت سان گڏ رياستي ڏاڍ کي منهن ڏنو، پر

سندس عزم ۽ استقلالَ ۾ ڪو بہ لوڏو نہ آيو. انهيءَ عزم ۽ استقلال ۽ جاه و جلال جو اهم سبب اهو هو تہ سندس خون جهونجهارن جيالن جي خاندان مان هو، جن پنهنجي ريتي رت سان هن سرزمين جي جمهوريت جي تاريخ لکي آهي. هن بي خوف ۽ بهادر خون جا نشان ڪال ڪوٺڙين کان قاسي گهاٽن تائين، ڪراچيءَ جي ڪلفٽن جي روڊن کان راول پنڊيءَ جي رستن تائين هر عام ۽ خاص کي چٽا پسجڻ ۾ اچن پيا. هنن سورهين وٽ سِر ڏيئي سَرهو ٿيڻ جي ريت رهي آهي. سندن لاءِ **"سَختِي شهادت جِي نِسورو ئي ناز"** آهي. وٽن سياست جدوجهد ۽ عبادت، تہ شهادت ان ۾ ماٺيل حقيقي سعادت رهي آهي.

ڀٽو خاندان جي سياسي جدوجهد جي ڪهاڻي سر شاهنواز ڀٽو کان شروع ٿئي ٿي. انگريز دور جي هن ڄاڻو ۽ مدبر شخص، "سنڌ مدرسة الاسلام" مان قائداعظم محمد علي جناح سان گڏ تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ سندن ويجهو دوست پڻ هو. 1913ع ۾ هن باقاعده سياست جي ابتدا ڪئي ۽ پنهنجو پاڻ کي عام جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. 1919ع ۾ ايڪٽيهن سالن جي عمر ۾ هُو دهليءَ جي امپيريل ليجسليٽيو ڪائونسل جي چونڊ ۾ منتخب ٿيو، پوءِ لاڙڪاڻي جي لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ ٿيو. سنڌ صوبي جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ واري مسئلي کان وٺي پاڪستان جي آزاد ٿيڻ تائين سندس خدمتون لاجواب رهيون.

ساڳيءَ ريت شهيد ذوالفقار علي ڀٽو (بينظير صاحبہ جو والد) ايشيا جو هڪ مجيل سياستدان، پوريءَ دنيا جي مسئلن تي نظر رکندڙ پاڪستان جو هڪ ڪرشمہ ساز ليڊر هو. هُو هڪ ڏاهو ۽ سچيت سياسي رهنما هو. سندس ڄاڻ، ذهانت، حاضرجوابي، تقرير ۽ تحرير جي شعلہ بياني، انگريزي زبان تي بهترين دسترس کي دنيا جي وڏين وڏين شخصيتن مڃتا ڏني آهي. آمريڪا جي ڪيليفورنيا

۽ آڪسفورڊ جي تعليم يافته هن جاگيردار سياستدان، مٿانهين طبقي سان تعلق رکندي به عام عوام جي ڏکن ۽ سورن کي دل سان سمجهيو. ”روٽي ڪپڙا مڪان“ جو فقط نعرو نه هنيو، پر بي گهرن کي اجها اڏي ڏنا ته هارين نارين کي مالڪاڻه حق عطا ڪيا. ملڪ کي بهتر آئين ڏنو ۽ جمهوريت جي ڍانچي کي مضبوط بنياد فراهم ڪيو. اڳيان هلي ”قائد عوام“ جي آندل جمهوري انقلاب جي گس کي جيئندان شهيد بينظير ڀٽو جي ڪاوشن ڏنو. ڀٽو صاحب 1967ع ۾ مرڪزيت پسند ”پاڪستان پيپلز پارٽي“ جو بنياد رکيو ۽ جنهن جي اڳواڻي به چيئرمين جي حيثيت سان هُن پاڻ ڪئي. انساني حقن لاءِ جاکوڙيندي پنهنجي قوم کي هُن جمهوريت جي حقيقي مفهوم سان آشنا ڪيو. ملڪ جي اقتدار جون واڳون ڏکئي دور ۾ سنڀاليندي به هن انهيءَ مشڪل وقت کي ڪاميابيءَ سان هلايو. پر 4 اپريل 1979ع تي پاڪستان جي عوام سان گڏ پوريءَ دنيا هڪ ناقابلِ يقين خبر نشر ٿيندي ٻُڌي ته ڀٽو صاحب جي آواز کي هميشه لاءِ دٻائي، ڪيس شهيد ڪيو ويو. اهڙو آواز ختم ڪيو ويو، جيڪو عوام جي طاقت هو ۽ پاڪستاني عوام سندس وڏي طاقت هئي.

**ديومالائي ڪردار ٻٽيل ڀٽو خاندان جي نياڻي شهيد بينظير ڀٽو جي جمهوري جدوجهد جا انيڪ بيان آهن. هُن پنهنجي سياسي اختلافن کي انڌن انتقامن ۾ بدلائڻ بدران جمهوريت جي استحڪام کي ئي بهترين انتقام ڄاڻايو. اصولن ۽ نظرين کي هميشه اوليت ڏني، تڏهن ئي ته هن بي خوفيءَ سان جمهوريت جي بقا لاءِ پنهنجي جان جو نذرانو ڏنو.**

موهن جي دڙي سان واسطو رکندڙ سنڌ جي هن **شهيد راڻيءَ** جي شخصيت پوريءَ دنيا ۾ شهرت يافته رهي آهي. هوءَ اعلي تعليم يافته، باهمت، باڪردار، بااخلاق ۽ باشعور خاتون هئي. سندس همه گير شخصي وصفن ڪيس سنڌ ۽ پاڪستان سان گڏ

ايشيا جي سجاڳ بنائي ڇڏيو. هوءَ ننڍپڻ کان ئي ذهين، سلڇڻي، مطالعي جي شوقين ۽ شاندار سياءَ جي مالڪ هئي ۽ ڪيمبرج، آڪسفورڊ جي علمي دور کان ئي سياست ۾ داخل ٿي چڪي هئي. آڪسفورڊ يونين جي پريزيڊنٽ هئڻ جو اعزاز بہ کيس حاصل هو تہ دنيا جي ڪيترين يونيورسٽين ۽ ادارن طرفان کيس ايوارڊ ۽ شيلڊون مجتا طور مليا. کيس ڪيمبرج مان "ڊاڪٽر آف لا" جي اعزازي ڊگري عطا ٿي. انساني حقن لاءِ ڪيل جدوجهد جي اعتراف ۾ کيس گڏيل قومن طرفان انساني حقن جو ايوارڊ ڏنو ويو. ڀٽو صاحب سندس سياسي تربيت شاگرديءَ جي زماني کان ئي ڪرڻ شروع ڪئي هئي. پاڻ سيڪيورٽي ڪائونسل جي اجلاس ۾ پنهنجي ملڪ جي نمائندي طور تقرير ڪرڻ ويو تہ هن بينظير صاحبہ کي خاص طور هارورڊ مان اجلاس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ گهرايو. اهڙيءَ ريت شملہ معاهدي 1972ع کان يورپ ۽ آمريڪا جي دورن تائين بين بہ اهم سياسي موقعن تي هُو کيس گڏ رکندو هو. هوءَ پاڻ پنهنجي والد وانگر مضبوط اعصاب، نڊر فطرت ۽ سياسي سمجهہ جي مالڪ هئي.

ڪجهہ نقاد لکن ٿا تہ "ڀٽو صاحب مصلحت پسند نہ هئڻ ڪري خود کي خود ماري وڌو ۽ ان کي پنهنجو پاڻ کي بچائڻ گهربو هو. حقيقت ۾ کيس ڪير بہ ماري نہ سگهي ها، جيڪڏهن هو پنهنجو پاڻ دشمن نہ ٿئي ها. قوم کي هُن جي ضرورت هئي ۽ قومن جي تاريخ ۾ روز روز اهڙا گوهرِ نامدار پيدا ڪونہ ٿيندا آهن. هُو هن قوم جي لاءِ قدرت جو هڪ الاهي تحفو ۽ هڪ وڏي نعمت هو." پر شايد نقادن کي اها ڄاڻ نہ آهي تہ اهي دلين جا سودا آهن حياتي بچائڻ وارين ظاهري تدبيرن جي بجاءِ هُو موت کي مات ڪندڙ هئا.

ایسے بھی ہوتے ہوں گے، جن سے سولی بھی شرماتی ہے،
ایسے بھی جن سے دار کا تختہ سجا سجا سا لگتا ہے۔

سو ساڳيءَ ريت شهيد راڻيءَ وٽ به پنهنجي والد جيان شينهن واري هڪڙي ڏينهن جي حياتي، ٻين ظاهري سَوَن سالن جي زندگيءَ کان بهتر هئي. تڏهن ئي پاڪستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اهي پڙاڏا ٿا گونجن ته:

”تم کتنے بھٹو مارو گے؟ ہر گھر سے بھٹو نکلے گا“

شهيد راڻي هڪ عظيم انسان ۽ هڪ عظيم قائد هئي. عوام جي خوابن جي عڪس کان حقيقت جو روپ هئي. نه فقط پاڪستان جي ڪروڙين ماڻهن جي دلين تي راڄ ڪندڙ رهي، پر آمريڪا، يورپ، آفريڪا، ايشيا ۽ مسلم دنيا سان گڏ پوريءَ ڌرتيءَ جي گولي تي هوءَ اهميت جوڳن فردن مان هڪ هئي.

جڏهن هوءَ تعليم مڪمل ڪري جون 1977ع ۾ وطن واپس وري ته جلد ئي سندس ڏکن جا ڏينهن شروع ٿي ويا. جنرل ضياءَ ملڪ ۾ مارشل لا لڳايو ۽ ڀٽو صاحب جي گرفتاريءَ کان سياسي قتل تائين هن تمام گهڻو ڀوڳيو. لنڊن ۾ جلاوطنيءَ دوران پنهنجي ساٿين ناهيد خان، بشير رياض، ياسمين، سلما ۽ ٻين سان گڏ ڪارڪنن جو هڪ اعتبار جوڳو ٽولو ناهي، پاڪستان جي آمرانه حالتن خلاف جمهوري جدوجهد جي باقاعده شروعات ڪئي، جنهن ۾ ٻاهرين ملڪن کي پاڪستان جي حالتن جي باري ۾ باخبر رکڻ اهم هو. هو سڀ ساٿي گڏجي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ملڪي حالتن تي ويچاري خط پٽ لکي اهم ملڪن سان رابطي ۾ رهندا هئا. آمريت خلاف هلايل هن تحريڪ کان پوءِ جڏهن ڪيس جلاوطنيءَ کان پوءِ پهريون دفعو ملڪ ۾ داخل ٿيڻ جي موڪل ملي، تڏهن لکين ماڻهن جو جذباتي جلوس سندس آجيان لاءِ لاهور جي موچي گيٽ جي چوڌاري گڏ ٿي ويو، جو ڪلاڪن جي پنڌ کان پوءِ هوءَ مينار پاڪستان تي پهتي. اهڙيءَ ريت هن پنهنجي عوامي لاڳاپي واري سفر کي جاري رکيو. 14 آگسٽ 1983ع تي ايم آر ڊي جي جمهوريت

جي بحاليءَ لاءِ تحريڪ جي شروعات پئي. انهيءَ زماني ۾ بينظير نظربند هئي، پر هن، ان تحريڪ جو ساٿ ڏنو ۽ پنهنجو مشن جاري رکيو. سندس اڙٻنگ ۽ اڏول دادلي ڀاءُ شاهنواز جي جوان موت ٻيهر کيس جهوري وڌو. ڪلٿي نندي شاهنواز سان سندس دلي سٻنڌ هو. فرانس ۾ ڪانز جي ساموندي ڪناري ڀاءُ جا آندل سنڌڙي انب کائيندي ۽ چرچا ڪندي کيس ڪاٻہ خبر نہ هئي تہ هيءُ شهزادو دوکي سان ماري، ڪانئس ايترو جلدي وڇڙايو ويندو ۽ جڏهن هوءَ ڳيرو شاهنواز جو مڙهہ فرانس مان ڳڙهي خدابخش ڪٺائي آئي تڏهن کيس وري نظربند ڪيو ويو. هن عظيم سانحي کيس لوڏي وڌو، پر سندس ٻيرن ۾ لغزش نہ آئي. سندس سياسي سفر ۾ ڪيترا ئي سانحا ٿيا، پر فولادي عزم کيس اڳيان ۽ اڳيان وڌڻ لاءِ اڪسائيندو رهيو.

ڊسمبر 1987ع تي بينظير ڀٽو جي آصف علي زرداري (صدرِ پاڪستان) سان ڪراچيءَ ۾ شادي ٿي. 17 آگسٽ 1988ع تي جنرل ضياءَ جي C-130 جهاز جي ڪريش ٿيڻ سان ملڪ جي صدر ۽ چيف آف آرمي اسٽاف سان گڏ پنجٽيهہ اعليٰ فوجي عملدار اجل جو شڪار ٿي ويا.

21 سيپٽمبر 1988ع تي لياريءَ جي ليڊي ڊفرن اسپتال ۾ نِنڍڙي "بلاول" جي جنم ڪان پوءِ هُن چونڊ مهم جو باقاعده آغاز ڪيو ۽ ايئن لڳي رهيو هو تہ جڻ سرڳ ڪان هن سورميءَ جو سرير پاڪستان جي پياري ۽ سهڻيءَ سرزمين جي واسين لاءِ آزاد جيون جا سنيها ڪٺي آيو هجي. کيس ڀرپور موٽ ملي ۽ هوءَ ڊسمبر 1988ع تي پاڪستان جي چونڊيل پهرين عورت وزيراعظم مقرر ٿي. ترت ئي هن ملڪي معيشت جي مضبوطيءَ ۽ نئين جوڙجڪ لاءِ ڏيهي ۽ پرڏيهي طور ڪوششون شروع ڪيون تہ جيئن پاڪستان پاڻ ڀرو ٿي بيهي. ملڪ ۾ نشي آور شين کي ٻنجو ڏيارڻ لاءِ اپاءَ ورتا. تعليم ۽ صحت جي بجيٽ کي ملڪي بجيٽ ۾ فوقيت ڏياري. پورهيتن، هارين، نارين، مزدورن، ڪڙمين ڪاسبين جي سکن لاءِ سڌارا آندا.

عورتن کي "صنفِ نازڪ" ۽ "جنسِ مخالف" جهڙن لقبن مان ڪڍي، ڪين جنسي فرقن وارن روين مان آزد ڪيو. ٻاهرين ملڪن ۾ پاڪستان جو وقار بلند ڪيو. آمريڪا، برطانيا، فرانس، هندوستان، عرب امارات، ايران، افغانستان، مصر، لبيا، ترڪي، تيونس ۽ انيڪ ملڪن سان پاڪستان جا ناتا مضبوط ڪيا. آمريڪا جي قديم هال ۾ 7 جون تي تقرير ڪندي هن چيو ته،

**"اسان اڄ آزاديءَ جو جشن ملهائڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون. اڄ اسان جمهوريت جو ڏينهن ملهائي رهيا آهيون، آمريت کان سخت انتقام وٺڻ جمهوريت جو قيام آهي ۽ ان لاءِ تاريخ جو فيصلو ئي صحيح ثابت ٿيندو آهي".**

پر وري حالتن ڦيرو کاڌو ۽ مقرر ميعاد پوري ڪرڻ کان اڳ 1990ع ۾ پاڪستان جي اسٽيبلشمينٽ ۽ صدر اسحاق خان هن چونڊيل جمهوري حڪومت کي ختم ڪيو. نئين حڪومت مٿس وري پابنديون مڙهيون. جبر ۽ جُنين جا پنيٽ پڙڪي اٿيا. مٿس جڙتو الزامن جي ڀرمار ٿي ويئي. سندس وَرَ آصف علي زرداري ۽ ٻين ساٿين تي انيڪ مقدما تيار ٿي ويا، ته به هن ملڪ ۾ ٿيندڙ نين چونڊن ۾ حصو ورتو. سازشون ڪري آءِ جي آءِ کي ڪامياب ڪرائي، ڪيس ملڪي سياست مان ڌڪيو ويو ۽ اقتدار ميان نواز شريف کي ڏنو ويو. پر هن اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ هڪ ڪامياب ڪردار ادا ڪري، جمهوريت جي قدرن کي اوچو مقام ڏنو. سندس تاريخي لفظ هئا ته،

"مان نئين انتظاميه جي آجيان ٿي ڪريان ۽ ان کي مخالف ڌر طرفان تعاون جو يقين ٿي ڏياريان، بشرطيڪ ان جون اختيار ڪيل حڪمت عمليون پاڪستان جي مفادن مطابق هونديون."

مخالف ڌر جي پرسڪون هجڻ جي باوجود بہ صدر غلام اسحاق خان ۽ نواز شريف جي اختلافن باعث انهيءَ حڪومت جو خاتمو ٿيو ۽ ملڪ ۾ ٻيهر چونڊيون ٿيون ۽ اهڙيءَ ريت پيپلز پارٽيءَ انهن چونڊن ۾ اڪثريتي ڪاميابي ماڻي ۽ هوءَ ٻيهر 1993ع ۾ وزيراعظم بڻي ۽ وري تَنَ ۽ مَن سان ملڪ جي خدمتن ڪرڻ ۾ جنبي ويئي. پاڪستان جي مالي ۽ سماجي حالتن ۾ وڏا ڦير اچي ويا هئا. ملڪ ۾ دهشتگرديءَ جو راڄ ڇانيل هو. ملڪ کي سولن شرطن تي وڏي، ٻاهرين ناڻي جي ضرورت هئي تہ ڳوٺن ۾ ڏاڙيل فيڪٽر ۽ شهرين ۾ بم ڌماڪن، منشيات ۽ گولين سان پروڻ ٿيل انساني جانين جي سانحن سندس ننڊون ڦٽائي ڇڏيون. هن ٻاهرين ملڪن سان پاڪستان جي تعلقات جي از سر نو تعمير ڪئي.

اڃان چند سال ئي ٿيا تہ هڪ وار وري قدرت سندس لاءِ آزمائش ۽ امتحان جا در کولي ڇڏيا. ڪيس گهڻو وقت سک جو ساهہ کڻڻ نہ ڏنو ويو. سندس ئي حڪومت جي دور ۾ ڪيس ڪمزور ڪرڻ لاءِ هن جي مويي ڀاءُ کي پنهنجي جنم ڀوميءَ ۾ پنهنجي ئي روڊن رستن تي 20 سيپٽمبر 1996ع تي گولين جو کاڄ بڻايو ويو. هوءَ پيرين اگهاڙي لڙڪ لاڙيندي مڊايسٽ جي ڪاريڊورز ۾ جوان ڀاءُ جي لاش تي بيٺي رهي. ڪيس مير مرتضيٰ جي وڇوڙي ماري وڌو، پر اهو سڀ سندس حڪومت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيل ڪيڏيو ويو. سندس ئي پارٽيءَ جي ميمبر ۽ ملڪ جي صدر فاروق لغاريءَ ملڪ ۾ بدنظمي ۽ انتشار جا الزام هڻي 5 نومبر تي هن جي چونڊيل حڪومت کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ اهڙيءَ ريت ٻيهر مخالفتون ۽ احتساب شروع ٿي ويا ۽ ان کان پوءِ ٿيل چونڊن ۾ ميان نواز شريف کي آندو ويو ۽ ان کي تمام گهڻا اختيار ڏنا ويا، پر اڳيان هلي هُن ۽ فوج ۾ ڇڪتاڻ سبب 12 آڪٽوبر 1999ع تي فوج ملڪ جو انتظام سنڀاليو، جيڪو هڪ ڊگهو عرصو رهيو تہ بہ شهيد بينظير جي

مقبوليت ۾ ترَ جيتري بہ ڪَمي ڪانہ ٿي.

هن عورت ٿي ڪري بہ همت، صبر ۽ استقلال ۾ مردن کي مات ڪيو. ڪيس سندس نہ ڪيل ڏوهن جي سزا ڀوڳڻي پئي. جو مٿس غداريءَ جا الزام لڳايا ويا. بہ دفعا سندس چونديل حڪومتن جا تخت تاراج ڪيا ويا. بنديخانن جي بندن ۾ هُن ڏکيا ڏينهن ڪَٽيا. ڪيس ڪيترائي دفعا قتل ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون، پر سندس ايمان هو تہ هن کي ڪو بہ لوڏو ڪونہ ايندو، جو پاڪستان جي ڪروڙن جي عوام سائنس گڏ آهي. ڪيس پنهنجي حياتيءَ کي لاحق خطرن جي بہ مڪمل طور واقفيت هئي، پر تڏهن بہ هن دنيا ۾ پاڪستان کي هڪ جمهوري ۽ آزاد ملڪ بنائڻ جا جتن جاري رکيا.

هوءَ **جمهوريت جي راڻي** هئي. جمهوريت دشمن قوتون سندس پويان لڳل هيون، پر ڪيس يقين هو تہ مذهبي انتهاپسندين ۽ متعصبانہ روين کي بنجو ڏيڻ لاءِ فقط جمهوريت کي قائم دائم رکڻ جو گَسُ ئي بهتر آهي. هوءَ ڀليءَ ڀت ڄاڻندي هئي تہ آمريت ۽ ان سان آيل سماجي اڻ برابري ۽ ٻيا معاملا کهڙيءَ ريت هاجيڪار ٿي عام جي اميدن ۽ آسن کي نراسائيءَ ۾ تبديل ڪن ٿا. تنهنڪري هن فقط ۽ فقط جمهوريت جي بقا کي انساني بقا ۽ پاڪستان جي ترقيءَ جو پروانو ڄاتو ۽ هڪ اهڙيءَ جدوجهد جو رستو عام کي ڏسيو، جنهن ۾ جيئندان جا سڀ رستا فقط ۽ فقط قربانين تي مشتمل هجن. هونئن بہ آدرشي حياتين جي ابديت جا سفر ڪٺن هوندا آهن. موت تہ هر ڪنهن کي اچڻو آهي، پر ڪارائتي موت ڏي هلڻ واري زندگي ئي **"مقصد حيات"** جي تعبير آهي. **"سوري آ سينگار اصل عاشقن جو"** جيان مقصدي حياتي ئي **"حياتِ جاودان"** آهي. **"ترت، تار اهي لنگهنديون، جن جي اڪير سچي هوندي"**. ڪيس **"وينن تان تہ واري ٿي وري"** جي اصول جي ڄاڻ هئي. وقت جي قدر ۽ قيمت کان واقف هئڻ ڪري هن وٽ هڪ هڪ پل قيمتي هو. شايد ڪيس خبر هئي تہ وٽس وقت ٿورو آهي، سو

جيئن ئي 18 آڪٽوبر 2007ع تي اُنن سالن جي جلاوطنيءَ کان پوءِ وطن واپس وري، تہ هن پنهنجيءَ جدوجهد کي تيز تر ڪري ڇڏيو. ڪيس موت جون ڌمڪيون ڏنيون ويون ۽ قاتلانا حملا ڪيا ويا. سندس آجياڻي جلوس متي ٿيل بم ڌماڪن سان ڪيترائي ڪارڪن شهيد ٿيا، پر ڪيس پنهنجي عوام مان ڀرپور موٽ ملي. پوري پاڪستان جون فضائون **"يا الله يا رسول! بي نظير بي قصور"**، **"سيني صوبن جي زنجير، بينظير بينظير"** جي نعرن سان گونجي ويون. جمهوريت جي جدوجهد جي سرواڻ ۽ لکين دلين جي ترجمان هن بي ڊپيءَ ۽ بي خوف اڳواڻ فرمايو تہ:

**"منهنجا هم وطنو ساٿيو، موت جي ڌمڪين جي باوجود مان آمريت آڏو سر نہ جهڪائيندس ۽ ان خلاف جدوجهد جي قيادت ڪنديس. منهنجو ۽ توهان جو ملڪ خطري ۾ آهي. مان پنهنجي ملڪ جي عظيم عوام کي اڪيلو نٿي ڇڏڻ چاهيان، ڇو نہ منهنجي جان هلي وڃي".**

واقعي اهي لفظ سندس آخري لفظ ثابت ٿيا.

27 ڊسمبر 2007ع تي پنجاب جي شهر راولپنڊيءَ جي لياقت باغ ۾ جمهوريت جي هن جدوجهد کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ لاءِ لکين ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ دستي بمن ۽ گولين سان هڪ عورت تي حملو ڪيو ويو. ميڊيا معرفت هن نہ اعتبار ايندڙ خبر تي پوري ملڪ ۾ ڪهرام مچي ويو. ڄڻ هندوستان ۽ پاڪستان جو بيهر ورهاڱو ٿيو هجي، ڄڻ ڪا ڪاري قيامت آئي هجي. اهڙي شهادت سنڌ جي هن سورميءَ جي حصي ۾ نصيب ٿي، جنهن پوريءَ دنيا کي سڪتي ۾ وجهي ڇڏيو. سندس شهادت جو درد سهڻ ڪان مٿي هو. هر هڪ ماڻهو، هر هنڌ، گهٽين ۽ گسن ۾ روئيندي ۽ پاڪاريندي ڏٺو ويو. سورنهن ڪروڙ عوام جي امنگن جو ڏيئو پل ۾ اجهامي ويو.

حقيقت ۾ هوءَ اڄ بہ زنده آهي. پنهنجي وَرَ آصف علي

**زرداري ۽ ٻچڙن بلاول زرداري پٽن، بختاور ۽ آصفہ جي عزم، ثابت قدمي ۽ جرئت جي صورت ۾ پنهنجي ڪارڪنن جي جوش ۽ خروش ۾، ڪروڙن پاڪستانين جي دلين ۾، پنهنجي لکيل تحريرن ۽ تقريرن ۾، پاڪستان ۾ قائم ٿيل جمهوريت ۾ هوءَ اڄ بہ زنده آهي ۽ زنده رهندي.**

اها بلڪل حقيقت آهي تہ جمهوريت جو قيام ئي آمريت کان انتقام آهي، جنهن جي لاءِ عوام ۾ ڪجهہ خاص خوبيون هئڻ ضروري آهن. سياسي سمجهہ، جمهوريت جي قائم دائم رکڻ لاءِ پڪو عزم، جدوجهد، همت ۽ مستقل محنت. دنيا جي تاريخ شاهد آهي تہ سچ، انصاف، پيار، قرباني، اخلاص ۽ انصاف هميشہ کان مٿانهان رهيا آهن تہ ظلم، بي دردي، برائي، ٻچڙائي، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ، نفرت ۽ ڌڪار جوڳا رهيا آهن. استاد بخاري چواڻيءَ تہ:

جي ظالم ڪري ظلم وقتي ڪٿي ٿو،
سدا مِنهُن نفرت جو اُن تي وسي ٿو،
جي مظلوم اصولن تي ڪَٽجي مري ٿو،
سدا مِنهُن محبت جو اُن تي وَسي ٿو.

سو اچو تہ اسين پنهنجن رهنمائن جي عملي ڪوششن ۽ قربانين مان سبق سکون ۽ شهيد بينظير جي جمهوريت لاءِ ڪيل جدوجهد ۽ جاني قربانيءَ کي پروان چڙهايون. اظهارِ راءِ جي آزاديءَ واري هن جمهوري سفر ۾ پنهنجي پياري ملڪ پاڪستان کي دنيا جي جمهوري منصف ملڪن جي قطار ۾ اڳئين صف ۾ آڻي بيهاريون، تہ جيئن هميشہ لاءِ دنيا ۾ شانَ ۽ مانَ سان ڪنڌ مٿي ڪري هلي سگهون.

# سنڌ سرزمينِ مُحبت آهي

مُحبّت جي ميدانَ ۾، سِرَ جو ڪَرِ مَ سانگُ،
سُوريءَ سپرينءَ جي، چَڙهُه تہ تيين چانگُ،
عشق آهي نانگُ، خَبَرَ ڪاڏنِ ڪي پوي.
(6-17، يمن ڪلياڻ)

"سنڌ سرزمينِ محبت آهي" جي موضوع جي وضاحت کان اڳ ضروري آهي تہ اهو ڏسون تہ محبت ڇا آهي؟ ۽ محبت جي دلي جذبي جي انساني حياتيءَ جي گذر ۾ ڪهڙي اهميت آهي؟ ڇا محبت ۾ اهڙي طاقت آهي جو اها بقا جي حيثيت ماڻي سگهي؟ اڃو تہ محبت ۽ نفرت جي تفاوت کي پرکيون ۽ اهو ڄاڻون تہ سنڌ جو خطو محبت جي مٺيا سان ڪيئن واڳيل آهي؟

"**محبت**" انساني ڪردار جي هڪ اعليٰ وصف ۽ "**خداشناسيءَ**" جو ذريعو آهي. رحم دلي، عفو و درگذر، سچائي ۽ اخلاص محبت جا ٿنيا آهن، جن سان ماڻهو باڪردار ٿي انسانيت جي تعمير ڪري ٿو ۽ انسانيت جي خدمت ئي خدا پاڪ جي خدمت/عبادت آهي. هيءُ اهو فهم آهي، جنهن سان بنا روزن نمازن جي "**پرين پسڻ**" سهل آهي.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام موجب تہ، "جڏهن تون پنهنجي انسان ڀاءُ کي پيار نٿو ڪرين، جنهن کي تو ڏٺو آهي تہ تون اڻ ڏٺي خدا کي ڪيئن ٿو پيار ڪري سگهين؟"

سهڻي سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ، "دل ڏيئي دل وٺي آهي" سو پيار مان ئي پيار پيدا ٿئي ٿو. ڏٺيءَ سڳوري بہ پنهنجيءَ عبادت ۾ ذڪر ڪي افضل ۽ پنهنجيءَ ياد کي مشروط ڄاڻايو آهي. قرآن پاڪ ۾ آيل آهي تہ:

فَاذْكُرُوْنِيْٓ اَذْكُرْكُمْ (سورة البقره: آيت 152، رڪوع 2)

**(ترجمو) پوءِ توهين مون کي ياد ڪريو تہ آءٌ اوهان کي ياد ڪريان.**

محبت جي آفاقي جذبي کان سواءِ معرفت ماڻڻ محال ۽ محبت ئي سيني دردن جي دوا ۽ وصال جو سچو وسيلو آهي تہ بقا جو پروانو پڻ. محبت ۽ نفرت جا ٻيئي جذبا هڪٻئي جو ضد آهي، محبت پاڪ روحاني لطيف احساس تہ نفرت دنياپرستين جي غلاظتن جو ڪارو نقاب، محبت جي الهامي جذبي جي ابتدا تہ پوريءَ دنيا جي قائم ٿيڻ جو مظهر آهي. انسان سان ڏتيءَ سڳوري جي محبت ۽ ابليس جي آدم عليہ السلام سان بي انتها نفرت ڪل ڪائنات کي وجود ۾ آندو. حقيقت ۾ محبت جي بي مثال قوت جو ڪو انت نہ آهي ۽ محبتين جا ميٺا ئي ڪل عالم ۾ خوشبو پکيڙين ٿا.

**هَنج مڙوئي هَنج، ميرو منجهن ناهِ ڪو،**
**جتي رهن سنجهہ، سو سَرُ ڪَن سرهو.**
(شاهہ ڪريم)

ازل کان ئي نبين، پيغمبرن، ولين، مبلغن، رهبرن، رهنمائن، اديبن، شاعرن مطلب تہ هن ڌرتيءَ جي اڪابرن ماڻهن کي محبت ۽ پيار جا درس ڏيندي نفرت کي ڌڪار جوڳو ۽ محبت کي سونهن ۽ سچائي سڏيو آهي. جنهن کي ڄاڻڻ، پرکڻ، پروڙڻ ۽ پنهنجو ڪرڻ هر ڌرتي واسيءَ جي اهم ضرورت آهي.

Beauty is truth, truth beauty. That is all,
Ye, know on earth, and all Ye need to know.

دنيا جا سڀ فلاسفر، شاعر، اديب ۽ رهنما انهيءَ مؤقف جا آهن تہ جيون جو بنياد فقط ۽ فقط محبت، سچ ۽ اخلاص جي سونهن تي مبني آهي. محبت جو سچو جذبو ئي آهي جو انساني حياتيءَ کي سنئين دڳ تي لائي ٿو. **سقراط، ارسطو، افلاطون، پلئٽو، والٽيئر، شيڪسپيئر، ٽالسٽاءِ، شيلي، ڪانٽ، ڪارل**

مارڪس، ڪارل پاپر، سرلزيسن، لائوزي، ايزرا، ڪنفيوشس، گردجيف، جي ڪرشنا مورتي، ڪاليداس، گوتم ٻڌ، جلال الدين رومي، ابونصر فارابي، حافظ شيرازي، مولانا جامي، سعدي، خيام، ابن سينا، رازي، محمد بن يحييٰ، زڪريا، جنيد بغدادي، ذوالنون مصري، بايزيد بسطامي، داتا گنج بخش علي هجويري، سيد بختيار ڪاڪي، بابا فريد شڪر گنج، خواجه معين الدين چشتي، (خواجه غريب نواز)، خواجه حسن بصري، بيبي رابعه بصري، حسين بن منصور حلاج، محي الدين ابن العربي، نظام الدين اولياء، سليم چشتي، مجدد الف ثاني، شاهه ولي الله، قلندر شهباز، قاضي قادن، مخدوم محمد زمان، شاهه ڪريم، شاهه لطف الله قادري، شاهه عنايت شهيد، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، ٻائي چين راءِ سامي، غالب، علامه اقبال، سر سيد احمد خان، قائداعظم محمد علي جناح، مولانا الطاف حسين حالي، شيخ اياز، تنوير عباسي، استاد بخاري ۽ ٻين ڪيترن جي پيغام ۾ پيار جي پرچار آهي. مٿي ڄاڻايل هنن ڏاهن جي تعليم جا اثر سنڌ جي خطي تي پيا ۽ ڪافي شخصيتون ته براهه راست هن ڌرتيءَ سان واسطو رکندڙ آهن.

سنڌ جي سرزمين جي تاريخ هزارين سال پراڻي آهي. ننڍي کنڊ جي هن اهم خطي جي جاگرافيائي پکيڙ صديون اڳ وسيع ايراضيءَ تي مشتمل هئي. موهن جو دڙو، هڙاپا، آمري، ڪوٽ ڏيجي، ڪاهوءَ جو دڙو ۽ ٻين قديم ماڳن جي کوٽائيءَ سنڌو ماٿر (Indus valley) جي سڀيتا (Civilization) تي روشني وڌي آهي. جاگرافي دانن، تاريخ دانن، آرڪيالاجيڪل ماهرن موجب هزارين ورهيه پراڻي هن پرڳڻي جي تهذيب نج، آجي ۽ سڌريل رهي آهي ۽ سنڌ جا هر دور ۾ مختلف ٻولين ۽ تهذيبن سان لاڳاپا رهيا آهن. ڪيترين قومن جيئن آرين، يونانين، تورانين، ايرانين، عربن،

ارغونن، ترخانن، مغلن، انگريزن ڪاهي اچي هتي قبضو ڪيو تہ موجوده وقت بہ ڪيترائي برمي، بنگالي، افغاني، سوڊاني، آفريڪي، پنجابي ۽ پناهہ گير هتي آباد ٿيا آهن. مطلب تہ ڪي پنهنجي ئي ڌرتيءَ تان ڌتڙيل (IDPS) آهن تہ ڪي هتي جي ڏيهہ ڏٺين جا تخت تاراج ڪري غاصب بنجي آيا آهن تہ بہ لالچ لوڀ کان پري صوفيانہ مزاج سنڌين ڪين هر دور ۾ ۽ هر وقت جيءَ ۾ جايون ڏنيون آهن. صوفين ۽ ولين جي هيءَ سرزمين ملتي نيشنل ماڻهن جو ماڳ هوندي بہ خاص طور سنڌي قوم ۽ سنڌو درياءَ جي حوالي سان "سنڌ جي سرزمين" سڏجي ٿي، جنهن جي فضائن ۾ سُونهن ۽ سرهاڻ آهي، جنهن جي شناخت لطيف جون وايون، ساميءَ جا سلوڪ ۽ سچل جا سڏ آهن، جنهن جي بقا سنڌوءَ جي امرت ڌارا آهي.

صدين کان مانَ ۽ شانَ سان قائم هن سرزمين جا رهواسي محبت/پيار جي عظيم طاقت سان مالامال آهن. هن خطي جي بقا جي اهم سببن ۾ محبت جو ڦهلاءُ خاص آهي. پاڪستان جي هن صوبي واسين جو خمير محبت جي مٽيءَ مان ٺاهيل آهي. سنڌن فطرت ۾ سادگي، نيڪ نيتي، مهمان نوازي، امن پسندي، رحم دلي، فرض شناسي، قرباني ۽ پيار جا جذبا موجود آهن. ماڻهپي وارين اهڙين سهڻين خصلتن سبب مٿن قدرت بہ مهربان آهي.

هن ڌرتيءَ تي پيار جي ٻج جو ڇٽجڻ ۽ ان جي آبياري ٿيڻ ۽ قائم رهڻ جا ڪافي سبب هوندي بہ چند اهم آهن، جن ۾ سنڌ خطي جي زرخيزي، تهذيبي ۽ تمدني روايتون/ روحانيت/ مذهب ۽ ماڻهپو اهم آهن.

سنڌ سونهاري قدرتي نعمتن سان مالامال آهي. هنري، معدني ۽ زرعي طور نوازيل هن خطي جي وڏڻ ويجهڻ، سائي ۽ سرسبز ٿيڻ ۾ فطرت جو وڏو هٿ آهي. انيڪ قومون هتي اچي آباد ٿيون آهن ۽ تي رهيون آهن تہ بہ هن ڌرتيءَ جي بقا جو بندوبست رب پاڪ ڪندو اچي. قدرتي آفتن کان هن زمين جي ٽڪرڻ کي

صوفين ۽ نيڪ نيت واسين جي صدقي بچائيندو اچي.

هن سرزمين ۾ سنڌ جي هزارين سالن جي تهذيبي ارتقا جون ڪڙيون، روحانيت جون روايتون ۽ تجربا موجود آهن. انيڪ بوليون ڳالهائيندڙ مختلف ثقافتي ۽ تهذيبي پس منظر رکندڙ قومون ۽ ماڻهو هتي اچي رهيا آهن تہ بہ سنڌي قوم ۽ سنڌي تهذيب ۽ ثقافت هن پرڳٽي ۾ سجاڻپ رهي آهي. پيار ۽ عشق جي داستانن، تمثيلي قصن ۽ واقعن کي هن ڌرتيءَ تي هر دور ۾ هينئين سان هنڊايو ۽ ڳايو ويو آهي.

هتي جون تهذيبي ۽ تمدني روايتون ايتريون تہ مضبوط رهيون آهن، جو انهن عوام جي ذهنن ۽ دلين تي سڌو سنئون اثر قائم رکيو آهي. شاعرن، سگهڙن ۽ پانن طرفان بيان ڪيل عشق ۽ محبت جي لازوال داستانن، جيئن "سهڻي ميهار"، "سسئي پنهون"، "سورٺ راءِ ڏياچ"، "مومل راڻو"، "ليلا چنيسر"، "نوري ڄام تماچي" ۽ ٻين قصن هتي جي ماڻهن جي منن تي اڻ مٽ نقش چِٽيا آهن. "هٿين هٿ ڪڙول، پيرين زنجيرون" هوندي بہ باضمير مارئي سون تي سيڻ نٿي مٽائي سندس هڪ ئي صدا آهي تہ **"مُيائي جياس جي وڃي مڙهہ ملير ڏي"**. محبت، وفا، قرباني ۽ همت جهڙين وصفن کي ڳائي سنڌ جي صوفين ۽ شاعرن سنڌين جو هڪ محبتي مزاج ناهيو آهي. مٿين داستانن کان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي عشقيا قصا عام جي زبانن تي رهيا آهن، جيڪي ڪچهرين، محبتي ميڙاڪن، سماع جي محفلن کان علاوه سنڌي علم ادب جو اهم حصو آهن.

حقيقت ۾ ڪنهن بہ ملڪ/ رياست جي ترقيءَ جو دارومدار مذهب ۽ تهذيب تي هوندو آهي، جن ٻنهي ۾ بہ تهذيب جو شمار پهرين درجي تي ٿئي ٿو. مذهب سان بہ ماڻهو بهره ور تڏهن ٿيندو، جڏهن منجهس مهذب ٿيڻ جون خاصيتون هونديون. يعني ٻيئي هڪ ٻئي لاءِ لازم ملزوم آهن. جن جي وڏڻ ويجهڻ ۽ صحيح عمل ۾

اچڻ لاءِ ”روحانيت“ جي خاص اهميت آهي. روحانيت ئي ماڻهوءَ کي ڳنڍڻ ۽ جوڙڻ سيکاري ٿي. ماڻهوءَ جا احساس ۽ جذبا عملي روپ ۾ ظاهر ٿين ٿا. جيڪڏهن سندس سرير ڳنڍڻ ۽ جوڙڻ نٿو سگهي ته هو **”لوامه“** قوتن جي حوالي ٿي **”فوق البشر“** جي بجاءِ هڪ عام انسان ٿي وڃي ٿو. روحانيت ماڻهن جي اندر ۾ محبت جي جذبي جو ٻج ڇٽي ٿي. محبت جو تعلق دماغ جي بجاءِ دل سان آهي ۽ دلي جذبو/ روحاني قوت کي وڌائڻ ۾ ڪارگر هوندو آهي. انصاف، سچ، فلاسافي، ڏاهپ، گيان ۽ پيار جهڙين قوتن ۾ ئي روحانيت جو بنياد پوشيده آهي، جيڪڏهن اسين هن سرزمين جو جياپو محبت، سڪون ۽ امن وارو چاهيون ٿا ته اسان کي مذهب ۽ تهذيب جي فروغ لاءِ روحانيت کي وڌائڻو پوندو. جيڪو هن مشيني دور ۾ ناممڪن نه ته مشڪل ضرور آهي.

جڏهن انسان، انسانيت جي ڀلي ۽ هن ڌرتيءَ جي سُک ۽ امن لاءِ ابو بن ادهم جيان **”پرينءَ جي پيارن کي پيار ڪري سندن خدمت ڪندو“** تڏهن ئي سندس دل صحيح معنيٰ ۾ روحانيت ڏانهن مائل ٿيندي. ديني عبادتن سان ته فقط ايمان اُجري ٿو، پر ماڻهوءَ جو من اُجري اوجل تڏهن ٿئي ٿو، جڏهن هو بي غرض ٿي ٻين جي بي لوث خدمت ڪري. حديث پاڪ آهي ته:

خَيْرُ النَّاسِ مَنْ يَّنْفَعُ النَّاسَ

(ترجمو) **توهان مان چڱو ماڻهو اهو آهي، جيڪو ٻين لاءِ ڀلائيءَ وارو هجي.**

مطلب ته فاني انسان جي بقا فقط انسانيت جي بچاءَ ۾ آهي. جيڪا هو پيار ۽ محبت جي ڦهلاءَ سان حاصل ڪري سگهي ٿو. ڪيس هن سنسار جي سونهن ۽ جٽاءَ تي سوچڻ گهرجي. جَر تي ڦوٽو جيئن جهڙي جيون کي دائمي بڻائڻ لاءِ بقا ۽ فنا جي فلسفي تي جڏهن غور ڪبو ته من از خود نيڪ ۽ مثبت لاڙن ڏانهن مڙندو

۽ پوءِ ئي روحانيت جي سڪيا عمل ۾ ايندي.

سنڌ جي صوفين، ولين، روحاني رهبرن هتي جي تهذيب ۽ تمدن ۾ قوم جي اجتماعي وجود جي بچاءَ جو پيغام روحانيت وسيلي قائم ڪيو آهي. هن ڌرتيءَ تي ڌارين جي ڪاهن، خونريزين ۽ رتوڇاڻن جي باوجود بہ هنن عام ماڻهن جا اعتماد بحال ڪيا. ڪين فرقيواريت ۽ انتهاپسنديءَ جي رجحانن ڪان بچايو آهي. محبت، مروت ۽ خلوص جي جذبن سان ڪين مالامال ڪري پنهنجين انفرادي ڪوششن سان هن سرزمين جي اجتماعيت کي سنئين دڳ تي لاتو آهي.

وَڳر ڪيو وَتَنِ، پِرت نہ ڇِنِنِ پاڻَ ۾،
پَسو پَکيئڙن، ماڻهنئان ميث گهڻو.

(5-4، سُر ڏهر)

تهذيبن جي ترقيءَ، تعمير ۽ مستقل روشن ۽ پائينده رهڻ جو هڪ اهم وسيلو ٻڌيءَ سان گڏ پيار جي ڏيڻ ۽ وٺڻ ۾ آهي. ڪيتريون ئي انساني تهذيبون تاريخ جي تختيءَ تان ميسارجي ويون، سي فقط وحشيانہ عملن، بداخلاقين ۽ نفرتن جي پرچار ڪري، انساني تهذيب جي تاريخ ۾ ڪڏهن بہ اهڙين قومن کي چڱن لفظن ۾ ياد نہ ڪيو ويندو آهي ۽ نہ ئي انهن جي اڳواڻن ۽ انسانيت جي قاتلن کي. قارون، نمرود، فرعون، هٽلر، هلاڪو، چنگيز خان، يزيد ۽ ٻيا انهن جهڙا ڀلي اقتداري رهيا ۽ وقتي سک ماڻيائون، پر هميشہ جي ڦٽڪار ۽ ڌڪار سندن مقدر رهي آهي.

جي ظلم ڪري ظالم، وقتي ڪَتي ٿو،
سدا مينهن نفرت جوان تي وسي ٿو،
جي مظلوم اصولن تي ڪنجي مري ٿو،
سدا مينهن محبت جو اُن تي وَسي ٿو.

(استاد بخاري)

روحانيت جي وڌڻ ويجهڻ ۾ مذهب پنهنجو ڪردار ڪيئن ادا ڪري ٿو؟ انهيءَ لاءِ اسين اهو چئي سگهون ٿا ته دنيا جي سڀني الهامي ڪتابن جو مول متو مفتي منجهه ويهاري، من جو محاسبو ڪرڻ، روحانيت جي حاصلات، دنياوي وهنوار ۾ سچائي ۽ سنائيءَ جي پرچار ۽ پيار ونڊڻ ۾ آهي. انهيءَ تي جن دل سان عمل ڪيو، سي (Legend) مهان ماڻهو ناممڪن کي ممڪن بنائي ٿڙپندڙ انسانيت جي خدمت ڪري امر ٿي ويا. وٽن پيار، سچائي، سونهن، قرباني، اخلاص ۽ انصاف متانهون رهيو ته ظلم، بيدردي، بي رحمي، بڇڙائي ۽ برائي نفرت جوڳي رهي.

تاريخ شاهد آهي ته دنيا جا سڀ مذهب محبتن، نيڪين ۽ اخلاقي قدرن جي پرچار ڪندڙ رهيا آهن. بيشڪ اهي سڀ مذهب ماڻهن کي الڳ الڳ فرقن ۾ ته ورهائين ٿا، پر سڀني مذهبن جون فلاسافيون ڳنڍڻ ۽ جوڙڻ سيکارين ٿيون. ڪنهن به مذهب ۾ نفرت جي سکيا شامل ڪونهي، بلڪ انهن ۾ عبادت، يقين جي قوت، گيان، محنت ۽ محبت کي افضل ڄاڻايو ويو آهي، جيڪي ڀلائيءَ ڏانهن راغب ڪن ٿا. دنيا جي مذهبي ڪتابن جيئن: **"قرآن پاڪ"**، **"توريت"**، **"انجيل"**، **"زبور"**، **"ويد"**، **"پراڻ"**، **"اپنشد"**، **"رامائڻ"**، **"مهاڀارت"**، **"گيتا"**، **"ڌمپد"**، **"ڪلپ سوتر"**، **"ٽين ڪمانڊمينٽس"**، **"گروگرنت"**، **"تاڻوپه چنگ"**، **"زيند اويستا"**، **"بوڪ آف اسپرنگ"** ۽ **"آٽم"** وغيره جو هڪ ئي مقصد آهي دان، ديا، عبادت، اندر جي سچائي، صفائي ۽ پيار ونڊڻ. اسين پالڻهار کي "رب پاڪ" چئون يا "گاڊ" (God) يا "ايشور" چئونس، هو سڀني جي سڏ تي پهچي ٿو، فقط دل جو سچو پچو تعلق کپي.

ڌرمي مذهبي طور سنڌ خطي جي قديم تاريخ ۾ ويدن، مهاڀارت رامائڻ ۽ اپنشدون هتان جي ماڻهن کي ڀئي متاثر ڪيو آهي. ڪرشن ڀڳتي، رام ڀڳتي، ناٿ پنٿي ۽ نرگن واد هندي ادب ۽

شاعريءَ جون تحريڪون رهيون آهن ۽ عرب دور يعني اسلام جي اچڻ کان پوءِ هن خطي ۾ سماع ۽ ذڪر جا سلسلا شروع ٿيا، جن جو سنڌ جي عوام تي تمام گهڻو اثر ٿيو. سنڌ جي پکيڙ وسيع هئڻ سبب سنڌ جا ذاڪر ۽ قوال ملتان ۽ لاهور تائين پهتا، جو شيخ فريد شڪر گنج ۽ غوث بهاءُالدين جي دوهن ۾ سنڌي لفظ موجود آهن ۽ خواجه فريد جو گهڻو ڪلام سنڌي نما پراڻي پنجابيءَ ۾ آهي. سنڌ جي اساسي شاعر قاضي قادن جي پاڙيجي ميان مير سنڌيءَ جو مقبرو لاهور ۾ آهي، جتي اجان تائين ميلو لڳندو آهي. برصغير جي ڪيترن مسلمان شاعرن هنديءَ ۾ شاعري ڪئي جيئن بابا رحمان، ملڪ محمد جائسي، امير خسرو ۽ ٻيا. ڀڳت ڪبير، گرو نانڪ، دادو ديال، تلسي داس، ڪالو ۽ ٻين جا دوها سنڌ واسين ۾ عام مروج ۽ مقبول هئا. مطلب ته سنڌ ڌرتيءَ تي مختلف ماڻهن، ٻولين ۽ مذهبن جا اثر قائم ٿيا، جن جو وڏو وسيلو اهي رهبر، رهنما صوفي ۽ درويش بزرگ هئا، جن جي ڪلام ۾ پيار جا پيغام هئا. وٽن مذهبن جا ، نفرتون، عصبيتون ۽ تفرقا نه هئا. هنن مذهبن کي مفادن تحت استعمال کان روڪيو. انهن روحاني ۽ مذهبي رهبرن جو مسلڪ ظاهري مذهبي رسمن ۽ مذهبي پيشوائن جي هٺ ڌرميءَ کان هٽي ڪري اصلي طور ”پرين پسڻ“ جي منزل هو. وٽن مذهبي، اخلاقي قدرن ۾ منافقي ممنوع ۽ رياڪاري حرام هئي. پيار ۽ خلوص جي چاشنيءَ سان ”جزو وڃايو جوڳئين ڪُل سين آهين ڪم“ جي مصداق هو. پوريءَ ڪائنات جي ڀلي جا حامي هئا. سندن پيغام ”سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار“ سان گڏ ”عالم سڀ آباد ڪرين“ آهي.

هن سرزمين جي جياپي لاءِ محبت جو ٻج جن ولين، صوفين ۽ رهبرن ڇٽيو، انهن ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو نالو وڏي فخر ۽ شان سان وٺي سگهون ٿا.

”**شاهہ جو رسالو**“ دنيا جي سيني مذهبن جي تعْليمات جو عڪس آهي. هن پيغام تي نہ ڪڏهن هندوئن ڪي اعتراض ٿيا، نہ ڪڏهن مسلمانن ڪي. نہ شيعن آواز اُٿاريو، نہ سُني ڪُڇيا. نہ سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ ڪي هن ڪلام ۾ ڪو نقص نظر آيو، نہ ئي غير سنڌين اڄ تائين هن رسالي تي ڪا تنقيد ڪئي آهي. مطلب تہ جڏهن جڏهن، جنهن جنهن ٻوليءَ ۾ بہ هن شاعريءَ کي پڙهيو ۽ پرکيو ويو آهي تہ پوريءَ ڪائنات جي لاءِ پيار جو پيام تي ظاهر ٿيو آهي.

”**جي تو بيت ڀانيان، سي آيتون آهين**“ جي دعوي ڪندي هن اعليٰ پايي جي بزرگ سنڌ واسين کي ”اهلِ ڪتاب“ هئڻ جي شرف سان نوازيو آهي. هو فقط شاعر نہ هو، بلڪ سنڌ سرزمين جو رهبر، رهنما ۽ وڏي ۾ وڏو **سماج سڌارڪ** هو، جنهن سنڌي سماج کي ”**مهذب ۽ ترقي يافتہ سماج**“ بنجڻ جا طريقا ڏسيا آهن. هن چاهيو ٿي تہ، **هتي جا ماڻهو آزادين جي نعمتن سان نوازيل هجن. هتي خوشحاليون ۽ خودمختياريون ڪَرَ ڪَٽي اچن، هتي جو هر شخص مقصدي وات ڏانهن ڪاهيندڙ ۽ همٿائيندڙ هجي تہ هتي محبتون ۽ محنتون مرادون ماڻين. هيءُ اهڙو سماج هجي، جتي هاريءَ جي هر ڪيڙڻ ۽ شاعر جي شاعريءَ ۾ فرق نہ هجي، جتي حجم، هاري، لوهار، ڪڙمي، ڪاسبي، ڪنيار جي عزت مٿانهين هجي، تڏهن ئي تہ هُن سنڌ جي عام طبقي جي معرفت محبت جا درس ڏنا.**

ڪَڙو منجهہ ڪَڙي، جيئن لوهار ليپٽيو،
منهنجو جيءُ جڙي، سپريان سوگهو ڪيو.
(2-5، برڊو سنڌي)

هلو تہ هلون ڪورئين، نازڪ جن جو نينهن،
ڳنڍين سارو ڏينهن، ڇنڻ ِ مُور نہ سڪيا.

محبت جي عظمت نهائينءَ جي معرفت، سمجهائيندي شاهه صاحب چون ٿا تہ:

نينهن نهائينءَ ڪان سِڪ منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري.
(2-17، رپ)

خوديءَ ڪي راهہ مان هٽائيندي، نياز نوڙت ۽ نينهن وڏائڻ جا سبق ڏنائون تہ محبت ۾ فنا ڪي **”حياتِ جاودان“** سڏيائون. **”پاڻ مَ ڪٽج پاڻ سين وسيلا سڀ وسار“، ”هيڪر هئڻ ڇڏ تہ اوڏي ٿيئين عجيب ڪي“، ”مون سين مون پرين پورائيءَ ۾ پال ڪيا“، ”پيڪين سوڏو پاڻ، گهر تڙ گهوريان پرَ تان“، ”سوري آهہ سينگار اصل عاشقن جو“، ”ڏوريندن ڪان ڏور پرين پرانهون نہ ٿيئي“** ئي سندن پيغام آهي. مذهبن ۽ مسلڪن تان ٿيندڙ فسادن ڪي هتي هفت زبان شاعر هن ريت ٻنجو ڏنو.

مذهبن ملڪن ۾ ماڻهو مُنجهايا
شيخي، پيريءَ، مريديءَ بيحد ڀُلايا،
ڪي نوڙي نمازون پڙهن، ڪن مندر وسايا،
اوڏو ڪين آيا، عشق وارا عمل ڪي.
(سچل سرمست)

ظاهري مذهبن جي پرچار جي بجاءِ هُنن روحاني طور ماڻهن جون دليون تسخير ڪري، ڪين مضبوط ڪيو. سماع ۽ ذڪر جي سلسلن تحت معرفت ۽ محبت جا سنيها عام ڪيا. شاهه ڪريم ۽

شاهه ڀٽائيءَ ته سماع کي حياتيءَ جو لازمي جز قرار ڏنو. انهن سيني جي تعليم جا اثر اڄ به قائم آهن.

سنڌ واسين ماڻهن ۾ محبت جي موجودگيءَ جو وڏو سبب ”ماڻهپي“ جي صفت جو هئڻ آهي. انيڪ نيڪ اخلاقي وصفن جو مجموعو، جنهن ۾ پيار جي وصف سرفهرست آهي، سو ئي **”ماڻهپو“** آهي. انسانن سان ڀريل هن دنيا ۾ ماڻهپي جي خوبي هر انسان ۾ موجود ناهي هوندي. انسان سڀ برابر آهن، پر ماڻهو سڀ برابر نه هوندا آهن. ماڻهپي جون کي انمول خاصيتون آهن، جيڪي هڪ انسان کي ٻئي کان ممتاز بڻائين ٿيون. شاهه سائينءَ جي ئي لفظن ۾ ته:

**ماڻهو سڀ نه سُهڻا، پکي سڀ نه هَنج،**
**ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بُوءِ بهار جي.**

بهار جي تڏيءَ هير جهڙن ماڻهن جي ڪري مذهبي، لساني، علائقائي نفرتون منجهي محبتن ۾ تبديل ٿين ٿيون. دليون ڪٽڻ واري عظيم ماڻهپي جي قوت سان رنجشون، ڏک ڏوراپا گهٽجي ڏورانهيون ڏور ٿين ٿيون. اهڙن **ڪاڪ ڪڪوريل ڪاپڙين** سان ئي هن سرزمين تي سوجهرو آهي، بلڪ تنوير عباسيءَ جن-ته اڃان به به قدم اڳتي وڌي پراميد هوندي چئي ويا آهن ته:

هر ڪو ماڻهو موتيءَ داڻو،
هر ڪا دل هيرن جي کاڻ،
ڄاڻي ڏس ته سهي اڻ ڄاڻ،
هر ڪا دل درياهه،
ٿو جنهن ۾ ڇوليون ماري پيار،
هر ڪو سينو سمنڊ،
تري ۾ جنهن جي ڪئي اسرار.

حاصل مطلب تہ اسين بلڪل وثوق سان چئي سگھون ٿا تہ صوفين ۽ نيڪ نيتن جي هيءَ سرزمين پيار، امن ۽ سڪون جي زمين آهي، جنهن ۾ مختلف وقتن ۾ افراتفري، بدامني ۽ انتشار بيشڪ رهيا بہ آهن، پر انهيءَ جو مقصد اهو هرگز ڪونهي تہ سنڌ جو مستقبل تاريڪ آهي. اهڙي سوچ، مايوسي، نااميدي ۽ بي همتيءَ جي علامت آهي. هن ڌرتيءَ تي قدرت جي مهر آهي. اڄ بہ **اهڙا املھ ماڻڪ موجود آهن، جي هن سرزمين کي سرڳ سمان بنائڻ جا جتن ڪري رهيا آهن، جيڪي مفلسين ۽ جهالتن جون پاڙون پٽڻ لاءِ ڪوشان آهن، تتيءَ تڏيءَ ويهڻ عبثِ تا چاٽن. املھ مقصدن لاءِ جيون کي بي مول ڏيئي، انهن کي انمول ڪرڻ جو امر راز ڄاڻن ٿا. انهيءَ ئي ڪري هيءُ خطو صدين کان پيار ۽ امن جو گھوارو آهي.**

**اچو تہ گڏجي عهد ڪريون تہ نفرتن جي پاڙ پٽي، محبتن جا ميڙا مچايون، علم ادب ۽ تهذيبي وسيلن وسيلي لطيف جي ڌرتيءَ جي ايندڙ نسل کي محبت ۽ محنت جي سوجهري سان منور ڪريون. ناحق کان نفرت ڏياري، پنهنجي حقن جي حفاظت ڪري، امن ۽ پيار جا گل وڪيريون.**

# سائين محمد ابراهيم جويو سان 2007_11_30 تي تيل هڪ ملاقات جو احوال

گهڻي عرصي کان دل ۾ سڌ هيم ته سائين محمد ابراهيم جويو سان ملاقات ڪيان ۽ کين عرض ڪريان ته منهنجي ڪتاب تي"ٻه اکر" لکي ڏين.(هن کان اڳ منهنجي ڪتابن جا مهاڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، مظهرالحق صديقي صاحب، ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ ٻين اهم شخصيتن لکيا آهن) پر جويو صاحب جي تحرير جي شدت سان ڪمي محسوس پئي ڪيم سو سائينءَ کان جڏهن ٽائيم ورتو ويو تڏهن پاڻ تمام خوشدليءَ سان اجازت ڏنائون ۽ گهر پهچڻ تي سهڻي نموني پليڪار ڪيائون ۽ وچڻ مهل دروازي تائين ڇڏڻ آيا ۽ مٿي تي هٿ رکي دعائن جي ڇانو ۾ مون کي روانو ڪيائون. انهيءَ ٻن ڪلاڪن جي ملاقات منهنجي دماغ کي معطر ڪري ڇڏيو. جويو سائينءَ جي لهجي جي ٺڏاڻ، ميناج، توريل تڪيل جملا ۽ شاهه صاحب جا بيت چوڻ، مطلب ته ائين پيو لڳي جڻ علم ۽ عرفان جو سمنڊ هجي. ڪنهن ڪنهن مهل سندن آواز، طبع جي ناسازيءَ سبب جهيڻو پڻ پئي ٿيو. پر ته به تمام وزنائتا جملا جن ڪنن کي هر دم متوجهه رکيو مون سندن هڪ هڪ لفظ ۽ هڪ هڪ جملو هينئين سان هنڊايو. وڏي ڳالهه مون کي ذاتي طور پڻ پنهنجي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتابن(ڇپيل ڪتاب ۽ مسودا به آئون گڏ کڻي ويئي هيس.) تي ڪارائتا مشورا ڏنائون.

ٿوري ئي وقت ۾ مون کي اندازو ٿيو ته سنڌ ڌرتيءَ جي آڇپي جي جدوجهد ڪندڙ قومي تحريڪن جي روح روان، هن عظيم مفڪر ۽ دانشور جو نه فقط لطيفي فن سان بي انتها شغف آهي پر هيءُ شاهه جو عاشق سنڌس ئي پيغام کي هر دم ورجائيندڙ آهي. چوي پيو ته"سنڌ واسيو! علم سان، عمل سان، عقل سان، جدوجهد ۽ همٿ سان، اڳيان وڌو محبتون پکيڙيو. نفرتن کان پاسو ڪريو، ويڇا وساريو ولر ڪري وڌو. فقط ۽ فقط امن جا پيامبر ٿي."

جويو صاحب جي حياتيءَ جو هر رُخ نهنائي، انڪساري، نيڪ نيتي، محبت

۽ پيار تي مشتمل آهي. سندس ئي لفظن ۾ تہ”مون سنڌ وطن ۾ پنهنجي زندگيءَ جا 100 سال گذاريا آهن. ان ڪري مون کي پنهنجي ڌرتيءَ سان پيار آهي. مون سڄي ڄمار ڪنهن کي بہ نفرت جي نگاهہ سان نہ ڏٺو آهي. سنڌ وطن جي ماڻهن مون کي وڏو پيار ڏنو آهي. زندگيءَ جي ڪنهن بہ گهڙي مايوس نہ ٿيو آهيان.“

”شاهہ سچل سامي“ جهڙو ڪتاب سنڌي ادب کي ڏيندڙ شاهہ لطيف جي هن شيدائيءَ کي منهنجي ڪتابن جا عنوان پسند آيا ۽ مون کي چيائون تہ ”بابا توهان کي ”آديسين ادب آهي اڪڙين ۾“ ”اُٿي راٺو ريل“، ”وڪر سو وِهاءِ“ ۽”سون ورنيون سوڍيون“ نموني جا لطيفي عنوان رکڻ جو خيال ڪيئن آيو؟“وري ”وڪر سو وهاءِ“ جو مسودو کڻي پاڻ اهو سڄو بيت پڙهيائين. سندس وڏي آواز سان اُچاريل بيت مان مون کي اندازو ٿيو تہ منهنجي مسودي تي لکيل عنوان ۾ لفظ وهاءِ جي”و“ تي زبر ڏنل آهي. يعني وَهاءِ“ ۽ سائين”وِهاءِ“ پيا اُچارين. مون پنهنجي غلطي محسوس ڪندي کانئن هڪدم پڇيو تہ”سائين ڇا اهو لفظ وِهاءِ ٿيندو؟“ تڏهن مُرڪي وراڻيائين،”ها بابا!“مون جهڙي ادبي سيڪڙات جي غلطي ڪڍي ان کي شرمنده ڪرڻ جي بدران اهو بيت ڇتائيءَ سان پڙهي غلط لفظ تي زور ڏئي تصحيح ڪرڻ جو اهو انداز منهنجي دل ۾ پيهي ويو.

ڪتاب”آديسين ادب آهي اڪڙين ۾“ جو مسودو ڏسي گهڻو پسند ڪيائون. خاص طور ڪتاب جو موضوع، ڪمپوزنگ، لطيفي بيتن تي لڳل اعرابن ۽ ترتيب تي اطمينان جو اظهار ڪندي، جويو صاحب مون کي چيو تہ ”هن کان اڳ هن قسم جو لطيفيات جو ڪم منهنجي نظر مان ڪونہ گذريو آهي. توهان کي اهو آئيڊيا ڪيئن آيو؟ تہ سنڌي ادب جي انهن ڪتابن جا عنوان جمع ڪري جيڪي لطيفيات مانَ ورتل آهن ۽ اهي بيت پڻ ڳولهيو تہ ڪهڙي سُرءِ داستان مان ورتل آهن. مون کي توهان جو هيءَ ڪم ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي آهي؛“ Appriciation ڏيندي انگريزي ۾ چيائون تہ “Baba! You are a creative writer Iam proud of you, iam very pleased to meet you, one can not imagine such a different and inventive ideas that you have.”

جويو صاحب جا اهي جملا پنهنجي لاءِ مون کي وڏو اعزاز لڳا ۽ منهنجي همٿ پڻ وڌي، کين عرض ڪيم تہ سائين! مون کي ڪتاب تي

ب ”اڪر“ لکي ڏيو. پر طبيعت نيڪ نہ هئڻ سبب اها ها نہ ڪيائين پر انهيءَ جو سبب واضح ڪندي وراڻيائين تہ ”بابا! آئون ڪنهن بہ ڪتاب تي تيستائين لکي ڪونہ سگهندو آهيان جيستائين اهو مڪمل طور پڙهي نہ وڃان ۽ آئون پڙهڻ کان سواءِ لکي ڪونہ سگهندس ٻيو جيترو ڪم پيو آهي جيڪو ڪرڻ چاهيان ٿو پر طبيعت ناساز آهي ان ڪري نہ پيو ڪري سگهان توهان جو ڪم خود ئي ميڇا ماڻيندو. مون کي تہ خوشي آهي تہ سنڌ جون نياڻيون هاڻي علم ۽ ادب جي ميدان ۾ چڱو اڳتي پيون اچن. توهان محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي قلمي سفر کي وڌائي پنهنجي قوم ۾ خاص ڏيپلي شهر جو مانُ مٿانهون ڪري رهيا آهيو“.

منهنجي نظر ۾ جامي چانڊيو جا جملا سئو سيڪڙو صحيح آهن تہ ”محمد عثمان ڏيپلائي، غلام رباني آگرو شيخ اياز، سراج الحق ميمڻ، رسول بخش پليجو شمشيرالحيدري ۽ ٻيا ڪيترائي فڪري اڳواڻ اسان کي هن عظيم اسڪالر ۽ فڪري رهنما معرفت مليا آهن ۽ ڪيترن ادبي نووارڊن کي پاڻ اڄ تائين سنئين دڳ لائي رهيا آهن“.

سنڌ جي هن مهان، مهربان ۽ ادب پرور شخص سان منهنجي ٿيل اها ملاقات حياتيءَ جو وڏو سرمايو ٿي ويئي. انهيءَ وقت اتي ممتاز علي پنھو پڻ ساڻن ملڻ آيو هو. گڏ ميڊيا وارا بہ هئا جن کي ڊرائينگ روم ۾ ويهاريو ويو هو. سائين اسان وٽان اُٿي ڪجهہ دير لاءِ ڊرائينگ روم ۾ ويا پوءِ پنھو صاحب سندن بيڊ روم ۾ موجود لائبريري ڏسڻ آيو جتي اسين ويٺل هئاسين. ڪمري ۾ موجود ڪتابن جي شيلفن ڏانهن اشارو ڪري، جويو سائينءَ کان پڇيائين تہ ”توهان هيڏا سارا سڀ ڪتاب پڙهيا آهن.“ سائينءَ مُرڪي وراڻيو تہ ”هر ڪتاب پڙهيل ۽ پروڙيل آهي ۽ ڪيترن کي مارڪ ڪيو اٿم ۽ مٿن ريمارڪس بہ لکيل آهن ۽ ضرورت پوڻ تي اهو ڪڍي وٺندو آهيان. مون کي ياد آهي تہ ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪٿي ڇا ڇا لکيل آهي“.؟ سائينءَ جي مهمانن جي ڪري مون کانئن موڪلايو. 30 ڊسمبر 2007ع تي محمد ابراهيم جويو صاحب سان ٻن ڪلاڪن جي ٿيل انهيءَ ملاقات ۾، مون کانئن گهڻو ڪجهہ پرايو ۽ وڏي رهنمائي ملي.

# رتيءَ جي رهاڻ

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان ٿيل ملاقات جو احوال

پيدا هتي پرور ڪيو، ڊاڪٽر نبي بخش خان،
سر زمينِ سنڌ ۾ اعليٰ سو انسان،
مطالعي ۽ مشاهدي ۾، وڏو سرت سبحان،
تقرير ۽ تحرير ۾، تہ ڏسو مرد جو ميدان،
علم ادب ۾ علمي حلقا، آهن هزارين حيران،
تہ مطالعي ۾ مڙن متاهون، آهي جُنگ پليرو جوان،
اسلامي فڪر اصولن تي پڙ متي پهلوان،
شاهہ جو رسالو شوق سان لکي، پيو جڳ ۾ مرڪي جوان،
سو محقق مهربان، آهي اهلِ دل عبدالرحمان چئي

زندگي فقط دنيا جون رنگينون ۽ رعنائيون ميڙڻ جو نالو نہ آهي پر زندگي علم ۽ عبادت آهي تہ محبت ۽ رياضت آهي تہ سچ ۽ سونهن پڻ جنهن ۾ وڏي اهميت حُسنِ اخلاق جي آهي. روزمره جي حياتيءَ ۾ اسين ڪيترن ئي ماڻهن سان ملون ٿا پر ڪي ڪي ماڻهو موتيءَ داڻن مثل آهن جن سان ڪيل ملاقات دل جي گهراين ۾ پيهي وڃي ٿي، سندن نقش سالن تائين دلين ۾ رهي ٿو. اهڙي ئي حُسنِ اخلاق جو مجسمو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي شخصيت هئي جن سان ملڻ جو مون کي ڏاڍو اشتياق هو. جڏهن منهنجو پهريون ڪتاب "سنڌي ادب جو جائزو" ڇپجي مشهور ٿيو تہ منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ ايندڙ ڪتاب جو مهاڳ ڪنهن وڏي علمي ۽ ادبي شخصيت کان لکرايان ۽ هڪدم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کان مهاڳ لکرائڻ جو ارادو ڪيم پر جنهن سان بہ ڳالهہ ڪيم تہ اهوئي مشورو مليو تہ ڊاڪٽر صاحب جن تمام مشغول رهندا آهن ۽ هو عام طور گهٽ ملندا جلندا آهن ۽ نيئن ليکڪ کي تہ مهاڳ لکي ڏيڻ نا ممڪن آهي پر مون پنهنجو ارادو مظبوط رکيو ۽ ادا محمد علي ڏيپلائي معرفت ڊاڪٽر صاحب

ڪان ملاقات جو وقت ورتو ۽ ساڻن ملڻ ويس پاڻ تمام قرب ۽ عزت سان مليا سندن حليم، نهٺي، بردبار شخصيت مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو تقريباً ڪلاڪ ڏيڍ ويهڻ ٿيو جنهن ۾ خاص طور محمد عثمان ڏيپلائي جو لکيل ادب، ڏيپلائي قوم جو بنياد، ڏيپلائين جو مزاج عادتون، سنڌي ادب، انگريزن جو دور، سنڌ جي تاريخ ۽ ٻين موضوعن تي سائين مفيد ڄاڻ ڏني مونکي ٽيپ ريڪارڊ نه لکڻ وڃڻ جو افسوس ٿيو. پر ڪيترين ڳالهين گهر اچي نوٽ ڪري ڇڏيم ۽ انهيءَ ملاقات جو احوال مون پنهنجي ڪتاب "ملهه مهانگا سپرين" ۾ ڏنو آهي.

بلوچ سائينءَ کي جڏهن مهاڳ جو چيم ته تمام عزت سان چيائين ته "بابا مون کي تمام خوشي آهي ته توهان ڏيپلائيءَ جو قلمي سفر جاري رکيو آهي آئينده به لکندار هجو مونکي ناول، افسانا ۽ سفرناما پڙهڻ جو وقت ڪونهي ان ڪري انهي متعلق توهان جي هن ڪتاب تي آئون تفصيلي نه لکي سگهندس باقي دعائيه ڪلمات جا ٻه اکر سرسري جائزو وٺي لکي ڏيندس." مون مشڪور ٿيندي چيو ته "سائين توهان جا دعائيه ڪلمات جا ٻه اکر منهنجي لاءِ تمام اهميت رکن ٿا." سندن گهران اچڻ مهل سائين جن مون کي دروازي تي ڇڏڻ آيا، ۽ منهنجي مٿي تي هٿ رکي دعا ڏنائون ۽ وڏيڪ لکڻ پڙهڻ جي تلقين ڪيائون هفتي ڪان پوءِ منهنجي حيراني جي حد ٿي نه رهي جو سائين جو لکيل "پيش لفظ" منهنجي پوسٽل ائڊريس تي پهچي ويو ايتري ساري مصروفيت ۾ ايڏا Committed ماڻهو تمام ٿورا هوندا آهن اڄ سندن لکيل اهي سٽون منهنجي لاءِ هميشه Inspiration جو باعث بڻيون آهن ۽ مون کي وڌيڪ ۽ وڌيڪ محنت ڏي مائل ڪنديون آهن

# آفتاب ميمڻ هڪ گهڻ رُخي شخصيت

آفتاب احمد ميمڻ 19 جون 1995ع تي ڏيپلي شهر ۾ محمد موسيٰ ميمڻ جي گهر جنم ورتو. هن ناميارا نثر نگار ٻارنهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي ادبي پورهئي جو آغاز"خادم وطن" اخبار ۾ لکڻ سان ڪيو ۽ جيئن ئي پاڻ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو ۾ پڙهڻ آيو تہ ڪاليج مئگزين ۾سنڌي ۽ انگريزي ٻولين ۾ لکڻ سان گڏ ڪاليج مئگزين ائڊٽ ڪيائين. ڪاليج بعد انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ ۾ 1972ع ۾ ٻهريان شاگرد ۽ پوءِ"پرهہ ڦٽيءَ" جي عنوان سان رسالا پنهنجي انقلابي ساٿين ارشاد نبي عباسي(پارس/شاد/سهيل سانگي، اختر درگاهي ۽ نذير عباسي شهيد سان گڏ ڪڍيائين. اهڙيءَ ريت سندس قلمي سفر قوي ٿيندو ويو. هن ڪيترين ئي اخبارن ۾ ڪالم ۽ مضمون لکيا ۽ چند ڪهاڻيون پڻ لکيائين، جيڪي مختلف رسالن ۾ ڇپيون نثر ۾ هن مضمون، ڪالم، ڪهاڻيون، ناول نما سفرنامو لکيا آهن. سندن لکيل ادبي پورهئي مان چار ڪتاب ڇپجي شايع ٿي چڪا آهن تہ ڪجھ ڪتاب اڃان تڪميل جي مرحلن ۾ آهن. ڇپيل ڪتابن ۾"هر پل صليب تي""نيٺ تہ ڊهندي"، "نيل نديءَ ڪناري" (جنهن کي 2011ع ۾ سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ پاران بهترين سفرنامي جو ايوارڊ مليو آهي) ۽ "قابل رحم قوم" (اردو ٻوليءَ ۾) آهن.

"هر پل صليب تي آفتاب ميمڻ جو پهريون ڪتاب آهي جو موضوع جي حوالي سان ڪالمن تي مشتمل آهي. ڪالم نگاري صحافت جو حصو هوندي بہ ادب سان مضبوط ۽ مربوط نموني جڙيل آهي. روزاني اخبارن ۾ آيل ادبي، علمي، سماجي ۽ سياسي ڪالمن جي هڪ خاص اهميت آهي. ڪڏهن اهي مضمونن جي شڪل ۾ بہ هجن ٿا. بنيادي طور ڪالم مضمونن مان ئي اسريا آهن. انگريز دور ۾ جڏهن اخباري صنعت جي شروعات ٿي هئي، تڏهن ڪالمن ۽ مضمونن جي وچ ۾ ڪو خاص سنڌو نہ هو پر پوءِ آهستي آهستي وقت سان گڏ ڪالم، مضمونن کان الڳ نثري صنف شمار ٿيڻ لڳا. هلندڙ دور ۾ ڪيترن ئي ڪالمن جا مجموعا شايع ٿيا آهن، جن ۾ هر پل صليب تي هڪ خوبصورت اضافو آهي.

هيءَ ڪتاب 1990ع کان 2008ع تائين جي دور جي ڪالمن ۽ مضمونن جو مجموعو آهي، جيڪي وقت بہ وقت سنڌي اخبارن ۾ ڇپيا. 2010ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي جي هن ڪتاب کي خوبصورت ۽ بامعنيٰ ٽائيٽل ۽ پڪي جلد سان شايع ڪيو. ڪتاب تي راءِ ڏيندڙن ۾ قاضي

اسد عابد، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، مختار عاقل، غازي صلاح الدين، احمد خان جمالي، فضل قلباڻي ۽ عمر قاضيءَ جا رايا شامل آهن. جنهن ۾ ڪنهن ڪين ملڪ دشمن عناصرن کي بي نقاب ڪندڙ آدرشي ۽ انقلابي ڪالم ڪار سڏيو آهي ته ڪنهن ڪيس قربائتو بااخلاق، ديانتدار ڪامورو سڏيو آهي. ڪنهن جي نظر ۾ شاگرد سياست ۾ سرگرم رهڻ وارو نظرياتي ڪارڪن آهي ته ڪٿي هو ڪرنٽ افيئر جو ماهر قلمڪار آهي.

هنن ڪالمن جي مواد ۾ سماجي ناانصافين ۽ محرومين تي واڪا ڪيل آهن. ملڪي حالتن ۽ اخبار جي خبرن جي حوالي سان سچن واقعن ۽ حقيقتن کي سنجيدگيءَ سان پيش ڪيو ويو آهي ته ڪٿي ليکڪ طنزيہ ۽ مزاحيہ انداز سان پڻ مسئلن جي نقاب ڪشائي ڪئي آهي. نثري ادب جي حوالي سان جيڪڏهن انهيءَ ڪتاب جي چند ڇاڻ ڪجي ٿي ته ظاهر ٿئي ٿو ته اهي اخباري ڪالمن هوندي بہ ٻوليءَ جي لحاظ کان ادبياڻہ ڪالم آهن جن جي اهميت سدا حيات آهي.

اهي ادبي ليکڪ جي وسيع مطالعي ۽ مشاهدي جي ڇاڻ ڏين ٿا سچي ڪتاب جو تنقيدي جائزو اهو ظاهر ڪري ٿو ته آفتاب ميمڻ کي سنڌي نثر جي اصولن جي پليءَ پت ڄاڻ آهي. سچي ڪتاب ۾ بيهڪ جون نشانيون، چوڻيون، پهاڪا، اصطلاح، موقعي مطابق مهلائتا شعر ۽ موضوع سان مواد جي مطابقت اعليٰ درجي جي آهي. هن ڪتاب کان پوءِ ليکڪ جا ٻيا 3 ڪتاب پڻ ڇپيا آهن. جيڪي پاڻ نثر ۾ آهن ۽ سندس لکڻ جو سفر جاري ساري آهي.

ڏيپلي شهر جو هي ڊي ايم جي گروپ جو ڪامورو سانگهڙ، نوابشاهہ ۽ ڪراچيءَ جو ڊپٽي ڪمشنر رهيو. ان کان سواءِ سنڌ حڪومت جي ادارن جيئن ايڪسائيز ۽ ٽيڪسيشن، ايگريڪلچرل، انفارميشن ۽ وومين ڊولپمينٽ جي ادارن جو سيڪريٽري رهيو. سندس ڪالمن توڙي مضمونن ۾ انهن لاهين چاڙهين ۽ حالتن جا احوال پڻ آهن، جيڪي کيس بيورو ڪريسيءَ جي دور ۾ پيش آيون. وڏيڪ هن ڏس ۾ سندس آتم ڪهاڻي جلد منظر عام تي اچڻ واري آهي. پر اها خبر انهن سيني کي چڱيءَ پر آهي ته هو جهڙو آهي ٻاهر، تهڙو اندر اٿس. قرب، تواضع ۽ نياز ۽ نوڙت ۾ پوئل آفتاب ميمڻ نہ فقط ادب شناس پر ماڻهو شناس پڻ آهي. اميد ته سندس اديبانہ ونگ ۾ رچيل تحريرون، سنڌي نثر جي سرسبز باغ کي سيراب ڪنديون رهنديون.

# مفتي منجهہ ويهار

ڪجهہ ڏينهن اڳ پيڻ گلبدن مرزا جي فون آئي تہ "ادي اسين سرتيون" جو آتم ڪٿا نمبر شايع ڪيون پيا لکندڙ پينرن کي اطلاع ڏني آهي تہ پنهنجي حياتيءَ جي باري ۾ ڪجهہ احوال لکي ڏين. سنڌ جي سرتين کي هڪڙي ادبي پليٽ فارم تي گڏ ڪندڙ هيءَ مرزائڻ پيڻ ڪڏهن پينرن جا انٽرويو نمبر تہ ڪڏهن آتم ڪٿا نمبر تہ ڪڏهن سنڌ جي سورميءَ جو شهيد بينظير ڀٽو نمبر ۽ بيگم نصرت ڀٽو نمبر ۽ ٻيا اهم نمبرز ڪڍي سرتيون مئگزين کي مڃائيندي اچي. سندس محنت مڃڻ جوڳي آهي. ڪيس جواب ڏيڻ محال سو هڪدم هائوڪار ڪيم پر اهو ضرور خيال آيو تہ "هڪ تہ آتم ڪٿا لکڻ ڏکيو ڪم ۽ ٻيو وري ٻن چئن صفحن ۾ ڪهڙو حياتيءَ جو احوال اچي سگهندو ها ايئن تي سگهي ٿوتہ حياتيءَ جو هڪڙو رخ هنن صفحن ۾ سمائي ڇڏجي. اهو سوچي لکڻ شروع ڪيم بلڪہ لکڻ ٻيا شروع ڪيم پنهنجي اڳ لکيل اڌوري آتم ڪهاڻيءَ جو فائيل ڪبٽ مان ڪڍيم جا مون 2004ع کان "مفتي منجهہ ويهار" جي عنوان سان لکڻ شروع ڪئي هئي. هونئن تہ آئون ڪا وڏي ادبي شخصيت نہ آهيان. مڙيئي پنهنجي شوق ۽ پڙهندڙن جي پسنديدگيءَ کان پوءِ ڪجهہ سالن کان رنڊا روڙي ڪجهہ نہ ڪجهہ لکي پئي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪريان. "مفتي منجهہ ويهار" جي آتم ڪهاڻي لکڻ جو خاص مقصد هيم تہ پڙهيل ڳڙهيل سنڌي پينرن کي علم ادب ڏي مائل ڪريان تہ جيئن وڌ ۾ وڌ پينرون اظهار جي آزاديءَ واري هن سفر ۾ اڳيان اچن. ممڪن آهي منهنجي زندگيءَ جو احوال هر عام قاريءَ لاءِ ڪشش جو باعث نہ ٿيئي پر هڪ ماءُ، هڪ استاد ۽ ادب جي ادني خادمہ جي حيثيت ۾ مون اهو احوال لکڻ مهل فقط ۽ فقط اهو سوچيو تہ منهنجي شاگرديائين، سنڌ جي پڙهيل نيائين ۽ منهنجي آل ۽ عيال کي اها خبر پوي تہ هن دلپسند پر اڙانگي رستي ۾ عورتن کي ڪهڙيون مشڪلاتون درپيش اچي سگهن ٿيون، هڪ سنڌي عورت ڪهڙيءَ

ريت گهر ٻار، آل عيال ۽ نوڪريءَ جي جوابدارين جي وچان لکڻ پڙهڻ جي ڪم کي ڏکيائين سان منهن ڏئي تي ڪيس ڪيترو سهڻو تو پوي؟ ڪيس ڪيتريءَ همت ۽ محنت جي ضرورت آهي؟ خاص طور تي تہ جڏهن محنت ئي ڪاميابيءَ جي معراج هجي.

منهنجي آتم ڪهاڻيءَ جي لکڻ جي اها ئي مقصديت آهي تہ سنڌ جون سرتيون سنڌي سماج جي اڏوهي ڪاڏل ريتن رسمن جي قيد مان نڪري پنهنجي تعليم تي توجهہ ڏين ۽ همت ۽ محنت جاڳڻ خود ۾ وڌائي پاڻ پيرين تي مضبوط ٿين. **مفتي منجهہ ويهار** جي منهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ نَوَ باب آهن جنهن مان ٽيون نمبر باب "ادبي سفر جي ابتدا" جي عنوان سان آهي جيڪو مختصر هيٺ ڏيان ٿي.

**ادبي سفر جي ابتدا:** مولي ڪريم جا مون تي ڪيترا وڏا ڪرم آهن. پلاري ڏٺيءَ جون اهي پال پلايون ڳڻڻ چاهيان تہ بہ آئون ڳڻي نٿي سگهان. ننڍپڻ کان سنڌي علم ادب ڏي لاڙو هيو پر فقط پڙهڻ تائين لکڻ جو سفر دير سان شروع ڪيم ۽ مون ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو تہ ڪو زندگيءَ ۾ اهڙو وقت ايندو جو آئون سنڌي علم ادب جي هن ريت دل و جان سان خدمت ڪري سگهنديس. علمي ۽ ادبي ڪتابن جي لکڻ ۽ پڙهڻ کي ڪُل وقتي مِشن طور نيائيندي ٿورڙي ئي وقت ۾ ڏهاڪو کن ڪتاب لکي ويندس. (جنهن مان ست ڇپجي چڪا آهن ۽ ٽن ڪتابن تي ايوارڊ پڻ مليا آهن) علمي، ذهني، قلبي ۽ قلمي قوت جي وسعت لاءِ ڏٺيءَ در ٻاڏائيندي پٽ ڏٺيءَ جو هيءُ دُعائيہ بيت منهنجي مَنَ جي ڦرهيءَ تي اُڪري ڇپن تي جهونگارجي اچي ٿو تہ:

جانِبَ تون جيڏو آهين، شان شعور سين،
مون تي ڪَرِ منهنجا پرين، توهہ تُسي جيڏو
ايءَ ڪامل! ڪم ڪيڏو جيئن نوازينم نگاهہ سين.
(سر بروو سنڌي 2_1)

جڏهن پنهنجي ادبي سفر جي ابتدا کي ياد ڪريان ٿي تڏهن 13 سالن جي ننڍڙي نينگري "پرينان" (گهر ۾ پيار ۾ پرينان سڏيندا آهن) اکين اڳيان لڙي اچي ٿي جا اسڪول مان اچي ٽاڪ منجهند جو آرام ڪرڻ جي بجاءِ وڏي ياءُ ادا آفتاب جي ڪتابن جي ڪٻٽ مان اشفاق احمد، قرائت العين

حيدر ابراهيم جليس، سعادت حسين منٽو ۽ ٻين ليکڪن جا ڪتاب ڪڏهن سانجهيءَ تائين پڙهي پڙهندي هئي ۽ آخر ۾ رات جو هٿ بتيءَ تي (ڏيپلي شهر ۾ ان وقت بجلي ڪونه هئي) هوم ورڪ ڪندي هئي. اهڙيءَ ريت پڙهڻ جي شوق ۾ آهستي آهستي سنڌي ادب ڏي لاڙو ٿيو جو 1971ع کان سگهڙين سٿ، هلال پاڪستان اخبار جي صفحي ۽ سرتيون، سهڻي، نئين زندگي رسالن ۽ خاص طور جمال ابڙو حفيظ شيخ، امر جليل، نسيم کرل، پوپٽي هيرانندائي، سندري اتم چنداڻي، نورالهديٰ شاهه ۽ ثميره زرين جي افسانوي مجموعن پڙهڻ کان پوءِ وڌندو ويو. اسان جي گهر جو ماحول علمي ۽ ادبي هيو ڪيترائي نوان ڇپيل ڪتاب ۽ رسالا ۽ روزانه جون اخبارون موجود هوندا هئا. منهنجو والد محترم پڙهيل ڳڙهيل روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ مختيارڪار جي عهدي تي رهيو وٽس ڌيئرن ۽ پٽن ۾ ڪو به فرق نه هو. مرڳو ڌيئرن کي پٽن کان وڌيڪ پائيندو هو اسان پنج ڀينرون ۽ ست پائر آهيون ۽ آئون ڀينرن پائرن ۾ عمر جي حساب سان پنجون نمبر آهيان. بابا مونکي تمام گهڻو پائيندو هو ۽ لکڻ پڙهڻ ڏي همت ڏياريائين. انهيءَ وقت ۾ مون به ڪهاڻيون "ڇري" ۽ "ماءُ جو دلاسو" جي عنوان سان لکيون جيڪي ميرپور خاص مان ڇپجندڙ ڪنهن ماهوار رسالي ۾ شايع ٿيون پر وڌيڪ پوءِ لکي ۽ ڇپرائي نه سگهيس.

1976ع ۾ انٽرميڊئيٽ پاس ڪرڻ بعد منهنجي شادي ٿي ويئي، جنهن کان پوءِ پنهنجي تعليم ته جاري رکيم پر ادبي دنيا سان لاڳاپو قائم نه رهي سگهيو. انهيءَ دوران ايم اي انگريزي ادب ۾ ۽ پوءِ ايم اي سنڌي ادب ۾ ڪيم سنڌي ادب ۾ ماسٽر ڪرڻ مهل ڪيترائي ڪتاب پڙهڻا پيا ۽ ايم اي ۾ يونيورسٽيءَ ۾ فرسٽ پوزيشن اچڻ کان پوءِ جڏهن سنڌيءَ ۾ ليڪچرر ٿيس ته هيڪاري سنڌي ٻولي ۽ ادب سان پڙهڻ پڙهائڻ جي ڪري ڏينهن رات جو واسطو ٿي ويو ۽ اڳيان هلي پنهنجن ٻارن جي به سنڌي مضمون ۾ مدد ڪيم. منهنجي پنهنجي ڌيءَ انٽرميڊيئٽ تائين آئي ته ڪيس 25 کن مضمون سنڌي مضمون جي تياريءَ لاءِ امتحان جي ضرورت مطابق لکرايم پر ڇپائڻ جي جڙ يادگيري ئي نه پيئي. يا ڪي اهڙا موقعا ئي نه ملي سگهيا. انهن مضمونن کي اڳيان هلي مون پنهنجي مضمون نويسيءَ جي

هائرايجوڪيشن ڪميشن مان منظور ٿيل ڪتاب ”وکر سو وهاءِ“ ۾ پڻ شامل ڪيو. جيڪو پوءِ HEC ئي 2011ع ۾ ڇپايو ۽ هڪ ٻيو ڪتاب، ”سنڌي نثر جي ڪن صنفن جو اڀياس“ 2008ع ۾ پڻ هيڪ وارن شايع ڪيو. انهن ٻن ڪتابن جي HEC اسلام آباد مان ڇپجڻ ۽ مونکي نقد ايوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملڻ مون ۾ لکڻ جي سگهه ۽ شوق کي وڌايو ان کان اڳ 2004ع ۾ منهنجو پهريون ڪتاب ”سنڌي ادب جو جائزو ۽ لطيفيات“ روشني پبليڪيشن شايع ڪيو. اهو ڪتاب پڻ تمام گهڻو مقبول ٿيو. جڏهن مون کي گهڻا تعريفي خط پهتا ۽ روبرو سيني ملڻ جلڻ وارن ۽ ڪاليج ۾ ساهيڙين ۽ شاگرديائين ۽ مٽن مائٽن وٽان پسنديدگيءَ جي موٽ ملي ته پوءِ مون هن ادبي سفر کي پنهنجي حياتيءَ جو اهم موڙ سمجهيو جنهن منهنجي فڪر ۾ پڻ وڏي تبديلي آندي ۽ وڌيڪ ڪتابن کي پڙهڻ ۽ لکڻ جي اُتساهه هيٺ مون پنهنجي سوشل تعلقات ۾ ڪمي آندي ۽ ٻين ڪيترن گهڻ اهم ڪمن کان ڪناراڪشي ڪري مقصد طور هن ڪم ۾ جنون وانگر جُنبي ويس. انهيءَ دوران مون سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبي ۾ ايم فل اسڪالر طور داخلا پڻ ورتي ۽ ڪيترائي ڪتاب مڪمل لکي ڇپرايم ته ڪي ڪتاب ترتيب ڏنم جن ۾ ڇپيل ڪتابن ۾ ”اُتي رائو ريل“ (تنقيد ۽ تحقيق) 2009ع (هن ڪتاب کي سنڌي ادبي سنگت طرفان 2009ع جي بهترين ڪتاب جو ايوارڊ مليو آهي) ”اخلاقي قدر“ (ٻاراڻو ادب) 2010ع هن ڪتاب کي نيشنل بڪ فائونڊيشن وارن ميرٽ سرٽيفڪيٽ ڏنو آهي) ”آديسين ادب آهي اکڙين ۾“ 2007ع ، ”سون ۽رنيون سوڊيون“ 2009ع ۾ شايع ٿيا آهن. ان کان سواءِ اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ ”جي پارڪو پارس جا“، (لطيفيات) ”ملهه مهانگا سپرين“ (ادبي تاريخ) ”سونهان سڏيون ڏين“، (سوانح) ”محمد عثمان ڏيپلائيءَ جون سنڌي نثر ۾ خدمتون“ آهن ۽ انهيءَ دوران پي.ايچ.ڊي جو ڪم ٿي ماشاء الله مڪمل ٿي ويو ۽ مونکي 2012ع نومبر ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان PhD جي ڊگري ايوارڊ ٿي جنهن جو موضوع ”سنڌي نثر ۾ ليکڪائن جو حصو تحقيقي اڀياس“ (1985ع تائين) آهي. پنهنجي تحقيقي ڪم وچان مٿيون سڄو ڪم ڪندي يقيناً مون پنهنجو پاڻ کي وساري ڇڏيو ۽ پنهنجي صحت کي به متاثر ڪيم ۽ ڪيترائي مسئلا مون کي درپيش آيا. جنهن ۾ گهرو مسئلن

سان گڏ نوڪريءَ ۾ ۽ صحت جي ڪميءَ پيشيءَ جي ڪري گهڻين لاهين چاڙهين کي منهن ڏيڻو پيو پر آئون فقط همت ۽ نيڪ نيتيءَ سان پنهنجي ڪم سان واسطو رکندي اچان. مون کي ڪڏهن بہ ڪنهن سان ساڙ حسد ۽ ريس نہ ٿيندي آهي. منهنجو ذاتي طور اهو پختو عقيدو آهي تہ ماڻهوءَ کي هِن دنيا ۾ توڙي هُن دنيا ۾ اُهو ئي ملي ٿو جيڪي هُو پوکي ٿو. ۽ آئون سمجهان ٿي تہ اسان جي حياتيءَ جو ماپو انهيءَ تي دارومدار نٿو رکي تہ اسين ڪٿي جنميا ويا آهيون يا ڪٿي مري دفن ٿينداسين. انساني حياتيءَ جي ڪٿ اها هئڻ گهرجي تہ هو پنهنجي محدود جيون جي جياپي دوران ڇا دان ڪري ويو ۽ ڇا کٽي ويو. اهو ئي سندس حياتيءَ جو ملهہ آهي ۽ اها ئي ڳڻپ فاني جيون جي لافاني مقصديت سان مشروط آهي.

آئون پنهنجي سرجڻهار سڳوري ڌڻيءَ جي دل سان مشڪور آهيان جنهن منهنجي جيون کي سنئين دڳ تي لاتو جنهن مان منهنجي مَنَ کي سچو سڪون سَري رهيو آهي ۽ اڄ آئون علمي ۽ ادبي حلقي ۾ عزت ۽ مانِ پرائي پنهنجي ديس واسين ۽ پنهنجي منڙي ٻوليءَ جي خدمت ڪري رهي آهيان ۽ پنهنجي حياتيءَ جي هڪ هڪ پَل کي ڪارگر بنائڻ لاءِ شيخ اياز جـ لفظن ۾ هيءَ دُعا گهرنديس تہ

يا رب!
منهنجي قلم کي اُها خوشبو ڏي،
جو ان کي ڏسي دنيا جا سارا گل حيران ٿي وڃن
مون کي پنهنجو رحم وديعت ڪر،
پنهنجي اخلاق جي بيک ڏي،
مان تنهنجي گناهہ گار بندي آهيان،
تون خطا بخش بہ آهين،
عطا بخش بہ آهين،
مون کي معاف فرماءِ،
۽ پنهنجي عطا کان محروم نہ ڪر،
يا رب.



# ڊپٽي صاحب جنهن جو گفتو گفتو گل

مٿئين عنوان وارو ڪتاب سنڌي ادب جي سوانح نگاريءَ ۾ هڪ نئون اضافو آهي، جو نصير مرزا سهيڙيو آهي. غلام محمد مخدوم صاحب جي باري ۾ لکيل هن ڪتاب جو ڪاغذ ۽ ٽائيٽل وٽندڙ آهن. 360 صفحن جي هن سوانح ۾ سنڌ جي اهم علمي ۽ ادبي شخصيتن جا مخدوم صاحب جي باري ۾ ليک آهن. جن ۾ پير حسام الدين راشدي، عنايت بلوچ، ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو، نفيس احمد ناشاد، قربان منگي، انعام شيخ، ڊاڪٽر قاضي خادم، تاج جويو، شوڪت حسين شورو ۽ ٻين جون تحريرون شامل آهن. 84 صفحن تي مشتمل انگريزي ٻوليءَ جي ليکن ۾ گل محمد عمراڻي، ڊاڪٽر منصور ۽ ٻين گهر ڀاتين لکيو آهي ۽ اردوءَ ۾ محمد حسن ۽ سيد اسلم جعفريءَ جون تحريرون شامل آهن. هن ڪتاب ۾ ”عڪس درِ عڪس“ جي عنوان سان فوٽو گئلريءَ ۾ تقريبن اڍائي سو بليڪ اينڊ وائيٽ ۽ رنگين تصويرون آهن جن ۾ فئملي فوٽوز ۽ مخدوم صاحب جي منعقد ڪرايل سچل ڪانفرنسن جون تصويرون آهن ۽ مخدوم صاحب جن پنهنجي ذاتي وڏي لائبريري سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ کي گفٽ ڪئي جتي سنڌن نالي سان غلام محمد مخدوم ڪارنر قائم ڪيو ويو آهي. انهي موقعي جا فوٽوز پڻ شامل آهن ۽ ريڊيو پاڪستان کي پنهنجي جمع ٿيل موسيقيءَ جي ڪليڪشن ڏيڻ وقت جون تصويرون پڻ عڪس درعڪس جي البم ۾ شامل آهن.

هن ڪتاب جي تحريرن کي پڙهڻ بعد اندازو ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب جي سوانح جا سوين رنگ آهن. هو اديبن ۽ عالمن جو قدردان هيو تہ ڪتابن وٺڻ ۽ پڙهڻ جو ڪوڏيو رهيو. ڪتاب ئي سندس حياتيءَ جو اهم محور رهيا. نهنائيءَ سان ٻين جي دل جيتيائين نثار احمد صديقيءَ کين مخلص دوست ۽ بي لوث انسان سڏيو آهي تہ ڊاڪٽر عبدالغفار موجب هو مهربان دوست ۽ برجستو آفيسر هيو. مشتاق شورو کين انتهائي نفيس، شفيق ۽ گهڻ سهو انسان سڏي ٿو.

هاڪاري رويو رکندڙ مخدوم صاحب 80 سالن جي حياتيءَ ۾ حياتيءَ کان مطمئن آهي هو ڪڏهن بہ مايوس نہ ٿيو آهي. موت کي برحق ڄاڻندي پنهنجي انٽرويو ۾ سنگت کي پيغام ڏيندي چوي ٿو تہ:

”هلڻ وقت وکون تہ ڳڻڻ گهرجن ۽ بس هلندو ئي رهڻ گهرجي. زندگي هڪڙو رقص آهي ۽ اهو رقص ڪبو رهجي. مڙي مڙي پويان ڏکن، اهنجن، يارن جي بيوفاين، پنهنجن جي وڇوڙن ۽ زماني جي مصيبتن کي بار بار پيو ڏسبو ۽ ڳڻبو رهبو تہ زندگيءَ جو توازن هيٺ مٿي ٿي ويندو. پکي اڏامڻ مهل ۽ مڇي ترڻ مهل سوچيندي ٿورو ئي آهي بس پکي آسمان جي ڦهلاءُ ۾ اُڏامندو رهندو آهي ۽ مڇي درياءَ ۾ ترندي رهندي آهي. سو ماڻهو کي بہ زندگيءَ ۾ هلندو ۽ هلندو ئي رهڻ گهرجي، باقي سو هوا سان گڏ ڪويہ يا ڄمار ناهي رهندو ۽ نهايت جلد ڪو وقت اهڙو اچي ويندو آهي جو هوا نيٺ سرير جو ساٿ ڇڏي ويندي آهي ۽ ان کان پوءِ مٽيءَ جو ساٿ شروع ٿي ويندو آهي ۽ ماڻهو ازل تاابد زمين جي ڪتاب جو ورق بڻجي پوندو آهي. سو ماڻهو مٽي ۽ خاڪ جلد ختم ٿيڻ واري ۽ فاني شيءَ آهي. جنهن جي ذات سدائين رهڻي آهي ۽ اهوئي لافاني بخشڻهار ۽ اهوئي خلقڻهار آهي جنهن جو نوازڻ سڀ ڪجهہ آهي ۽ ان ئي فلسفي پويان هلو تہ. ”جو نوازي ڏڻ آسرَ لاهج اُن جو“(ص100)

ڪتاب جو ٽائيٽل، ضخامت، اڇو پنو منفرد عنوان ۽ ٻاهرين سونهن ۽ سوپيا پڙهڻ لاءِ هرڪائيندڙ آهي، پروف ڏيان سان چڪاسيل آهن. ڪتاب ۾ پروف جون غلطيون نہ هئڻ برابر آهن. هيءُ ڪتاب هڪ فرد جي انسان دوستي، ادب پروري، ذهانت، علميت ۽ فرض شناسيءَ جي ڄاڻ ڏئي ٿو. صاحب ڪتاب سان سوانحي رهاڻ صفحي 17 کان 103 تائين ڪيل آهي جنهن ۾ ڊپٽي صاحبِ جا انٽرويو ۽ ساڻن ڪيل ڪچهريون آهن. سندن گفتن کي نصير مرزا گلن سان تشبيهہ ڏني آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 2015ع ۾ ڇپيو آهي. جنهن جو عنوان”ڊپٽي صاحب جنهن جا گفتا سڀ گلاب“ ۽ اردوءَ ۾”ڊپٽي صاحب جن کي ساري حرف گلاب“ جي عنوان سان شايع ٿيا آهن.

# يوسف سنڌيءَ جي ادب شناسي

يوسف سنڌيءَ جو لکيل "سنڌي ادب" ڪتاب 2011ع ۾ سچائي اشاعت گهر، اڪادمي ادبيات، جي سهڪار سان شايع ڪيو. 528 صفحن جي هن ڪتاب ۾ هڪ سئو اديبن جي سوانح ۽ ڪم جو جائزو شامل آهي ۽ مهاڳ ڊاڪٽر فهميده حسين جو لکيل آهي. هوءَ لکي ٿي ته:

"هن ڪتاب لکڻ تي آءُ محترم يوسف سنڌيءَ کي پڻ انهيءَ ساڳئي سٽ ۾ شمار ڪريان ٿي جن سنڌي ٻوليءَ کي ايڪيهين صديءَ ۾ مانائتو ڪيو آهي."

يوسف سنڌيءَ جو نا ِ سنڌي ادب ۾ هڪ وڏي وٿ طور قرار ڏنو وڃي ٿو. هن جاکوڙي اديب پنهنجي محدود وسيلن هوندي پڻ ادب توڙي اديبن جي وڏي خدمت ڪئي آهي ذاتي طور نهنو هڏ ڏوکي ۽ مددگار آهي. هو هميشه انڪساريءَ کان ڪم ونندو آهي نه وتس وڏائو نه ناهه نوهه, هو ڪتاب ۽ پنن جي فائيل ڪڇ ۾ ڪنيو سيمينارن, ادبي محفلن, بڪ اسٽالن, پبلشرز ۽ پرنٽرز وٽ نون نون موضوعن تي لکڻ ۽ نون نون ڪتابن ڇپائڻ لاءِ سرگردان آهي. سندس حياتيءَ جو مقصد فقط ۽ فقط سنڌ, سنڌ واسين ۽ سنڌي علم ادب جي خدمت آهي. سنڌي ادبي سنگت جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان پڻ يوسف صاحب ڪافي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. سڄي سنگت کي گڏ ڪڻي هلڻ ئي سندس مشن آهي. هو مستقل ۽ مسلسل لکندڙ اديب آهي.

سندس ڪيترائي ڪتاب ترتيب، ترجما ۽ تصنيف ڪيل آهن. جن ۾"پسي تنهنجي تجلي"، "سنڌي ادب جا سرچشما"، "نہ وڃڻ جو پڇتاءُ"، "تو چو پيار ڪيو" "اونداهي ۾ سوجهرو"، "سدائين سفر ۾"، "نجم عباسي" "فن ۽ شخصيت"، "هل تہ دهلي هلون." "سنڌ سان ڇا ٿيو"، "ڏيئو ۽ دريا"، قديم يونان جون ديويون ۽ ديوتا"، "حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم"، "هڪ سئو تاريخ ساز شخصيتون" "آزاديءَ جو ڏکھو سفر"، "بُک"، "اُسامہ بن لادن جي پراسرار دنيا"، "چي گويرا جي ڊائري"، "سدا سُرها گل"، "سنڌ پاڪستان کان پوءِ"، "قاسم پٿر شخصيت/يادگيريون"، "آزاديءَ جو ڏکھو سفر" ۽ ٻيا ڪتاب آهن.

"سنڌي ادب" ڪتاب جي ورق گردانيءَ کان اڳ جيئن ئي هٿ ۾ کنيم تہ هن ڪتاب جي سرورق ۽ مواد مون کي پاڻ ڏي ڇڪيو. گذريل ڪيترن ئي سالن کان آئون پاڻ پڻ سنڌي نثر، نثري صنفن ۽ انهن صنفن ۾ لکيل مواد جي چنڊ ڇاڻ متعلق ڪم ڪندي پئي اچان. انهيءَ ڪري هي ڪتاب مون کي نہ فقط پنهنجي مطلب ۽ مقصد متعلق لڳو پر جيئن جيئن پڙهندي ويس تيئن مون کي اندازو ٿيو تہ سوانح لکڻ ڪو ڪمال هجي نہ هجي پر ڪماليت سان لکڻ يقينن وڏو ڪمال آهي. يوسف سنڌيءَ هر ليکڪ جي باري ۾ تمام وٽندڙ ۽ تفصيلي معلومات ڏني آهي جيڪا ادبي تاريخن جي حوالي سان هڪ بلڪل منفرد اضافو شمار ٿئي ٿي. "سنڌي ادب" ڪتاب کان اڳ سندس ڪتاب" "سنڌي ادب جا سرچشما" 2004 ۾ ڇپيو هو. جنهن ۾ 43 سوانحي مضمون شامل هئا. فاضل ليکڪ انهي سان گڏ ٻيا مضمون ملائي ڪل سو اديبن جو احوال هن ڪتاب ۾ آندو آهي. جنهن جي ليکڪن جا نالا الف ب وارا ترتيب سان ڏنل آهن. جو اڄڪلھہ جي جديد تحقيق جو گهربل انداز آهي.

ڪتاب ۾ جن عالمن، اديبن ۽ شاعرن جو سوانحي ذڪر ۽ خدمتون بيان ڪيل آهن. انهن ۾ آغا سليم، امر جليل، الطاف شيخ، اياز قادري، امداد حسيني، استادبخاري، تنوير عباسي، پيرومل مهرچند آڏواڻي، پير حسام الدين راشدي، ڄيٺمل پرسرام، حميد سنڌي، سراج الحق، سوڀو گيانچنداڻي، سندري اتم چنداڻي، غلام نبي مغل، گوبند مالهي، ليکراج عزيز، نجم

عباسي، نسيم کرل، محمد عثمان ڏيپلائي، محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻين جو احوال آهي.

هن ڪتاب ۾ مختصر پر جامع معلومات پيش ڪيل آهي. طارق اشرف جي خدمتن کي مڃتا ڏيندي ليکڪ لکي ٿو ته:"سهڻي جا ٻيئي دور، سنڌي ادب جي حوالي سان اهميت وارا آهن. سهڻي ڪيئن نوان ليکڪ پيدا ڪيا. جن اڳتي هلي وڏو نالو ڪيو. سهڻي هڪ رسالو ڪونه هو، سهڻي هڪ تحرڪ هو سهڻي هڪ چاٽي هئي، جيڪا سنا اديب چاٽي، سنڌي ٻوليءَ جي هنج ۾ وجهندي هئي."(ص232)

ظفر حسن جي باري ۾ لکيو اٿس ته:

"ظفر حسن، سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۽ سنڌ ڌرتيءَ سان"لاشريڪ له" جي حد تائين عشق ڪيو. انهيءَ حوالي سان هو پنهنجي ذاتي توڙي ادبي زندگيءَ ۾ پنهنجي ٺاهيل اصولن کان ڪڏهن به ڪونه هٽيو. ظفر حسن سان انهن اصولن جي آڌار تي اختلاف ڪندڙ ماڻهو به سندس سچائيءَ ۽ ايمانداري کان انڪاري نه هوندا."(ص_234)

هن ڪتاب ۾ هر دور جي نثر نويسن ۽ انهن جي فن جي ڄاڻ ملي ٿي ته انهيءَ دور جي فڪر ۽ تخليقي قدرن جي پروڙ پڻ ملي ٿي ته گڏ مولوي احمد ملاح کان ذوالفقار سيال تائين اهم شاعرن ۽ سندن ڪم بابت معلومات موجود آهي."سنڌي ادب" هڪ ڪارائتو ۽ قيمتي مواد وارو ڪتاب آهي جنهن ۾ ڪمپوزنگ جون غلطيون نه هئڻ برابر آهن. نثر جو استعمال آسان ۽ عام فهم آهي. يوسف سنڌيءَ کي جس هجي جنهن ادب ۾ هڪ اهم ڪتاب جو اضافو ڪيو آهي.

# ببلوگرافي


گربخشاڻي هوتچند مولچند،(مرتب)"شاھ جو رسالو"، ڪمشنر ڇاپو 1923ع ۽ 1931ع.

گربخشاڻي، هوتچند مولچند، "نورجهان" ورستي پبليڪيشن، ڪراچي، 1971ع.

پيرومل مهرچند، "گربخشاڻيءَ وارو رسالو منهنجي نظر ۾"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1993ع

ملڪاڻي، منگهارام، "سنڌي نثر جي تاريخ" روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1993ع.

فهميده حسين، ڊاڪٽر، "ادبي تنقيد فن ۽ تاريخ"، سنڌ ادبي اڪيڊمي، 1997ع.

امين فهيم، مخدوم "پيغام، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 1990ع.

شمشيرالحيدري، "ڪاڪ محل" سنگم پبليڪيشن، 1988ع.

همسفر گاڏهي، "سنڌ جي ڏاهپ ڪان سورنهن انٽرويو"، سارنگ پبلشنگ هائوس، ڪراچي، 2004ع.

سولنگي، غلام مصطفي، "شاعري ڳالهائي ٿي"، سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد 2015ع.

لاشاري، فقير محمد، "سگهارو هماليه ۽ هيٺا ماڻهو" سنگم پبليڪيشن ڪراچي، 1985ع

شوق، نواز علي ڊاڪٽر، "سچل سارو سچ"، سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي، 1989ع.

شوق نواز علي ڊاڪٽر "هبڪار" سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي، 1976ع.

پليجو، عبدالحئي، "عالمي عجائبات"، روشني پبليڪيشن، 2004ع.

پليجو، عبدالحئي، "ٽن سپون سوجهي ڪيئون" مومل پبليڪيشن، 2016ع.

پليجو، عبدالحئي، "ٿوئر ٿو آمريڪا"، مومل پبليڪيشن ٻنون 2011ع.

پليجو عبدالحئي، "ڪيڏي نہ مختصر زندگي آهي"، مومل پبليڪيشن ٻنون، ٺٽو 2015ع.

پليجو عبدالحئي، "ديس بديس"، سهڻي پرنٽرز حيدرآباد، 1986ع.

ملاح مختيار، "سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو" ڪانياواڙ اسٽور، 2014ع.

سنڌي يوسف، "سنڌي ادب" سچائي اشاعت گهر دڙو، 2011ع.

مجنون محمد بخش "مسڪين جهان خان" جميل پبليڪيشن، ميرپورخاص 1969ع.

هولا رام هنس، "آتم ڪٿا هڪ اديب جي"، بيسٽ سنڌي سڀا، ممبئي، 2004ع.

هولا رام هنس، "جيون جيئڻ جي فلاسافي" بيسٽ سنڌي سڀا ممبئي 2000ع.

ڄامڙو، ڪمال ڊاڪٽر، "سنڌي لوڪ ادب جو تحقيقي اڀياس"، سنڌيا پبليڪيشن، 2016ع

جامڙو ڪمال ڊاڪٽر،"ڪچهريءَ جا مور"، سنڌ ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي. 2013ع.
جامڙو ڪمال ڊاڪٽر، "پاڪستاني زبانون ڪا لوڪ ادب"، سنڌي شعبو، وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچي، 2015ع.
سنديلو عبدالڪريم ڊاڪٽر، لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو، 1986ع.
ڪاڪا، انور،"وصيت نامو" ڪنول پبليڪيشن، قمبر، 2013ع.
ڪاڪا، انور، "نڙيءَ ۾ اٽڪيل سچ" ڪنول پبليڪيشن، قمبر، 2015ع.
ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر،"سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2002ع.
جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر،"سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي. 2006ع.
جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر، "مائوءَ جي ملڪ ۾" زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد، 1973ع.
جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر، شيخ اياز هڪ مطالعو"، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، 1999ع.
بيگ مرزا قليچ، "مقالات الحڪمت"، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1972ع.
شاهه غلام مصطفيٰ پروفيسر، "معاشروءِ تعليم" ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. 1973ع
بخاري استاد، "پير نہ هٿن پوئتي" روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2002ع.
هيسباڻي، ماهين، "تون" نئون نياپو پبليڪيشن ڪراچي، 2005ع.
ٻگهيو، عزيزالرحمان ڊاڪٽر، "سنڌي صحافت جي ارتقا ءِ تاريخ" انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو، 1988ع.
ميمڻ پروين موسيٰ، ڊاڪٽر، "اٿي رائو ريل"، محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، 2008ع.
گهانگهرو عابده ڊاڪٽر، تخليق جو انت" مهراڻ ميڊيا سينٽر، ڪراچي. 2014ع.
ميمڻ، پروين موسيٰ ڊاڪٽر، "آديسين ادب آهي اڪڙين ۾" محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، 2009ع.
خواجہ نور افروز ڊاڪٽر، "مشڪ ڪٿوري مڻ" گنج بخش پبليڪيشن، حيدرآباد. 2010ع
خواجہ، غلام علي الانا، ڊاڪٽر، "سنڌي نثر جي تاريخ" زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد ٻيو ڇاپو، 1977ع.
خواجہ، غلام علي الانا، ڊاڪٽر، "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1987ع
مخدوم، غلام محمد، "ڊپٽي صاحب جنهن جو گفتو گنتو گل"، دوستي پبليڪيشن، حيدرآباد: 2013ع.

# CV

# ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ

نالو: ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ

جنم تاريخ: 20 نومبر 1958ع، ڏيپلو ضلع ٿرپارڪر.

عهدو: ايسوسيئيٽ پروفيسر، نذرٽ گورنمينٽ گرلس ڊگري ڪاليج، حيدرآباد.

مستقل ايڊريس: A_03 ڏيپلائي ڪالوني، نزد راجپوتانا اسپتال، حيدرآباد.

اي ميل: parweenmoosa2018@gmail.com

فون نمبر: 0333_2766564, 022_2661262

علمي لياقتون: ايم اي انگريزي ادب، ايم اي سنڌي ادب (گولڊ ميڊلسٽ)

پي ايڇ ڊي، يونيورسٽي آف سنڌ ڄامشورو.

تحقيقي مقالي جو موضوع: "سنڌي نثر جي ترقيءَ ۾ ليکڪائن جو حصو، تحقيقي اڀياس (1985ع تائين)"

تدريسي تجربو: ستاويهہ سال

## ڇپيل ڪتاب:

"سنڌي ادب جو ادبي جائزو ۽ لطيفيات"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2004ع.

"سنڌي نثر جي ڪن صنفن جو اڀياس"، هائر ايجوڪيشن ڪميشن، اسلام آباد، 2008ع.

"اٿي رائو ريل"، (تحقيق ۽ تنقيد)، محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، 2008ع.

"آڏيسين ادب آهي اکڙين ۾"، (لطيفيات)، محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، 2009ع.

"سون ورنيون سوڍيون"، (ڪهاڻيون)، ترتيب محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، 2009ع.

"اخلاق تدر"، (ٻاراڻو ادب)، محمد موسيٰ ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، 2010ع.(ٻيو ڇاپو) سنڌ راڻي پبليڪيشن آڪٽوبر 2016ع.

"وکر سو وهاءِ"، (مضمون ۽ مقالا)، هائر ايجوڪيشن ڪميشن اسلام آباد، 2011ع.

"سنڌي نثر جي صنفن جو اڀياس"، ٻيو ڇاپو روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2015ع.

"سنڌي ادب: تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو"، ائڊوانسڊ پبلشرز لاهور، نومبر 2015ع.

"عالم سڀ آباد ڪرين" سنڌ راڻي پبليڪيشن نومبر 2016ع.

"پلئہ پايو سچ" سنڌ راڻي پبليڪيشن ڊسمبر 2016ع.

## اڻ ڇپيل ڪتاب:

"جي پارکو پارس جا"، (لطيفيات).

"ملهہ مهانگا سپرين"، (سوانح).

"مفتي منجهہ ويهار"، (آتم ڪهاڻي).

"هلڻ منهنجو هوت ڏي"، (حرمين شريف جي زيارتن تي مبني سفرنامو).

"ماڻڪ موتي لعل"، (مضمون ۽ مقالا).

"محبت پائي من ۾"، (مضمون ۽ مقالا)

"سنڌي نثر جي ترقيءَ ۾ عورتن جو حصو"، تحقيقي اڀياس پي ايڇ ڊي جو مقالو (1985ع تائين).

## اعزاز ۽ ايوارڊ:

سرٽيفڪيٽ اڪيڊمڪ بحث مباحثي جي مقابلي ۾ رُڪنيت تي، بورڊ آف انٽر ميڊيئيٽ حيدرآباد طرفان، 2004ع.
بيسٽ ڪمپيئر شيلڊ، بورڊ آف انٽر ميڊيئيٽ حيدرآباد طرفان، 2007ع.
هائر ايجوڪيشن ڪميشن اسلام آباد طرفان، "مونو گراف ۽ ٽيڪسٽ بڪ رائيٽنگ اسڪيم طور ڪتابن "سنڌي نثر جي ڪن صنفن جو اڀياس"، 2015ع ۽ "وکر سو وهاءِ" 2006ع جي اسڪيم ۾ منظور ٿيڻ تي تعريفي خط ۽ ڪيش ايوارڊ.
شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، انٽر نيشنل ڪانفرنس 2009-03-03 تي شموليت ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان اعزازي سرٽيفڪيٽ.
ڪئنيڊين ايسوسيئيشن ۽ جيجل سنڌ (جس) ريسورس سينٽر جي اشتراڪ سان بين الاقوامي مضمون نويسيءَ جي مقابلي ۾ نقد انعام ۽ سرٽيفڪيٽ 2008ع.
ٻهرين قومي مضمون نويسيءَ جي مقابلي بعنوان "جمهوريت ئي بهترين انتقام آهي.شهيد بينظير ڀٽو جي جمهوريت لاءِ ڪيل جدوجهد"، ۾ شموليت تي سنڌ يونيورسٽيءَ پاران اعزازي سرٽيفڪيٽ، 2010ع.
ساڳئي مضمون نويسيءَ جي مقابلي ۾ اردو ٻوليءَ ۾ مضمون لکڻ تي اعزازي سرٽيفڪيٽ.
نيشنل بڪ فائونڊيشن اسلام آباد پاران ٻاراڻي ادب ۾ مضمون نويسيءَ جي ڪتاب تي مقابلي ۾ "معاشي قدر" ڪتاب تي ٻيو انعام ۽ تعريفي خط ۽ سرٽيفڪيٽ.
سنڌي ادبي سنگت پاران "اٿي راڻو ريل" ڪتاب کي 2009ع جي بهترين تحقيق ۽ تنقيد جي ڪتاب طور منظور ٿيڻ تي 07 جولاءِ 2010ع تي ممتاز مرزا آڊيٽوريم ۾ خيرالنساء جعفري ايوارڊ جي شيلڊ.
سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن ۽ ناري سنگت جي طرفان "راهِ بينظير ڀٽو" ايوارڊ شيلڊ عورتن جي ڪم جي باري ۾ ڊاڪٽريٽ جي مقالي تي مجتا طور 2013ع ۾ ڏني ويئي.

## ميمبر شپ:

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن 2. سنڌي اردو ادبي فائونڊيشن 3. ناري سنگت. 4 سنڌي ادبي سنگت

## ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ پڙهيل مقالا:

"شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جون لطيفيات ۾ خدمتون"، قليچ انٽرنيشنل ڪانفرنس آرٽس فئڪلٽي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو، 3-4 آڪٽوبر 2009ع.
"محمد عثمان ڏيپلائي جون سنڌي صحافت ۾ خدمتون"، قومي ادبي ڪانفرنس، 12 ڊسمبر، 2009ع، وفاقي اردو يونيورسٽي، ڪراچي.
"سنڌ سرزمين محبت آهي" جيجل (جس) پاران سيمينار، سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد 2009ع.
"خيرالنسا جعفريءَ جون ادبي خدمتون"، ناري پبليڪشن پاران ملهايل شام ۾ سنڌي لئنگويج اٿارٽي، 31 مارچ 2010ع.
"سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقي"، ٻه روزه ڪانفرنس، وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچيءَ ۾ مقالو بعنوان، "ڇا پخاڻن جي ڪوٺ ۽ ڇپيل تخليقي ادب جي معيار ۽ مقدار جو تحقيقي جائزو"، 8 ۽ 9 مارچ 2011ع.

## ڇپيل مضمون ۽ مقالا

جاکوڙ پيغام احمد، تہ ماهي مهراڻ، سرتيون، نئين زندگي، سروپا، سنڌي ٻولي، بلاول تحقيقي جرنل، ڪارونجهر، ادبي تحقيق، ڪلاچي، سوجهرو، سنڌي ادب، سنگت ادبي مخزن، روزاني عبرت، ڪاوش، سوين ۽ ٻين مخزنن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل مواد.

"چري"، ڪهاڻي چاندوڪي، مخزن ميرپورخاص ـ1980ع.

"ماءُ جو دلاسو" خليل جبران جي ڪهاڻي، (ترجمو) پارس. ماهوار مخزن ميرپورخاص ـ1982ع.

"شاهہ عبداللطيف جي شاعريءَ ۾ انساني اخلاقي قدر". ابن رشد گرلز ڪاليج، مخزن، 1998ع.

"شاهہ جو فلسفو"، ڪاليج مخزن ميرپورخاص ـ2000ع.

ذاتي انٽرويو، سرٽ ادبي مخزن، عبرت پبليڪيشن، حيدرآباد 2005ع.

"سون ورني سوڍي شهيد محترمہ بينظير ڀٽو"، عبرت، مئي 2005ع.

"مرزا قليچ بيگ ۽ ادب جون خدمتون"، هفتيوار سنڌو ڊائجيسٽ، 27 فيبروري 2006ع.

"ڀٽائي جي طفيل"، سوجهرو ايڊيٽر تاج بلوچ، ڪراچي، جنوري 2009ع.

"ڪهاڻي ڪلا ۽ سنڌي ادب جون ڪهاڻيڪارائون"، ڪلاچي، تحقيقي جرنل، ايڊيٽر پروفيسر سليم ميمڻ، شاهہ عبداللطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، 2 ڊسمبر 2009ع.

"محمد عثمان ڏيپلائيءَ جون سنڌي صحافت ۾ خدمتون"، ادبي تحقيق، ريسرچ جرنل، سنڌي شعبو وفاقي اردو يونيورسٽي براءِ آرٽس، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، ڪراچي، 2009ع.

"سنڌ سرزمين محبت، آهي"، (مضمون)، ترتيب ڪامران يوسف زئي، سورج پرنٽرز، حيدرآباد، 2009ع.

"جي هينئڙي منجهہ هُرن"، (يادگيريون) نواءِ سروش، مخزن ابن رشد گرلز ڪاليج، ميرپورخاص ـ2009ع.

"ترجمي جي فن جو تعارف: اهميت، افاديت ۽ سنڌي نثر ۾ ترجما نگاري"، ڪارونجهر، (تحقيقي جرنل)، ايڊيٽر ڊاڪٽر عنايت حسين لغاري، سنڌي شعبو وفاقي اردو يونيورسٽي، ڪراچي، ڊسمبر 2010ع.

"مفتي منجهہ ويهار"، جاڪوڙ ايڊيٽر محمد هنگورو، ساجهہ ويلفيئر فيڊريشن، ٿرپارڪر، آگسٽ 2010ع.

"ڏوريندي ڏسن اڱڻ عجيبن جا"، پيغام احمد، مولوي حاجي احمد ملاح اڪيڊمي، بدين، مارچ 2011ع.

"سنڌ محبت جي زمين آهي"، سنگت، مخزن ايڊيٽر يوسف سنڌي، گاڏي کاتو حيدرآباد، 2011ع

"مطالعو انساني بقا ۽ تڪميل جو اهڃاڻ"، عبرت، 10 مئي 2011ع.

"لوڪ ادب ۽ ڊاڪٽر نبي بخش جون خدمتون"، عبرت، 1 مئي 2011ع.

"شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو فن ۽ پيغام"، عبرت، 4 مئي 2011ع

"لطيفيات تي سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾ ٿيل ڪم"، عبرت، 16 مئي 2011ع.

"ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جون سنڌي ادب ۾ خدمتون"، عبرت، 20 اپريل 2011ع.

"شهيد راڻيءَ جو جمهوريت لاءِ ڪيل جدوجهد"، عبرت، 27 ڊسمبر 2011ع.

"شهيد راڻيءَ محترمہ بينظير ڀٽو جي زندگيءَ تي هڪ نظر"، ماهوار اڳواڻ، مخزن ايڊيٽر غلام مصطفيٰ سولنگي، جنوري ـ فيبروري 2012ع.

"معياري مطالعو انسان کي مڪمل بڻائي ٿو"، ماهوار جاڪوڙ ايڊيٽر محمد هنگورجو، مئي، مئي 2011ع.

"ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو"، ماهوار پيغام احمد، حاجي احمد ملاح اڪيڊمي، بدين، آگسٽ 2011ع.

"جو وڙ جڙي جن سين"، ڊاڪٽر غلام علي الانا، اڻ ٽڪ انسان، (مرتب) محمد عثمان منگي، سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم، حيدرآباد، 2011ع.

"اڌ صديءَ کان مسلسل لکندڙ هڪ تاريخ ساز شخصيت"، اڻ ٽڪ انسان، (مرتب) محمد عثمان منگي، سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم، حيدرآباد، 2011ع.

"ترجما نگاريءَ جي ادبي اهميت"، ٽہ ماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 2/2013ع.

"محمد عثمان ڏيپلائي"، سنڌي ٻولي، تحقيقي جنرل، جلد ڇهون، شمارو ٻيو سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، اپريل ـ جون 2013ع.

"حيف تنين هوءِ"، سوپ سنڌي مئگزين، اپريل 2014ع.

"محمد ابراهيم جويو سان ٿيل هڪ ملاقات جو احوال"، ٽہ ماهي مهراڻ، "ابراهيم جويو خاص نمبر"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 3 اپريل 2014ع.

"پورهئي ۾ عظمت آهي"، ڪاوش، آڪٽوبر 2014ع.

"تون ڇپر تون ڇانو"، ماهوار سرتيون، ايڊيٽر گلبدن جاويد مرزا، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، مارچ 2014ع.

"مهراڻ ڏيپلائي نمبر هڪ نظر"، ڪاوش مئگزين، جولاءِ 2014ع.
"لطيف شناسي"، ماهوار پيغام احمد، مولوي حاجي احمد ملاح اڪيڊمي، بدين، سيپٽمبر 2014ع.
"مشڪ ڪٿوري مڙ"، ڊاڪٽر نورافروز جي فن جو جائزو سرتيون، ايڊيٽر گلبدن جاويد مرزا، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، جون ـ آگسٽ 2014ع.
"سنڌي نثر جي واڌري لاءِ مرــع ڏيپلائيءَ جون خدمتون"، ٽه ماهي مهراڻ، ڏيپلائي خاص نمبر، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 2014/01ع.
"پورهئي هٿ سڪار" ماهوار "پيغام احمد" ايڊيٽر عبدالمجيد ملاح بدين، ڪڙي نمبر 4 نومبر 2014ع.
"سنڌي نثر ۾ ليکڪائن جو حصو"، ماهوار مخزن سروپا، ايڊيٽر روشن ميمڻ، ڪراچي، شمارو نمبر 01، جنوري 2015ع.
"مفتي منجهه ويهار"، (آتم ڪٿا جو باب)، سروپا ماهوار، مخزن ايڊيٽر ميمڻ روشن، آگسٽ 2015ع.
"ڊاڪٽر غلام علي الانا جون مقالا تي ادب ۾ خدمتون"، بلاول ڇهه ماهي تحقيقي جرنل، شمارو نائون، ايڊيٽر نذير احمد زرداري، نوابشاهه، جنوري 2015ع.
"استاد قوم جا معمار آهن"، ماهوار پيغام احمد، ايڊيٽر عبدالمجيد ملاح، ڪڙي نمبر 48، مارچ 2015ع.
"ڏورينديون ڏسن اگڻ عجيبن جا"، عبرت، اڱارو 24 فيبروري 2015ع.
"هو چونيئي تون مَ چئو واتان ورائي"، عبرت، 18 فيبروري 2014ع.
"سنڌي نثر ۾ ليکڪائن جو حصو"، عبرت، (ٻه حصا) 27 ۽ 28 فيبروري 2015ع.
"ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي"، عبرت، 01 مارچ 2015ع.
"پورهئي هٿ سڪار تو وس آهن هٿڙا"، عبرت، 04 مارچ 2015ع.
"جو وڙ جڙي جن سين سو وڙسي ئي ڪن"، عبرت، 13 ۽ 14 مارچ 2015ع.
"سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ عورتن جو حصو"، عبرت، 8 مارچ 2015ع.
"اسين سڪون جن کي سي تان اسين پاڻ"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 15 مارچ 2015ع.
"ادب زندگيءَ جو آئينو ۽ عڪس آهي"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 29 مارچ 2015ع.
"مطالعي سان قومن جي ڪمال ۽ زوال جي خبر پوي ٿي"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 22 مارچ 2015ع.
"سنڌي نثر ۾ ترجما نگاري"، عبرت، 30 مارچ 2015ع.
"سڙيا مٿي سچ"، عبرت، 2 اپريل 2015ع.
"جيون گهارڻ جو فلسفو"، عبرت، 6 اپريل 2015ع.
"قومي ٻڌي ۽ سنڌي قوم" روزاني عبرت، 8 اپريل 2015ع.
"پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 12 اپريل 2015ع.
"ڪتاب ۽ ڪتب خانا اڻ ملهه خزانا آهن"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 19 اپريل 2015.
"سنڌي ڪهاڻي ۾ عورتن جي شموليت جو جائزو"، ٽه ماهي ڪچ ڪوڏيون، ايڊيٽر انعام علي ڪبر خيرپور، اپريل ـ جون 2015ع.
"سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقي"، ٽه ماهي ڪچ ڪوڏيون، ايڊيٽر انعام علي ڪبر خيرپور، جولاءِ ـ سيپٽمبر، 2015ع.
"ڪمپيوٽر سائنس جي افاديت"، سنڌ راڻي ماهوار، مخزن ايڊيٽر غلام مصطفيٰ سولنگي، اپريل 2015ع.
"سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۾ رڪاوٽون"، عبرت، 23 اپريل 2015ع.
"رسول پاڪ بحيثيت معلم"، عبرت، 12 اپريل 2015.
"تعليم جي تباهي جا ڪارڻ"، عبرت، 23 اپريل 2015ع.
"جديد ٽيڪنالاجي وقت جي اهم ضرورت"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 26 اپريل 2015ع.
"حيف تنين هوءِ وطن جن وساريو"، عبرت، 25 اپريل 2015ع.
"اٿي هن اونداهيءَ ۾ ٻارڻ ڪو ٻار"، عبرت، 28 اپريل 2015ع.
"مفتي منجهه ويهار ٽه نانيءَ ڪاٿيارون ٿين"، عبرت، 4 مئي 2015ع.

"هنري تعليم"، عبرت، 7 مئي 2015ع.
"انسان ۽ انسانيت ۽ مذهبن جون فلاسافيون"، عبرت، 10 مئي 2015ع.
"سي چِلوِلا چئجن جي در در لائين دوستي"، عبرت، 15 مئي 2015ع.
"سنڌي لوڪ ادب ۽ لوڪ شاعري"، سوڀ، 7 مئي 2015ع.
"سنڌ سرزمين محبت آهي"، عبرت، (ٻہ حصا) 21 ۽ 22 مئي 2015ع.
"جو وڙ جڙي جن سين، سو وڙسي ئي ڪن"، عبرت، 27 مئي 2015ع.
"انساني زندگيءَ جا قدر"، سوڀ، 24 مئي 2015ع.
"تعليم سڀن لاءِ"، عبرت، 21 مئي 2015ع.
"تندرستي هزار نعمت آهي"، عبرت، 1 اپريل 2011ع.
"سنڌي ادب ۾ مضمون نويسيءَ جو جائزو"، عبرت، 01 جون 2015ع.
"جديد دنيا ۾ سائنسي علمن جي ترقي"، 6/4 (ٻہ حصا)، عبرت، جون 2015ع.
"علم لازوال دولت آهي"، عبرت، 11 جون 2015ع.
"نمي ڪمي نهار تون ڏمر ڏولائو"، عبرت، 11 جون 2015ع.
"ناٽي جو زبان ۽ پاڪستاني قوم"، عبرت، 16 جون 2015ع.
"آفتاب ميمڻ هڪ گهڻ رخي شخصيت"، عبرت، 19 جون 2015ع.
"شهيد راڻيءَ جو جنم ڏينهن"، عبرت، 21 جون 2015ع.
"شهيد راڻيءَ جي جمهوريت لاءِ ڪيل جدوجهد ۽ ڏنل عظيم قرباني"، سوڀ، 21 جون 2015ع.
"حضرت سچل سرمست رح"، عبرت، 3 جولاءِ 2015ع.
"مهربان محقق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو"، عبرت، 11 جولاءِ 2015ع.
"جان جان پسين پاڻ کي تان تان ناهہ سجود"، عبرت، 13 جولاءِ 2015ع.
"سنڌ جو سرموڙ ڪهاڻيڪار نسيم کرل"، عبرت، 14 جولاءِ 2015ع.
"پرت نہ چنن پاڻ ۾"، عبرت، 21 جولاءِ 2015ع.
"عورتن جي ادب ۾ شموليت"، ماهوار سرتيون، اپريل - مئي 2015ع، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو.
"محمد عثمان ڏيپلائي سنڌي نثر جو اهم ليکڪ"ماهوار "پيغام احمد"، ايڊيٽر عبدالمجيد ملاح بدين جولاءِ 2015ع.
"سنڌي شعر جي ابتدا"، عبرت، 3 ۽ 4 آگسٽ 2015ع.
"ادب فن لطيف آهي"، عبرت، 6 آگسٽ 2015ع.
"سنڌي نثر جي ابتداءِ ترقيءَ لاءِ ورتل ڪوششون"، عبرت، 17 آگسٽ 2015ع.
"ننڍي ڪنڊ جو ناميارو اديب، ليکراج ڪشنچند عزيز" روزاني عبرت، 19 آگسٽ 2015ع.
"تاريخ ساز شخصيت قاضي عبدالمجيد عابد"، عبرت، 27 آگسٽ 2015ع.
"نصاب ۾ مضمون نويسيءَ جي اهميت"، عبرت، 3 سيپٽمبر، 2015ع.
"نثر ۾ اثر انگيزيءَ جو ذريعو اسلوب بيان"، عبرت، 8 سيپٽمبر 2015ع.
"قلم تلوار کان وڌيڪ طاقتور آهي"، عبرت، 10 سيپٽمبر 2015ع.
"بيگم زينت عبدالله چنا"، سوڀ، سنڌي مئگزين 13 سيپٽمبر، 2015ع.
"سنڌي بيت جي اوسر"، عبرت، 25 سيپٽمبر 2015ع.
"استاد ۽ قوم"، عبرت، 1 آڪٽوبر 2015ع.
"مخدوم محمد زمان طالب المولئ"، روزاني عبرت، 4 آڪٽوبر 2015ع.
"شمس العلماء مرزا قليچ بيگ" روزاني عبرت، 7 آڪٽوبر 2015ع.
"سنڌي ٻوليءَ جي قدامت"، روزاني عبرت 28 نومبر 2015ع
"پسي لهس نہ لچئا" سوڀ سنڌي مئگزين 28 نومبر 2015ع
"علامہ محمد اقبال" رحہ، روزاني عبرت 9 نومبر 2015ع
سنڌ جون رومانوي داستانون" سوڀ سنڌي مئگزين 22 نومبر 2015ع

"شاگرد جي زندگيءَ جو مقصد" روزاني عبرت نومبر، 2015ع
شاهه جو فن، رسالو ۽ پيغام، گلشن لاڙ ڊسمبر 2015ع
"سنڌي ٻوليءَ جي قدامت"، سوجهرو سنڌي مئگزين 26 ڊسمبر 2015
"اخلاقيات ۽ قدر"، سنڌ ايڪسپريس 29 ڊسمبر 2015ع.
"دلير نياڻي شهيد بينظير ڀٽو"، سوجهرو سنڌي مئگزين 27 ڊسمبر 2015
"سون ورني سوڍي"، سروپا، ڊسمبر 2015ع
"اخلاقيات ۽ قدر" روزاني سنڌ ايڪسپريس، 2 جنوري 2016ع
"والدين ۽ اولاد جو رشتو" سنڌ ايڪسپريس، 9 جنوري 2016ع.
"سونهن ۽ سچ جو شاعر استاد بخاري" روزاني عبرت، 16 جنوري 2016ع.
"استاد ۽ شاگرد" روزاني سنڌ ايڪسپريس، 17 جنوري 2016ع.
"سنڌي لوڪ ادب ۽ لوڪ شاعري"، سوجهرو سنڌي مئگزين 2 جنوري 2016ع.
"سائين جي ايم سيد عظيم مفڪر"، روزاني عبرت 17 جنوري 2016ع.
"دوستي"، روزاني سنڌ ايڪسپريس، 23 جنوري 2016ع.
"ڊاڪٽر فهميده حسين جون علمي ۽ ادبي خدمتون" گلشن لاڙ ڊسمبر 2016ع.
"گيت جي سئو سالا تاريخ" ماهوار ريڪائون، جنوري 2016ع.
"شيخ اياز جي منظوم ڊرامن جو جائزو"، "ڪچ ڪوڏيون" جنوري – مارچ 2016ع.
"حسن اخلاق" سنڌ ايڪسپريس، 8 فيبروري 2016ع
"ڊاڪٽر گربخشاڻي" شاهه لطيف جو فڪري پارکو، روزاني عبرت، 10 فيبروري 2016ع.
"لاڙ جي فطرت جهڙو شاعر" مولوي حاجي احمد ملاح، عوامي آواز، سنڌي مئگزين 14 فيبروري 2016ع.
"معاشي قدر"، روزاني سنڌ ايڪسپريس، 20 فيبروري 2016ع.
"سفرنامن جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو"، روزاني عبرت، 19 فيبروري 2016ع.
"تصوف ۽ وحدانيت جو شاعر قاضي قادن"، سوجهرو سنڌي مئگزين 28 فيبروري 2016ع.
"ڌرتيءَ جو رهنما شاعر شيخ اياز" روزاني عبرت، 2 مارچ 2016ع.
"مولوي حاجي احمد ملاح"، گلشن لاڙ مارچ 2016ع.
"سادگي ۽ ڪفايت شعاري"، 5 مارچ 2016ع.
"حب الوطني"، روزاني سنڌ ايڪسپريس 19 مارچ 2016ع.
"سفرناما تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 13 مارچ 2016ع.
"سنڌ جي سياست جو تڪراري ڪردار پير علي محمد راشدي" عوامي آواز، سنڌي مئگزين، 13 مارچ 2016ع.
"ڪتاب ۽ ڪتب خانا انمول خزانا آهن"، سنڌ راڻي، ماهوار مئگزين اپريل 2016ع.
"عدل ۽ انصاف" روزاني سنڌ ايڪسپريس 2 اپريل 2016ع.
"سچ" روزاني سنڌ ايڪسپريس، 9 اپريل 2016ع.
"رهجي ويل منظر جو خالق"، طارق عالم ابڙو، روزاني عبرت 10 اپريل 2016ع.
"مير عبدالحسين خان سانگيءَ جون لطيفيات ۾ خدمتون"، روزاني جيجل 12 اپريل 2016ع.
"عورتن جي تعليم"، روزاني عبرت 14 اپريل 2016ع.
"لالچ ۽ حرص"، روزاني سنڌ ايڪسپريس، 23 اپريل 2016ع.
"سڪو قدر ڪتاب جو"، روزاني عبرت، 23 اپريل 2016ع.
"معياري مطالعو"، سوجهرو سنڌي مئگزين، 24 اپريل 2016ع.
"سنڌ جو سائين، جيئي سدائين" روزاني عبرت 25 اپريل 2016ع.
ڪاوش انٽرويو پروفائيل، 26 اپريل 2016ع.
"علم جا آهي" روزاني عبرت، 28 اپريل 2016ع.
"شاهه ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ عورت جي عظمت" مخزن ماهوار "همسري" ايڊيٽر زاهده ابڙو مئي 2016ع.

"بي مثال بي نظير ڪانفرنس" 31 مارچ 2016ع جائزو سنڌ راڻي. مخزن مئي 2016ع.
"ادبي تنقيد ارتقاءِ اوسر" روزاني عبرت 10 مئي 2016ع
"تعليم جي اهميت" روزاني عبرت. 12 مئي 2016ع.
"اخلاقي قدر جائزو" عبرت 24 مئي ۽ ڪاوش 14 جون 2016.
"آغا سليم ۽ سندس ناول"همه اوست". روزاني عبرت 27 مئي 2016ع.
سيپيءَ سبحان جي ڪر حوالي ڪم. روزاني عبرت 2 جون 2016ع.
ڪري پاڻ ڪريم روزاني عبرت 7 جون 2016ع.
نايو نيڻ نهار. روزاني عبرت 10 جون 2016ع.
جنهن هادي ميڙيم هھڙو روزاني عبرت 5 جون 2016ع.
"سورهيه مرين سوپ ڪي" روزاني عبرت. 17 جون 2016ع.
سنڌي نثر ۾ آفتاب احمد ميمڻ جون خدمتون روزاني عبرت 18 جون 2016ع.
"واڪا ڪندي ووءِ. صديون تو لاءِ سنڌڙي" سوپ سنڌي 21 جون 2016ع.
الا جنگ جيِن روزاني عبرت 6 جولاءِ 2016ع.
"جي پانين جوڳي ٿيان" روزاني عبرت 9 جولاءِ 2016ع.
"سنڌي ادب ۾ اول درجي جو ڪهاڻيڪار نسيم کرل" روزاني عبرت 14 جولاءِ 2016ع.
"نثري نظم" روزاني عبرت. 26 ۽ 27 جولاءِ 2016ع.
"سنڌي ادب جو سرموڙ ڪهاڻيڪار". علي بابا. روزاني عبرت 10 آگسٽ 2016ع.
"شاهه جو رسالو مقصديت ۽ پيغام". روزاني عبرت. 17 آگسٽ 2016ع.
"سڙيا مٿي سچ". روزاني عبرت. 24 آگسٽ 2016ع.
"شاهه جي ڪلام" جون فني خوبيون عبرت 26 آگسٽ 2016ع.
"قاضي عبدالمجيد عابد". صحافت. سياست ۽ ادب جو وڏو نانءُ عبرت 27 آگسٽ 2016ع.
"سنڌي غزل. ارتقا ۽ اوسر. عبرت 30 آگسٽ 2016ع.
نيرُ منهنجي نينهن اُجاري اچو ڪيو روزاني عبرت 21 ۽ 22 سيپٽمبر 2016ع.
"سلطاني سهاڳ نندون ڪندي نه ملي." روزاني عبرت 28 سيپٽمبر 2016ع.
"شاهه ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ عورت جي عظمت". روزاني عبرت سيپٽمبر 2016ع.
"جو سنڌ سنواري اهو جيئندو رهندو". روزاني عبرت سيپٽمبر 2016ع.
"رُونديون ڏئيون مون ان در تي دادليون" روزاني عبرت 9 آڪٽوبر 2016ع.
"خود شناسي ۽ شاهه عبداللطيف" سوپ سنڌي مئگزين 2 آڪٽوبر 2016ع.
"علم ادب ۽ صحافت جو وڏو نانءُ" پير حسام الدين راشدي. روزاني عبرت 21 آڪٽوبر 2016ع.
"عالم سڀ آباد ڪرين" روزاني عبرت 24 آڪٽوبر 2016ع.
"شاهه لطيف جو پيغام محبت." روزاني عبرت 30 آڪٽوبر 2016ع.
"ادب زندگيءَ جو آئينو ۽ عڪس" سوپ سنڌي مئگزين 11 سيپٽمبر 2016ع.
"شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جي عظمت" روزاني عبرت آڪٽوبر. 2016ع.
"شاهه جي شاعريءَ ۾ سجاڳيءَ جو سڏ" روزاني عبرت 13 نومبر. 2016ع.
"شاهه جو ميلو" روزاني عبرت. 22 نومبر 2016ع.
"مٿيءَ لڏو مان" "تخيل" ٽه ماهي جرنل. شمارو نمبر(3) جولاءِ سيپٽمبر 2016ع ايڊيٽر سڪندر ملاح. مارئي اڪيڊمي حيدرآباد.

# سنڌ راڻي پبليڪيشن جا ڇپيل ڪتاب

| | | | | قيمت |
|---|---|---|---|---|
| 1. | منهنجو شهزادو سمهي پيو | (مضمون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | ختم ٿيل |
| 2. | چئبو سچ | (مزاح) | غلام مصطفيٰ سولنگي | ختم ٿيل |
| 3. | احساس جا رنگ | (ڪهاڻيون) | فاطمه پرڳڙي | ختم ٿيل |
| 4. | ڌانهون منهنجي ديس جون | (مضمون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 150 |
| 5. | سنڌ جون شاعر عورتون | (تحقيق ۽ ترتيب) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 400 |
| 6. | نجمه منهنجو ناءُ | (شاعري ۽ مضمون) | نجمه شيخ | 300 |
| 7. | درد جي پاڇي ۾....!! | (ڪهاڻيون) | نسرين سيد | 200 |
| 8. | زندگي جي اوٽ ۾....!! | (شاعري) | آصف منياڻوي | 250 |
| 9. | زلفن جي زنجير | (شاعري) | امداد سروري | 300 |
| 10. | گهڙي غمن جي ياري آ | (شاعري) | ارشاد سومرو | 300 |
| 11. | گيت گلابي ٻارن جا | (ٻارن لاءِ شاعري) | استاد بخاري | 150 |
| 12. | شاعري ڳالهائي ٿي | (تحقيق ۽ ترتيب) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 500 |
| 13. | پيار جا قيدي | (شاعري) | يوسف لغاري | 200 |
| 14. | مستقبل جا مسيحا | (ڪهاڻيون) | امداد جسڪاڻي | 50 |
| 15. | پئسو لڌم پٽ تان | (ٻارن لاءِ شاعري) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 50 |
| 16. | رڃ ۾ رڙ ٿي | (شاعري) | حفيظ دربان | 300 |
| 17. | مون وڪرو ٿيو حق جو | (نعتون) | صوفي محمد صالح پنهور | 120 |
| 18. | رشتن جو درد | (ناول) | پارس صنم ڪاظمي | 200 |
| 19. | يادگيرين جو ڪفن | (شاعري) | ستار سروهي | 200 |
| 20. | ٺٽي باگي جي تاريخ | (تاريخ) | انور عباسي | 300 |
| 21. | خواب مرڪي پيا | (شاعري) | حاڪم گل | 200 |
| 22. | حيدرآباد 47 ڪلوميٽر | (ڪهاڻيون) | زيب سنڌي | 200 |
| 23. | تقدير جو تماشو | (ناول) | عزيز پنيرو | 200 |
| 24. | ازل کان سفر ۾ | (شاعري) | گلشن سنڌوءَ | 200 |
| 25. | حسين عه جو غم | (مرثيه ۽ نوحه) | امداد سروري | 150 |
| 26. | اخلاقي قدر | (ٻاراڻو ادب) | ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ | 100 |
| 27. | عالم سڀ آباد ڪرين | (لطيف شناسي) | ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ | 200 |
| 28. | پلئه پايو سچ | (تحقيق ۽ تنقيد) | ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ | 350 |

# سنڌ راڻي پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 1. | لشڪرِ دشمنان ۾ اڪيلي بينظير | (ڪالم) | عزيز گوپانگ | 500 |
| 2. | لفظن جي خاموشي | (شاعري) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 200 |
| 3. | جانان | (ڪهاڻيون) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 100 |
| 4. | شاعري ڳالهائي ٿي ڀاڱو 2 | (تحقيق ۽ ترتيب) | غلام مصطفيٰ سولنگي | 500 |
| 5. | ٻري ڪوڪ ٻر ۾ | (شاعري) | لياقت پنهور | 200 |

## خوشخبري

سنڌ راڻي پبليڪيشن طرفان سنڌ جي سمورن اديبن، شاعرن ۽ ليکڪن جي سهولت لاءِ اڌ قيمت تي ڪتاب ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. جيڪي شاعر ۽ ليکڪ پنهنجا ڪتاب ڇپائڻ چاهين ٿا اهي ادارو اڌ قيمت تي ڇپائي ڏيندو. جن به شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن کي پنهنجا ڪتاب ڇپرائڻا هجن اهي رابطو ڪري سگهن ٿا.

رابطي لاءِ: 03013492704

(ادارو)



اها حقيقت ذهن نشين ڪرڻ جهڙي آهي ته مضمون سرجڻ ۾ سندس تخليقڪار جي شخصيت جي وڏي اهميت آهي ڇو ته هر تحرير پنهنجي سرجڻهار جو عڪس ٿئي ٿي، ڪنهن به مضمون اسلوب ۽ تحرير مان لکندڙ جي ذهن جو نظم و ضبط ۽ خيالن جي ترتيبوار پيشڪش جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. پروين موسيٰ پنهنجي هن ڪاوش لاءِ جس لهڻي، هو پنهنجي تحرير ۽ گفتگو ۾ پرجوش ۽ سنجيده نظر اچي ٿي، ان لاءِ سندس همت افزائي انتهائي ضروري آهي. اميد ته پڙهندڙ هن ڪتاب مان گهڻو فائدو حاصل ڪندا.

**مهتاب اڪبر راشدي**

تحقيق ڪو سولو ڪم ناهي. ڪنهن ڳالهه کي عقلي دليلن ۽ حوالن سان ثابت ڪرڻ انتهائي اوکو ڪم آهي. اهوئي سبب آهي جو اسان کي سنڌي ادب ۾ ليکڪ ۽ شاعر ته تمام گهڻا نظر ايندا پر انهن ۾ تحقيق جو انگ تمام ٿورو آهي. ساڳيءَ ريت محققن ۾ وري عورتن جو تمام گهٽ تعداد آهي ان گهٽ ڳاڻيٽي ۾ ڊاڪٽر پروين موسيٰ ميمڻ به شامل آهي. جنهن پنهنجو آرام ڦٽائي، تڪليفون سهي سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ لاءِ ڪم ڪري سچ پچ ته وڏو احسان ڪيو آهي، ٻار سنڀالڻ سان گڏ نوڪري ڪرڻ باوجود تحقيق ڪرڻ اهو هڪ وڏو جهاد آهي.

**ڊاڪٽر ڪمال جامڙو**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

